

Economic Freedom
Network Pakistan

# عام فهم اقتصاديات

## مال و دولت ۽ خوشحالي بابت هر ڄاڻ هجڻ ضروري آهي.

ڊاڪٽر ايوب مهر

(پاڪستان لاءِ خصوصي اشاعت)

Supported by

Friedrich Naumann STIFTUNG FÜR DIE FREIHEIT



Economic Freedom
Network Pakistan

# عام فهم اقتصاديات

مال و دولت ۽
خوشحالي بابت هر چاڻ
هجڻ ضروري آهي.

ڊاڪٽر ايوب مهر

(پاڪستان لاءِ خصوصي اشاعت)

Supported by
Friedrich Naumann STIFTUNG FÜR DIE FREIHEIT

فريڊرڪ نومين فائونڊيشن بيحد شڪر گذاري سان هن ڪتاب جي ڇاپي ۾ ان جي مشهوري ڪي همٿائي ٿي.

فريڊرڪ نومين فائونڊيشن،
گهرنمبر19،گهٽي 19، سيڪٽر2-F-6،
اسلام آباد، پاڪستان
ٽيلي فون: 96 08 82 2 ,96 88 27 2-51-92+
اي ميل: pakistan@fnst.org
ويب سائيٽ: www.southasia.fnst.org
www.freedomgatepakistan.org

ISBN: 978-969-9515-21-7
فريڊرڪ نومين فائونڊيشن

**وضاحت**

هن ڪتاب جي مواد کي مڪمل طورتي صحيح نموني پيش ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي وئي آهي.ليڪڪ ۾ ادارو ڪنهن به قسم جي غلطي جي ذميواري قبول نه ڪندو چاڪاڻ ته اهڙي ڪا به غلطي سوچي سمجهي نه ڪئي وئي آهي، پوءِ به اسانجي ڪم کي وڌيڪ بهتر بڻائڻ لاءِ جيڪڏهن وڌيڪ صحيح ڄاڻ فراهم ڪئي وئي ته اسان ان کي ڀليڪار چونداسين.

# پيش لفظ

اقتصاديات جي نوعيت ۽ اُن جي دائري جي وضاحت تعليمي ادارن لاءِ هميشہ هڪ مسئلو رهي آهي.جيتوڻيڪ معيشيت هڪ سماجي سائنس آهي جيڪا شين جي پيداوار، خدمتن جي تقسيم ۽ اُنهن جو تجزيو ڪري ٿي .ان جي سياسي طور استعمال تيڻ ۽ صرف ڪجهہ سياسي گروهن کي فائدو پهچائڻ،معيشيت جي سماجي سائنس طور سُڃاڻپ کي منجهائي ڇڏيو آهي. اقتصادي جائزو مختلف رخن ۽ اقتصاديات جي درجن ذريعي سمجهي سگهجي ٿو.مائيڪرو ايڪنامڪس معيشيت جي بنيادي عنصرن جيئن واهپيدار ۽ ڪمپنيون،خريدار ۽ وڪرو ڪندڙن کي جانچي ٿي جڏهن تہ ميڪروايڪنامڪس

پوري معيشيت سان لاڳاپيل مسئلن کي واڪو ڪري ٿي.جيئن اقتصادي واڌ،روزگار ۽ مهانگائي.معيشيت جي ٻين رُخن ۾ مثبت اقتصاديات،اپلائيڊ اقصاديات،آرٿوڊوڪس اقتصاديات ۽ هيروڊوڪس اقتصاديات شامل آهن.

اقتصادي تجزيي لاءِ ضروري آهي تہ معيشيت جي سيني پاسن کي جانچيو وڃي جيئن واپار،فنانس،حڪومت،تعليم،ڏوهہ،خانداني مسئلا ،صحت جا قانون.سياست مذهب،سماجي ادارا ،جنگون ۽ ٽيڪنالاجي ۾ ترقي وغيره وغيره.اپلائيڊ ايڪنامڪس ۾ ڪيترين ئي شاخون ممڪن آهن.جيئن ثقافتي اقتصاديات، حفاظتي اقتصاديات، طبي اقتصاديات، حصيداري اقتصاديات، ترقياتي اقتصاديات، مالياتي اقتصاديات، انتظامي اقتصاديات، ڪاروباري اقتصاديات، صنعتي اقتصاديات، زرعي اقتصاديات، انجنيئرنگ اقتصاديات، هائوسنگ اقتصاديات، توانائي جي اقتصاديات، پبلڪ فنانس واري اقتصاديات، نيورو ايڪنامڪس، مذهبي اقتصاديات، قدرتي وسيلن جي اقتصاديات، انساني وسيلن جي اقتصاديات، مارڪيٽنگ جي اقتصاديات وغيره وغيره هر ماڻهو پاران پنهنجي عام زندگي ۾ اقتصادي ورتاءُ هجڻ باوجود اقتصاديات جو استعمال تمام گهٽ آهي.وڪٽوريا جي تاريخدان ۽ 19 هين صدي جي ٻين ڪيترن ئي محققن اقتصاديات کي پريشان ڪندڙ سائنس جو نالو ڏنو آهي.

انساني وسيلن جي اقتصاديات مارڪيٽنگ جي اقتصاديات وغيره وغيره هر ماڻهو پاران پنهنجي عام زندگي ۾ اقتصادي ورتاءُ هجڻ باوجود اقتصاديات جو استعمال تمام گهٽ آهي. وڪٽوريا جي تاريخدان ۽ 19 هين صدي جي ٻين ڪيترن ئي محققن اقتصاديات کي پريشان ڪندڙ سائنس جو نالو ڏنو آهي.

جڏهن ڪو اقتصادي ماهر فردن،ادارن يا قومن جي دولت وڌائڻ لاءِ ڪو اقتصادي ماڊل ٺاهي ٿو تہ اُن جي اُن ڪم کي آرٽس جي دائري ۾ ورتو ويندو آهي. اقتصادي ماهر کي ان وقت هڪ سائنسدان سڏيو ويندو آهي جڏهن هو عام طور تي مختلف تجربن جا تت ڪڍي ٿو يا وري ڪي نظريا جوڙي ٿو. فلسفو

،رياضي ۽ اسٽيٽسٽڪس اقتصادي ماهر کي نيا ماڊل ۽ تت ڪڍڻ لاءِ اوزار فراهم ڪن ٿا. اها حقيقت آهي تہ اقتصاديات پاران بيان ڪيل نظم و ضبط ۽ ڪڍيل نتيجن جو انگ طبيعاتي سائنس پاران فراهم ڪيل مواد کان گهٽ آهي.جيڪڏهن اسان اقتصاديات کي سماجي سائنس طور مڃي وٺون تہ پوءِ اسان کي اهو مڃڻو پوندو تہ هن سائنس جي سياسي استعمال معاشري ۽ ماڻهن جي زندگين کي تباهہ ڪندو آهي.اها هڪ عام ڳالهہ آهي تہ عوام لاءِ پاليسيون جوڙيندڙ اقتصادي نظرين کي استعمال ڪري هڪ مخصوص ايجنڊا تي عملدرآمد ڪرائين ٿا.

سماجي ايجنڊا تي عملدرآمد ڪرائڻ لاءِ اقتصاديات جو استعمال معاشي واڌ ،عام ڀلائي ۽ ترقي کي نقصان پهچائي ٿو.طبيعاتي سائنس ۾ اسين قدرت جي قانون،شمسي نظام،ڪشش ثقل،لاز آف مُوشن،روشني جي رفتار،مادي جون فطري خاصيتون ،ايٽمي ذرڙن جوڙجڪ،ڊي اين اي، ۽ انساني جينز کي سمجهون ٿا.اسان اهو يقين رکون ٿا تہ فطري قانون ۾ ڪي بہ رڪاوٽون نہ ٿيون بيهاري سگهجن. اقتصاديات کي سائنس طور مڃيندي اسين ان ڳالهہ تي يقين رکون ٿا تہ گهرج ۽ رسد جي قانون ،اگهن ۾ ڳجهي هٿ جو ڪردار،مقابلي جو رجحان ،تشبيهي قابليت،دولت جي واڌاري،مارڪيٽ جي توازن ۽ اقتصادي ورتاءُ بيان ڪندڙ ٻيا فطري قانون اقتصاديات کي بيان ڪرڻ لاءِ خدا پاران ٺاهيا ويا آهن.انسان کي انهن قاعدن ۾ مداخلت نہ ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ فطرت خلاف ويڙهہ سان هميشہ تباهي ايندي آهي.

اقتصاديات کي سائنس طور مڃيندي اسين ان ڳالهہ تي يقين رکون ٿا تہ گهرج ۽ رسد جي قانون ،اگهن ۾ ڳجهي هٿ جو ڪردار،مقابلي جو رجحان ،تشبيهي قابليت،دولت جي واڌاري،مارڪيٽ جي توازن ۽ اقتصادي ورتاءُ بيان ڪندڙ ٻيا فطري قانون اقتصاديات کي بيان ڪرڻ لاءِ خدا پاران ٺاهيا ويا آهن.انسان کي انهن قاعدن ۾ مداخلت نہ ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ فطرت خلاف ويڙهہ سان هميشہ تباهي ايندي آهي.

آئون مڃان ٿو تہ شمسي نظام اينٽم جي ذرڙن جي تخليق ۽ فطرت جي بين قانونن اقتصادي ورثاءُ کي جنم ورتو آهي.انسان انهن قانونن کي سمجهي ۽ استعمال ڪري فائدا حاصل ڪري سگهي ٿو پر انهن جي رستا روڪ ڪرڻ سان ڪڏهن بہ خوشحالي نہ ٿو ماڻي سگهي.آزاد خيال اقتصاديات کي سمجهڻ لاءِ اهو هڪ آسان طريقو آهي.

ايڊم سمٿ بار بار اهڙن سياسي گروهن کي تنقيد جو نشانو بڻايو آهي جيڪي سرڪاري ڪم ڪار ۾ اثر رسوخ ذريعي مداخلت ڪن ٿا.هن اهڙن گروهن کي مافيا جو نالو ڏنو آهي.هاڻ اُهي مفاد پرست ٽولن عالمي بينڪرن،هڪ هٽي ڪندڙن ،واپاري يونينز ۽ بين گروهن جي نالن سان سُڃاتا وڃن ٿا.اهي گروهہ گڏ جوڙ ڪري سياسي قانونسازي تي اثر انداز ٿي اقتصاديات جي فطري قانون ۾ رنڊڪون وجهن ٿا.

جيمز گوارٽني،رچرڊ اي اسٽروپ ۽ ڊائيٽ آر لي اقتصاديات کي آسان بڻائي عام ماڻهن لاءِ سهولت پيدا ڪئي آهي.هي ڪتاب نہ صرف ميڪرو ايڪنامڪس جي پاليسين جي ميڪنزم کي بيان ڪري ٿي پر هي ڪتاب مائيڪرو ايڪنامڪس ۾ فيصلا ڪرڻ ۽ ذاتي فنانس ۾ اقتصاديات جي غيرجانبدار استعمال بابت پڻ ٻڌائي ٿي.

جيتوڻيڪ هي ڪتاب بنيادي طور تي آمريڪي شهرين لاءِ لکيل آهي ۽ هن ڪتاب ۾ ڏنل سيئي مثال آمريڪا جي سياسي توڙي سماجي منظرنامي کي بيان ڪن ٿيون پر اهي مثال دنيا جي بين ملڪن جي ماڻهن کي شايد سمجهہ ۾ نہ اچن.خاص طور تي اُن ملڪ ۾ جتي لکين فقير معيشيت ۾ بنا ڪنهن حصيداري جي هڪ ايماندار صنعتڪار ۽ آبادگار کان وڌيڪ ڪمائين ٿا.۽ جتي خيرات ڏيندڙ اها خيرات مذهب جي نالي تي ڏيڻ تي مجبور آهن.ڪتاب جي اهم هجڻ باوجود اها ڪتاب پاڪستان ۽اُن جهڙي بين ملڪن ۾ ايسيتائين نہ ٿي اپنائي سگهجي جيسيتائين ان ڪتاب کي اتان جي مقامي شڪل نہ ڏني

وجي.اهي اقتصادي ورتاءُ هڪ اهڙي معيشيت ۾ ڪيئن سمجهائي سگهجن ٿا جتي مذهب جي نالي تي خودڪش بم ڌماڪا ٿين،برائي ذريعي مالدار ٿيڻ جي سوچ هجي،ڦرلٽ جو بازار گرم هجي،گداگري عروج تي هجي ۽ واپس نہ ڪرڻ جي نيت سان قرض ونجي.اُتي اقتصادي نظريا معاشي غير جانبداري ڪي ڪيئن بيان ڪري سگهندا جتي ناٽي جي منتقلي وچين طبقي جي فرد کان فقير تائين خوشحالي جي سوچ آڏار ڪئي وڃي ۽ جتي نوڪري حاصل ڪرڻ جي پيٽ ۾ ڦرلٽ ۽ گداگري ذريعي پيسو ڪمائڻ آسان هجي.

اهو ئي سبب آهي جو اصلي ڪتاب کي پاڪستاني ايڊيشن ۾ تبديل ڪيو ويو آهي،هن ڪتاب ۾ مختلف جاين تي پاڪستاني معيشيت جا مثال شامل ڪيل آهن.هن ڪتاب ۾ ڪراچي اسٽاڪ ايڪسچينج ۾ سيڙپڪار جو ورتاءُ،مالي خسارو،پاڪستان جا وڌندڙ قرض،گهٽ ۾ گهٽ اجرت جي شرح جي مقرري،وياج جي شرح ۾ وڌ کان وڌ حد جي مقرري،ڪنڊ لاءِقيمتن جي مقرري، بجلي، ريگيلوٽري ايجنسيون، پوليسٽر، اسٽيبل فائبر تي اينٽي ڊمپنگ ڊيوٽي،اعليٰ تعليمي ادارن لاءِ قرضن جي فراهمي،مشروبن تي ايڪسائيز ڊيوٽي ۽ ٻيا ڪيترا ئي ڪيس هن ايڊيشن ۾ پيش ڪيا ويا آهن تہ جيئن اهو سمجهائي سگهجي تہ پاڪستاني پاليسيون اقتصاديات جي فطري قانون ۾ ڪيئن رنڊڪ وجهن ٿيون.

هن ڪتاب ۾ ڪراچي اسٽاڪ ايڪسچينج ۾ سيڙپڪار جو ورتاءُ،مالي خسارو،پاڪستان جا وڌندڙ قرض،گهٽ ۾ گهٽ اجرت جي شرح جي مقرري، وياج جي شرح ۾ وڌ کان وڌ حد جي مقرري،ڪنڊ لاءِقيمتن جي مقرري،بجلي،ريگيلوٽري ايجنسيون،پوليسٽر، اسٽيبل فائبر تي اينٽي ڊمپنگ ڊيوٽي،اعليٰ تعليمي ادارن لاءِ قرضن جي فراهمي

هاڻوڪي ايڊيشن سيني مسئلن بابت آمريڪي لهجي کان هٽي ڪري مثال ۽ اقتصادي غير جانبداري کي بيان ڪري ٿي. مون کي اُميد آهي تہ هي ڪتاب پاڪستان سان گڏوگڏ افغانستان ۽ ڏکڻ ايشيائي ملڪن ۾ بہ استعمال

جوڳي هوندي .هي ڪتاب انهن ڪاروباري تعليم حاصل ڪندڙ شاگردن لاءِ پڻ استعمال جوڳي هوندي جن ڪي بنا ڪنهن سائنسي چار ۽ فلسفي تجزيي جي اقتصادي عملدرآمد جي ضرورت هوندي.

SFN ۽ EFN هن ڪتاب کي ڏکڻ ايشيائي لهجي ۾ تبديل ڪري بهترين ڪم ڪيو آهي.اُميد آهي تہ هي ڪتاب ماڻهن جي اقتصادي سوچ ۽ ورتاءُ کي تبديل ڪندي.

(ڊاڪٽر ايوب مهر)

ڪراچي:14 سيپٽيمبر 2010

# حصو پهريون
# اقتصاديات جا
# ڏهہ مک عنصر

1. فائدا اهميت رکن ٿا
2. هتي مفت ۾ ڪجھ بہ نٿو ملي
3. فيصلا واڌو فائدن تي ڪيا ويندا آهن
4. واپار اقتصادي ترقي ڪي هتي وڌائي ٿو
5. ڏيتي ليتي تي ايندڙ لاڳت واپار ۾ وڏي رڪاوٽ آهي.
6. منافعو ڪاروبار کي ناڻو وڌائڻ واري طريقن ڏانهن راغب ڪري ٿو.
7. ماڻهو ٻين جي مدد ڪري آمدن ڪمائين ٿا.

8. شروعاتي طور اقتصادي ترقي واپار، سيڙپڪاري، ڪم ڪرڻ جي بهتر طريقي ۽ بهتر اقتصادي ادارن سان ٺهي ٺهي سگهي ٿي.
9. مارڪيٽ جي اڳهن ۾ " ڳجهو هٿ" خريدار ۽ دوڪاندار ڪي عام ڀلائي طرف مائل ڪري ٿو.
10. ڪنهن به عمل جي ڊگهي عرصي واريون حالتون يا اُن جي ثاني اثرن کي نظرانداز ڪيو وڃي ٿو.

## تعارف

هڪ آزاد مارڪيٽ واري معيشت ۾ انفرادي پسند اسانجي زندگي تي تمام گهڻو اثر انداز ٿئي ٿي. ساڳي ريت جيئن ووٽر يا شهري قانون جي جوڙ جڪ تي اثر انداز ٿين ٿا. ان ڪري پنهنجي ۽ سيني لاءِ ڪنهن به شئي جو انتخاب ڪرڻ لاءِ انساني ورتاءُ جي بنيادي اصولن کي ذهانت سان سمجهڻ ضروري آهي. ان ڪري اقتصاديات جو ڪم انساني فيصلي ڪرڻ جي سگهہ تي اثر انداز ٿيندڙ طاقتن کي بيان ڪرڻ آهي.

ان ڪري پنهنجي ۽ سيني لاءِ ڪنهن به شئي جو انتخاب ڪرڻ لاءِ انساني ورتاءُ جي بنيادي اصولن کي ذهانت سان سمجهڻ ضروري آهي. ان ڪري اقتصاديات جو ڪم انساني فيصلي ڪرڻ جي سگهہ تي اثر انداز ٿيندڙ طاقتن کي بيان ڪرڻ آهي.

هيٺ اقتصادي تجزئي جا ڏهہ اهم عنصر بيان ڪيا ويا آهن جيڪي اهو ٻڌائين ٿا تہ اسان جي معيشت ڪيئن ڪم ڪري ٿي. پڙهندڙ ان ڳالهہ کان واقف ٿيندو تہ اگهن جي اهميت ڇا هوندي آهي، قيمت جي صحيح معنيٰ ۽ واپار ذريعي هم آهنگي ڪيئن آڻي سگهجي ٿي. هن وقت تائين معيشيت کي ڏنل وقت مان جيڪي خاص شيون هن ڇاپي ۾ شامل ڪيون ويون آهن اُن ڄاڻ ذريعي اقتصاديات ۾ ان جي بهتر استعمال سان فائدا حاصل ڪري سگهجن ٿا.

### 1. فائدا اهميت رکن ٿا.

اقتصاديات مڪمل طور هڪ آسان اصول تي جُڙيل آهي.جنهن کي فائدن جي اهميت وارو اصول سڏيو وڃي ٿو.ماڻهن کي متبادل فائدا ڏيڻ سان اُنهن جي روين ۾ تبديليون اچن ٿيون. فائدن کي سمجهڻ ان کري تمام گهڻو ضروري آهي ڇاڪاڻ ته ان سان ماڻهن بابت اهو ڄاڻي سگهجي ٿو ته اُهي ڪهڙن فائدن هيٺ ڪهڙيون شيون ڪري سگهن ٿا پوءِ اُهي فائدا گهريلو فيصلن کان وٺي سيڪيورٽي مارڪيٽس ۽ عالمي واپار تائين ڇو نه هجن.

يقينن هڪ مارڪيٽ ۾ خريدار ۽ دڪاندار پنهنجا رويا به فائدن جي حساب سان تبديل ڪن ٿا.جيڪڏهن ڪو خريدار ڪا شيءِ وڌيڪ مقدار ۾ خريد ڪرڻ چاهيندو ۽ دڪاندار کي اها شيءِ مهيا ڪرڻ جي سگهه هوندي ته هو ان خريدار جي شيءِ خريد ڪرڻ جي اهميت کي سمجهندي ان حساب سان ان جو اگهه به وڌائي ڇڏيندو.جيئن اگهه وڌندو تيئن ئي دڪاندار جو ان شيءِ يا ان خدمت کي وڪرو ڪرڻ جو چاهه وڌندو.ان ريت وڌيڪ قيمت وڌيڪ وڪري ذريعي دڪاندار کي وڌيڪ فائدو پهچائيندي.

جيڪڏهن ڪو خريدار ڪا شيءِ وڌيڪ مقدار ۾ خريد ڪرڻ چاهيندو ۽ دڪاندار کي اها شيءِ مهيا ڪرڻ جي سگهه هوندي ته هو ان خريدار جي شيءِ خريد ڪرڻ جي اهميت کي سمجهندي ان حساب سان ان جو اگهه به وڌائي ڇڏيندو.

جيڪڏهن ساڳي شيءِ خريدار جي حوالي سان ٿئي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟جيڪڏهن قيمتون تمام گهٽيون هونديون ۽ خريدار گهٽ هوندا ته پنهنجو اسٽاڪ کپائڻ لاءِ دڪاندار کي اگهه گهٽائڻا پوندا.قيمتون گهٽ ٿيڻ سان وڌيڪ ماڻهو اُن شيءِ جي خريداري طرف مائل ٿيندا ۽ ان سان شيون ٺاهيندڙن کي به شين جي پيداواري قيمت گهٽائڻ بابت سوچڻو پوندو جنهن سان اُهي شيون گهٽ منافعي تي وڪرو ڪري سگهنديون.۽ ان سان خريدار جي چاهه موجب رقم خرچ ٿيندي ۽ دڪاندار جي چاهه موجب شيون وڪرو ٿينديون.

اهو سچو عمل هڪ دم سان نہ ٿيندو پر ان ۾ خريدار کي دڪاندار کان اگهن جي گهٽتائي کي يقيني بڻائڻ ۾ وقت لڳندو ۽ ساڳي ريت شيون ٺاهيندڙ يا تہ مارڪيٽ ۾ رسد جو مقدار وڌائيندا يا وري پنهنجي پيداوار گهٽ ڪندا.آمريڪا ۾ 70 واري ڏهاڪي ۾ خريدارن ۽ وڪرو ڪندڙن جو تيل جي اگهن ۾ تبديلي بابت ردعمل ان شيءِ کي ظاهر ڪري ٿو تہ فائدن جي اهميت ڇا آهي ۽ ان ۾ وقت جو ڪيترو ڪردار آهي.1970 ع ۾ تيل جا اگهہ تيزي سان وڌي رهيا هئا جنهن جي نتيجي ۾ مسافرن غير ضروري سفر ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ لڳا.۽ اُنهن وڏين گاڏين بدران ننڍين ۽ گهٽ تيل تي هلندڙ گاڏين جو استعمال شروع ڪيو جنهن سان تيل جي کپت گهٽجڻ لڳي.

ساڳئي وقت تيل ڪمپنين تيل جي ڳولا لاءِ ڪوٺائي تيز ڪئي ۽ ساڳين ڪوهن مان وڌيڪ تيل حاصل ڪرڻ لاءِ جديد طريقا پڻ اختيار ڪيا .1980 جي شروعات ۾ تيل جي رسد ايتري تہ وڌي وئي جو تيل ڪمپنين حاصل ڪيل تيل کي کپائڻ لاءِ پنهنجا اگهہ گهٽائي ڇڏيا.اگهن ۾ گهٽتائي وارو رجحان 1980 ۽ 1990 واري ڏهاڪي ۾ برقرار رهيو ۽ صارف تيل جي ڪرندڙ اگهن کي ڏسي هڪ ڀيرو ٻيهر تيل جو استعمال وافر مقدار ۾ ڪرڻ لڳا. ان جي نتيجي ۾ هو SUV ۽ وڏين گاڏين کي استعمال ڪرڻ لڳا.تيل جا اگهہ گهٽ هجڻ سبب اُنهن گاڏين جو استعمال سستو لڳڻ لڳو.پر جيئن 2004 ۾ تيل جي اگهن ۾ ڪجهہ واڌ ٿي تہ اُتي وڏين گاڏين جي خريد پڻ گهٽجڻ لڳي ڇاڪاڻ تہ وڏين گاڏين جا خريدار اگهن ۾ واڌ تي رد عمل ڏيکارڻ لڳا.

ان جي نتيجي ۾ هو SUV ۽ وڏين گاڏين کي استعمال ڪرڻ لڳا.تيل جا اگهہ گهٽ هجڻ سبب اُنهن گاڏين جو استعمال سستو لڳڻ لڳو.پر جيئن 2004 ۾ تيل جي اگهن ۾ ڪجهہ واڌ ٿي تہ اُتي وڏين گاڏين جي خريد پڻ گهٽجڻ لڳي ڇاڪاڻ تہ وڏين گاڏين جا خريدار اگهن ۾ واڌ تي رد عمل ڏيکارڻ لڳا.

فائدا سياسي چاهہ تي بہ اثر انداز ٿين ٿا.ووٽ ڏيندڙ ۽ ڪنهن شاپنگ مال مان خريداري ڪندڙ جو رويو تقريبن ساڳيو ئي هوندو آهي.عام طور تي ماڻهو اُنهن سياستدانن کي ووٽ ڏين ٿا جيڪي کين ذاتي فائدا پهچائي.ساڳي ريت ماڻهو ان اُميدوار جي مخالفت ڪندا جنهن کي ووٽ ڪرڻ جي قيمت فائدا حاصل ڪرڻ واري قيمت کان گهٽ هوندي.مثال طور تي ڪراچي،لاهور ۽ اسلام آباد ۾ ووٽرز اُن پارٽي کي ووٽ نہ ڏيندا جيڪا پراپرٽي ٽيڪس وڌائي يوڏ سٽيل علائقن لاءِ وڏيڪ فنڊ گڏ ڪرڻ جي حق ۾ هوندي.

فائدن کان علاوهہ پيو ڪو بہ رستو نہ ٿو بچي چاڪاڻ تہ اهو انساني فطرت جو هڪ حصو آهي جيئن سوشل ازم ۽ ڪيپيٽل ازم ۾ فائدن جي اهميت هوندي آهي.جيئن اڳوڻي سوويت يونين ۾ شيشو ناهيندڙ ڪمپنين جي مينيجرز ۽ عملي کي شيشي جي پيداوار جي حساب سان فائدا ڏنا ويندا هئا چاڪاڻ تہ اُنهن جي آمدن شيشي جي وزن تي پاڙيندي هئي.جيئن ڪجهہ ڪمپنيون شيشي جون شيٽون ايتريون تہ ٿُلهيون ناهيندا هئا جن مان مشڪل سان ڪو ڏسي سگهندو هجي.قانون ۾ تبديلين سبب مينيجرز کي شيشي جي چورس ميٽر پيداوار جي حساب سان فائدا ڏنا ويندا هئا.سوويت قانون موجب ڪمپنيون سنهو شيشو ناهڻ لڳيون جيڪو آساني سان ٽٽي پوندو هو.

ڪجهہ ماڻهو سمجهن ٿا تہ فائدا صرف لالچي ماڻهن لاءِ اهميت رکن ٿا.ماڻهو مختلف ڪارڻن جي حساب سان ورتاءُ ڪن ٿا.ڪي لالچي تہ ڪي وري سخي هوندا آهن.بنهي جو چاهہ ذاتي قيمتن ۽ فائدن موجب تبديل ٿيندو رهي ٿو.مثال طور جيئن ڪو لالچي يا نيڪ انسان ڪنهن ٻار کي ٽي فٽ گهري سوئمنگ پول مان بچائڻ يا وري سنڌو درياءُ ۾ ٻُڏڻ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.ٻئي ماڻهو هڪ ضرورتمند کي بچائڻ لاءِ پنهنجن بهترين ڪپڙن جي پرواهہ ڪئي بنا پنهنجو هٿ مدد لاءِ وڌائين ٿا.

جيتوڻيڪ ڪنهن به شخص عام ڀلائي واري ادارن جو مذهبي-سياسي جماعتن سان لالچ سبب واسطو هجڻ جو الزام نه لڳايو هوندو پر اُنهن جي ذاتي چاهه يقينن فائدن کي ضرور ذهن ۾ رکيو هوندو.جڏهن اهي ادارا ضرورت مند ماڻهن لاءِ مختلف شهرن ۾ اسپتال قائم ڪن ٿا ته اُتي اُنهن کي اسپتالون ۽ اسڪول هلائڻ لاءِ تمام گهڻو پيسو خرچ ڪرڻو پوي ٿو جيڪو ڪنهن به جماعت ذريعي پاڪستان ۾ خرچ ڪرڻ قانون جي ابتڙ آهي.انهن ادارن پنهنجا منصوبا ختم ڪري ڇڏيا پر اهو فيصلو انهن جي غريبن جي مدد واري اصول تي اثرانداز نه ٿيو.پر ائين ڪرڻ سان فائدا پهچائڻ ۾ ضرور تبديلي آندي وئي.جڏهن پاڪستان ۾ اسپتال هلائڻ جي قيمت تمام وڏي وئي ته اُنهن اسپتالن بدران ڪجهه ٻيا منصوبا متعارف ڪرائڻ جو سوچيو.فائدن ۾ تبديلي هر شخص جي چاهه تي اثر انداز ٿئي ٿي پوءِ ڀلي اسان لالچي هجون پر تبديلي سبب اسان کي ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻو پوي ٿو.

## ٽيڪنالاجي جا فائدا ۽ نجي شعبو

جڏهن پاڪستان ۾ موبائل فون ٽيڪنالاجي موجود نه هئي ته اُتي ڪنهن به شخص کي فون ڪنيڪشن لاءِ 20 سال انتظار ڪرڻو اسين ان قسم جي گهٽ قيمت واري ٽيڪنالاجي ۾ تحقيق ۽ ترقي ڏيارڻ ۾ نجي شعبي کي نظر انداز نه ٿا ڪري سگهون.۽ گذريل ٻن صدين ۾ ايجاد ۾ نجي شعبي جو ڪردار تمام اهم آهي.مشهور چوڻي "ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي" ان طلب کي ظاهر ڪري ٿي جيڪا ڪاروباري حلقن ۾ اهميت رکي ٿي.اُهي ڪاروباري ادارا تحققيق ۽ ترقي ذريعي اُنهن شين ۽ خدمتن کي کوجي رهيا آهن جيڪي ماڻهن جي ضرورت آهن.فطري طور تي ان عمل سان سيڙپڪارن ۽ ايجاد ڪندڙن لاءِ ناڻو

پيدا ٿئي ٿو ۽ عام ماڻهن کي سهولتون ملن ٿيون. پوندو هو پر موبائل فون اچڻ سان اهو مسئلو حل ٿي ويو.هن وقت ترت بنيادن تي ۽ سستي اگهن تي فون ڪنيڪشن دستياب آهن.ڇا اهو صرف ٽيڪنالاجي ۾ جدت سبب ٿيو آهي يا وري ان ڪاروبار ۾ نجي شعبي جي هجڻ سبب ؟

## انفرادي ماليت ۽ دولت جي پيداوار

ادارتي ڪمزوريون ناڻي جي پيداوار ۾ ڪيئن ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون،پاڪستان جي تناظر ۾ هن کي ان ريت سمجهي سگهجي ٿو تہ سڄي ملڪ مان ماڻهن جي لڏپلاڻ ۽ آبادي جي وڌندڙ دٻاءُ سبب عام طور تي ڪراچي ۾ ريئل اسٽيٽ مارڪيٽ جا اگهہ عروج تي هوندا آهن.جيتوڻيڪ جائيداد جي رجسٽري يا اُن جو قبضو حاصل ڪرڻ تمام گهڻو مشڪل هوندو آهي.هتي لينڊ مافيا جائيداد تي قبضي جو ڪم ڪن ٿيون جڏهن تہ مقامي انتظاميہ ۽ عدالتون گهٽ اختيار هجڻ سبب غيرقانوني قبضو ختم نہ ٿيون ڪرائي سگهن.ڪيترا ئي غيرقانوني گروهہ سياسي سرپرستي هيٺ ڪم ڪن ٿا ان ڪري ريئل اسٽيٽ جي شعبي ۾ سيڙپڪاري ذريعي دولت ٺاهڻ جي شرح گهٽ آهي ،ساڳي ريت ماڻهو ڪاپي رائيٽس،پيٽنٽس ۽ ٻين طريقن ذريعي پنهنجي ڪاروبارکي رجسٽر ڪرائين ٿا.جيڪڏهن جائيداد جا جائز حق فائدن ۾ تبديل نہ ٿي سگهندا تہ دولت بہ نہ ٺهي سگهندي.اهو صرف فردن لاءِ نہ پر قومي دولت تي بہ اثر انداز ٿئي ٿو ڇاڪاڻ تہ فردن جي دولت گڏجي قومي دولت بڻجي ٿي.

جيتوڻيڪ جائيداد جي رجسٽري يا اُن جو قبضو حاصل ڪرڻ تمام گهڻو مشڪل هوندو آهي.هتي لينڊ مافيا جائيداد تي قبضي جو ڪم ڪن ٿيون جڏهن تہ مقامي انتظاميہ ۽ عدالتون گهٽ اختيار هجڻ سبب غيرقانوني قبضو ختم نہ ٿيون ڪرائي سگهن.

## 2. هتي مفت ۾ ڪجهه بہ نٿو ملي

اسان جي گرهہ تي زندگي جي حقيقت اها آهي تہ هتي پيداواري وسيلا محدود آهن.جڏهن تہ *شين ۽ خدمتن لاءِ انساني خواهشون لامحدود آهن.*ڇا توهان حج ۽ عمرو ڪرڻ پسند ڪندئو،پنهنجو پيسو پنهنجي مالياتي مستقبل ڪي بچائڻ لاءِ يا ڌيءُ جي شادي جو خرچ برداشت ڪرڻ لاءِ بچائيندئو؟زندگي جا عيش،تفريح ۽ سفر بابت ڇا خيال آهي؟ڇا توهان پنهنجي نئين ڪار هلائڻ جو خواب ڏسو ٿا؟اسان مان ڪيترا ئي ماڻهو اهي سڀ شيون ۽ ٻين ڪيترين ئي شين جي خواهش رکن ٿا.جڏهن تہ اسان وسيلنِ جي محدود هجڻ سبب مجبور آهيون ۽ وقت بہ محدود آهي.

ڇاڪاڻ تہ اسان پنهنجي چاهہ موجب ڪا بہ شي وافر مقدار ۾ حاصل نہ ٿا ڪري سگهون ان ڪري اسان کي متبادل چونڊ ڪرڻي پوي ٿي پر وسيلن جي استعمال سان ---وقت ،ذهانت۽ شيون فطري هجن يا انسان جون نهيل.---هڪ شيءِ جي موجودگي ٻي شيءِ جي موجودگي کي گهٽ ڪري ٿي.ان حوالي سان اقتصادي ماهرن جي مشهور چوڻي آهي تہ "هتي مفت ۾ ڪجهه بہ نہ ٿو ملي".ڪيترا ئي ريسٽورينٽ اهو اشتهار ڏين ٿا تہ وڏن جي ڪاڌي جي صورت ۾ ٻار مفت ۾ ڪائيندا---ٻين لفظن ۾ حقيقي طور تي ڪا بہ شيءِ مفت ۾ نہ هوندي.گهر جو سربراهہ وڏن جي ڪاڌي سان گڏوگڏ ٻارن جا پيسا بہ ڀري رهيو هوندو آهي ڇاڪاڻ تہ "هتي مفت ۾ ڪجهه بہ نہ ٿو ملي".۽ اسان کي ڪا شيءِ خريد ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٻي شيءِ جي قرباني ڏيڻي پوي ٿي.قرباني اها قيمت آهي جيڪا ڪنهن شيءِ يا خدمت حاصل ڪرڻ جي صورت ۾ هوندي آهي.خريدار ۽ دڪاندار ٻئي اها قيمت ادا ڪري رهيا هوندا آهن.

۽ اسان کي ڪا شيءِ خريد ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٻي شيءِ جي قرباني ڏيڻي پوي ٿي.قرباني اها قيمت آهي جيڪا ڪنهن شيءِ يا خدمت حاصل ڪرڻ جي صورت ۾ هوندي آهي.خريدار ۽ دڪاندار ٻئي اها قيمت ادا ڪري رهيا هوندا آهن.

هڪ خريدار جي حيثيت ۾ ڪنهن شيءِ جي قيمت اسان جي خواهش پوري ڪرڻ جي صورت ۾ اسان کي ٻي ڪنهن شيءِ جي شڪل ۾ ملي ٿي.جيڪڏهن اسين قيمتن جو خيال نہ رکون تہ اسين پنهنجا سيئي وسيلا غير ضروري شين تي استعمال ڪري ڇڏيندا سين .اُهي شيون جن جا فائدا ٻين جي ڀيٽ ۾ گهٽ هوندا.

شيون ٺاهيندڙ پڻ قيمت ادا ڪري رهيا هوندا آهن---وسيلن جي اها قيمت جيڪا ڪنهن شيءِ يا خدمت فراهم ڪرڻ جي صورت ۾ ايندي آهي.وسيلن جوا ستعمال لوهہ،ٽامو ۽ گهر ٺاهڻ لاءِ سرن جي شڪل ۾ هوندو آهي.مثال طور ٻي ڪنهن شيءِ ٺاهڻ بدران انهن شين جي پيداوار جيئن اسپتال ۽ اسڪول. پيداواري قيمت ان صورت ۾ وڏيڪ هوندي آهي جڏهن اسين وسيلا ٻين شين تي استعمال ڪري ڇڏيندا آهيون.جڏهن صارف ڪنهن اهم وسيلا ٻي شڪل ۾ استعمال ڪرڻ چاهين ٿا تہ اُهي اُنهن جي ٻولي لڳائين ٿا.پر ساڳئي وقت شيون ٺاهيندڙ اُنهن مان ڪجهہ وسيلن کي ساڳي ريت ئي استعمال ڪن ٿا.شيون ٺاهيندڙن کي شين جي رسد هميشہ پنهنجي پيداواري قيمت کان وڏيڪ اگهہ تي رکٽي هوندي آهي نہ کي گهٽ اگهن تي.ان فائدي جو مطلب آهي تہ شيون ٺاهيندڙ اُهي شيون مارڪيٽ ۾ آڻيندا جن جي اهميت خريدارن آڏو وڏيڪ هوندي.

پيداواري قيمت ان صورت ۾ وڏيڪ هوندي آهي جڏهن اسين وسيلا ٻين شين تي استعمال ڪري ڇڏيندا آهيون.جڏهن صارف ڪنهن اهم وسيلا ٻي شڪل ۾ استعمال ڪرڻ چاهين ٿا تہ اُهي اُنهن جي ٻولي لڳائين ٿا.پر ساڳئي وقت شيون ٺاهيندڙ اُنهن مان ڪجهہ وسيلن کي ساڳي ريت ئي استعمال ڪن ٿا.شيون ٺاهيندڙن کي شين جي رسد هميشہ پنهنجي پيداواري قيمت کان وڏيڪ اگهہ تي رکٽي هوندي آهي نہ کي گهٽ اگهن تي.

# اسلامي بينڪاري نظام ۾ پيسا رکي گهڻ منافعي ڪي ترجيح ڏيڻ

اها ڳالهه ڏيان طلب آهي ته اسلامي بينڪاري نظام ۾ پيسا رکڻ يا روايتي بينڪاري نظام ۾ پيسا رکڻ هڪ ئي ڳالهه آهي پر ائين ڪڏهن به نه ٿيو آهي ته اسلامي بينڪاري نظام ۾ پيسا رکندڙن کي روايتي بينڪاري نظام کان به وڌيڪ منافعو مليو هجي.ان حقيقت جي باوجود ته ماڻهن جو وڏو انگ پنهنجي بچت اسلامي بينڪاري نظام ۾ رکڻ کي ترجيح ڏيندا آهن چاڪاڻ ته مذهبي دانشور ان طريقي سان منافعي ڪمائڻ کي حلال قرار ڏين ٿا.ان طرح جون ڪيتريون ئي مشڪلاتون ۽ نامڪمل طريقا پاڪستان ۽ ٻين ترقي پذير ملڪن جي معيشيت ۾ آساني سان ڏسي سگهجن ٿا.اهو سوچڻ ته "حُب الوطن ٿيو ۽ پاڪستاني شيون خريد ڪيو" ۽ "اسلامي طريقا اپنايو ۽ اسلامي بينڪ ۾ پيسا رکي گهڻ منافعو ڪمايو " جهڙا ڪيترا ئي مثال اهڙن عملن کي ظاهر ڪن ٿا جتي اقتصادي آزادي صحيح نموني ڪم نه ٿي ڪري سگهي.

يقينن ڪنهن فرد کي يا فردن کي ڪا به شيءِ مفت ۾ ڏئي سگهجي ٿي پر ٻيو ڪو شخص اُن جي قيمت ادا ڪري ٿو.ائين ڪرڻ سان قيمتون منتقل ٿي وڃن ٿيون پر گهٽ نه ٿيون ٿين.سياستدان عام طور تي "مفت تعليم"،"مفت طبي سهولتون"يا "مفت گهر ڏاهي ڏيڻ" جي ڳالهه ڪن ٿا پر حقيقت ۾ اهو سڀ هڪ دوکو هوندو آهي.اهي شِيون مفت ۾ ناهن ملنديون.محدود وسيلا انهن سيني شين جي پيداوار لاءِ استعمال ٿين ٿا.عمارتون، مزدور ۽ ٻيا وسيلا جتي اسڪول ڏاهڻ لاءِ ڪم اچن ٿا اُتي ساڳيا ئي وسيلا کاڌوخوراڪ جون وڌيڪ شيون،ماحولياتي حفاظت يا طبي سهولتن لاءِ استعمال ڪري سگهجن ٿا.اسڪول جي قيمت اُنهن ٻين شين جي بدلي ملي ٿي جيڪي اسڪول نهڻ جي صورت ۾ نه ٿيون نهي سگهن.حڪومتون قيمت کي منتقل ڪري سگهن ٿيون پر اُنهن کي نظرانداز نه ٿيون ڪري سگهن.

## اقتصاديات ۽ اخلاقيات آمهون سامهون

"رنگ اسپننگ فريم" ڪپڙو ٺاهيندڙ مشيني نظام جو هڪ حصو آهي ۽ پاڪستان ان حصي جي وڏن درآمد ڪندڙن مان هڪ آهي.پاڪستان جي اسپننگ واري صنعت دنيا جي ٽين وڏي صنعت آهي ان ڪري رنگ اسپننگ فريم جي پاڪستان ۾ وڏي پيماني تي ضرورت پوي ٿي.1990 جي آخر ۾ پاڪستان جي بين الاقوامي هوائي سروس اهو حصو مقامي طور تي ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو .اتي اها ڳالهہ ڌيان طلب آهي تہ پي آءِ اي وٽ اهو اوزار ٺاهڻ جي صلاحيت آهي.اُنهن ڪپڙي جي صنعت ڪي اهو عرض ڪيو تہ هو اُهو اوزار باهر ملڪ مان گهرائڻ بدران مقامي مارڪيٽ مان خريد ڪن.واضع رهي تہ ان ۾ قيمت يا خاصيت جي حوالي سان ڪي بہ فائدا نہ ڏنا ويا هئا.مقامي طور تي ٺاهيل رنگ اسپننگ فريم ٻاهران گهرايل فريم کان سستو بہ نہ هو.ان کان علاوه ان جي خاصيت بہ مقامي صنعت ڀاران ان کان اڳ پرکي نہ وئي هئي.پي آءِ اي ٽيم ڀاران صرف ان ڳالهہ تي زور ڏنو ويو تہ "پاڪستاني ٿيو ۽ پاڪستاني شيون خريد ڪيو".آخرڪار نتيجو ڇا نڪتو؟يقينن اهو خيال ناڪام ويو ۽ ڪپڙي جي انڊسٽري اڄ بہ اهو اوزار سوئٽزرلينڊ مان گهرائي ٿي.

مقامي طور تي ٺاهيل رنگ اسپننگ فريم ٻاهران گهرايل فريم کان سستو بہ نہ هو.ان کان علاوه ان جي خاصيت بہ مقامي صنعت ڀاران ان کان اڳ پرکي نہ وئي هئي.پي آءِ اي ٽيم ڀاران صرف ان ڳالهہ تي زور ڏنو ويو تہ "پاڪستاني ٿيو ۽ پاڪستاني شيون خريد ڪيو".آخرڪار نتيجو ڇا نڪتو؟يقينن اهو خيال ناڪام ويو ۽ ڪپڙي جي انڊسٽري اڄ بہ اهو اوزار سوئٽزرلينڊ مان گهرائي ٿي.

وقت گذرڻ سان گڏوگڏ ماڻهو ان ڳالهہ کان بہ واقف ٿيندا ويا تہ محدود وسيلن کي گهربل شين ۽ خدمتن جي پيداوار لاءِ ڪيئن بهتر نموني استعمال ڪري سگهجي ٿو.گذريل اڍائي سو سالن دوران اسان محدود وسيلن کي قابو ڪري پنهنجي زندگي کي بهتر بڻائڻ جي قابل ٿي ويا آهيون.جيتوڻيڪ ان سان

بنيادي نقطو تبديل نہ ٿو ٿئي.اسان اڄ بہ محدوديت جي حقيقت کي منهن ڏئي رهيا آهيون.ڪنهن بہ هڪ شيءِ جي پيداوار لاءِ وڏيڪ مزدورن ،مشينن ۽ معدنيات جوا ستعمال اسان کي اُنهن ٻين شين جي پيداوار جيڪي ساڳين وسيلن مان ٺاهي سگهجن ٿا، تان هٿ ڪڻائڻ تي مجبور ڪري ٿو.

## 3.فيصلا واڌو فائدن تي ڪيا ويندا آهن

جيڪڏهن اسين پنهنجي وسيلن مان وڌ کان وڌ فائدا حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا تہ اسان کي اُهي قدم کڻڻا پوندا جن سان فائدا قيمتن کان وڏيڪ هجن ۽ اسان کي وڏيڪ پيداواري قيمت واري فيصلن کان پري رهڻو پوندو.مثال طور جيڪڏهن ڪو خاندان گهر خريد ڪرڻ چاهي ٿو تہ اُنهن کي شروعاتي قيمت (ڊائون پيمينٽ) لاءِ بچت سان گڏوگڏ وڏيڪ پيسا ڪمائڻ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪرڻو پوندو ۽ پنهنجي تفريحي ۽ ٻاهر کاڌوخوراڪ جا خرچ گهٽائڻا پوندا.هاءِ اسڪول جا شاگرد جيڪي ڪاليج وڃڻ چاهين ٿا اُهي وڊيو گيمز بدران گهڻو وقت پڙهائي کي ڏيندا تہ اُهي ڪاليج وڃي سگهندا.ائين نہ ڪرڻ جي صورت ۾ اُهي ڪاليج جو خيال ڪرڻ بدران پنهنجو وقت انهن شين ۾ ضايع ڪندا.قيمتن ۽ منافعي جي توازن لاءِ فردن،ڪاروبار ۽ سموري معاشري لاءِ اهو ضروري هوندو آهي .عام طور تي هر شيءِ جي چونڊ عين وقت تي ڪئي ويندي آهي.ان جو مطلب تہ هو هميشہ سيني فيصلن يا ڪجهہ بہ نہ ڪرڻ لاءِ هلندڙ حالتن مان ڪٽ ۽ جوڙ ۾ رُڌل رهن ٿا.هتي جوڙ جو مطلب وڌ ۾ وڌ جو نعم البدل آهي .هتي اهو پُڇي سگهجي ٿو تہ ڪا بہ شيءِ خريد ڪرڻ يا ناهڻ جي "مارجينل (يا واڌو)"قيمت ڇا آهي؟منافعي وارا فيصلا ننڍيون يا وڏيون تبديليون آڻي سگهن ٿا.هڪ وڏيڪ مقدار ڪا نئين شرٽ،ڪو نئون گهر.نئين فيڪٽري يا وري اُن وقت جو خرچو تي سگهي ٿو.اِهي سيئي فيصلا ان ڪري منافعي بخش آهن ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ واڌو قيمت يا واڌو فائدا موجود آهن.

اسين سڀ ڪجهہ حاصل ڪرڻ يا ڪجهہ بہ نہ وٺڻ جا فيصلا نہ ڪندا آهيون جيئن ڪاڏو ڪائڻ يا ڪپڙا پائڻ وچ ۾--يا اُگهاڙو ٿي ڪائڻ تہ جيئن اسان ڪاڏو ڪائي سگهون. بجاءِ ان جي جو اسان ڪجهہ وڌيڪ ڪاڏي ڪائڻ لاءِ ڪجهہ گهٽ ڪپڙا خريد ڪيون يا وري ڪا ٻي شيءِ. فيصلو ڪرڻ وقت اسان ڪاڏي يا ڪپڙن جي هڪ ٿي قدر نتا لڳائي سگهون. پر اسان ٻنهي جي واڌو يا وڌ ۾ وڌ مطمئن ڪندڙ قدر جو ڪاتو لڳائي سگهون.ڪو بہ نئون ڪاروبار شروع ڪندڙ صنعتڪار يا تہ پنهنجي صنعت جي مرحليوار فائدن(مثال طور وڪري ذريعي ناڻي جو ڪاتو) ڪي  حاصل ڪرڻ لاءِ مرحليوارگهٽ پيداواري قيمت (نئين عمارت جي تعمير تي خرچ ايندڙ رقم)بابت سوچيندو.جيڪڏهن ائين نہ آهي تہ شايد هو پنهنجي پاڻ ڪي نئين فيڪٽري بدران ائين ٿي بهتر سمجهي.

مرحليوار فيصلن سان سياسي طور ڪنيل قدم پڻ ظاهر ٿين ٿا.جيڪڏهن حڪومت آب و هوا کي صاف رکڻ لاءِ ڪو فيصلو ڪندي تہ ان سان گڏوگڏ هو ان ڳالهہ جو پڻ اندازو لڳائيندي تہ ان ڪم لاءِ ڪيتريون ڪوششون گهربل هونديون.جيڪڏهن اهو پُڇجي تہ ماحولياتي آلودگي ڪيتري گهٽ هجڻ گهرجي تہ ان جي جواب ۾ ڪو ماڻهو چوندو تہ نہ هجڻ گهرجي ۽ ڪو وري چوندو تہ بالڪل ٿوري هجڻ گهرجي.ووٽنگ دوران ٻئي ووٽر ان طريقن سان ووٽ ڪري سگهن ٿا.پر مارجينل ازم جي نظريي تحت آلودگي ۾ گهٽتائي وڌيڪ ضايع ٿيل شين کي ختم ڪرڻ ۾ هوندي.

جڏهن ماحولياتي آلودگي تمام گهٽي هجي تہ اُن کي گهٽ ڪرڻ جا طريقا ڪيترا ٿي واڌو ٿي سگهن ٿا ۽ ان صورتحال ۾ گهٽ قيمت لاڳو ٿيندي.جيئن جيئن ماحولياتي آلودگي گهٽ ٿيندي تہ اُن جي واڌو فائدي ۾ پڻ گهٽتائي ايندي.مثال طور اسان تمام وڏا جبل ڏسي سگهندا سين پر اهو ايترو فائديمند نہ هوندو جيترو اسان لاءِ ساهہ کڻڻ فائديمند آهي.جتي اسان آلودگي جو خاتمو آڻيندا سين يا اُن کي بالڪل ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا سين تہ اُتي اُن جو واڌو فائدو پڻ ختم ٿي ويندو.

جيئن جيئن آلودگي ۾ گهٽتائي ايندي تيئن ئي اُن تي خرچ ٿيندڙ واڌو رقم ۾ واڌارو ٿيندو.ان صورتحال ۾ واڌو رقم، آلودگي ڪي وڌيڪ گهٽ ڪرڻ لاءِ خرچ بدران قرباني جي شڪل اختيار ڪندي.ٻي پاسي آلودگي ڪي ختم ڪرڻ جو واڌو فائدو. اهو هوندو تہ آب و هوا وڌيڪ صاف ٿيندي.هڪ ڀيرو جڏهن آب وهوا بالڪل صاف ٿيندي تہ اُن تي خرچ ايندڙ وڌيڪ رقم اُن جي قدر بدران زيان ۾ بدلجي ويندي.

آلودگي بابت وڌيڪ مثال ان ريت بہ ڏئي سگهجي ٿي تہ جيڪڏهن ماحولياتي آلودگي سبب 10 ڪروڙ روپين جو نقصان ٿي رهيو آهي ۽ اُن کي گهٽائڻ لاءِ صرف 10 لک روپيا خرچ ٿي رهيا آهن تہ ڇا ماڻهو ان ڄاڻ موجب اُن کي ماحولياتي آلودگي تي تمام گهٽ خرچ سمجهندا يا وري تمام گهڻو؟.ڪيترا ئي ماڻهو اهو چوندا تہ اسين تمام گهٽ خرچ ڪري رهيا آهيون.ٿي سگهي ٿو تہ اها ڳالهہ صحيح هجي پر ڏنل ڄاڻ سان ان جو ڪو واسطو نہ آهي . ماحولياتي آلودگي سبب 10 ڪروڙ روپين جو نقصان مڪمل نقصان آهي جڏهن تہ خرچ ايندڙ 10 لک روپيا صفائي جو مڪمل خرچ آهي.اُن مد ۾ هڪ بهتر فيصلو ڪرڻ لاءِ اسان کي واڌو صفائي جي فائدن ۽ واڌو خرچ بابت ڄاڻ ضروري آهي.جيڪڏهن اُن تي وڌيڪ 10 روپيا خرچ ڪرڻ سان 10 روپين جو نقصان گهٽجي وڃي ٿو تہ اسان کي خرچ ڪرڻ گهرجن.هتي واڌو فائدا واڌو قيمت کان وڌيڪ آهن پر جيڪڏهن وڌيڪ 10 روپيا خرچ ڪرڻ سان آلودگي ذريعي ٿيندڙ نقصان ۾ 10 روپين جيتري گهٽتائي نہ ٿي اچي تہ وڌيڪ رقم خرچ ڪرڻ عقلمندي نہ هوندي.

> جيڪڏهن اُن تي وڌيڪ 10 روپيا خرچ ڪرڻ سان 10 روپين جو نقصان گهٽجي وڃي ٿو تہ اسان کي خرچ ڪرڻ گهرجن.هتي واڌو فائدا واڌو قيمت کان وڌيڪ آهن پر جيڪڏهن وڌيڪ 10 روپيا خرچ ڪرڻ سان آلودگي ذريعي ٿيندڙ نقصان ۾ 10 روپين جيتري گهٽتائي نہ ٿي اچي تہ وڌيڪ رقم خرچ ڪرڻ عقلمندي نہ هوندي.

صحت بابت تحقيق لاءِ رقم رکڻ وقت ان قسم جي واڌو قيمت ۽ واڌو فائدن بابت عام طور تي ڪنفيوژن ٿئي ٿي.آمريڪا ۾ايسوسيئيٽ پريس 1989 ۾ رپورٽ ڪيو تہ ايڊز کان بچاءَ ۽ تحقيق لاءِ تقريبن هڪ ڏهائي 8 ارب پائونڊ خرچ ڪيا ويندا جڏهن تہ دل جي بيمارين کان بچاءَ ۽ تحقيق لاءِ صرف هڪ ارب پائونڊ خرچ ڪيو ويندو.ان آرٽيڪل موجب اُن سال ۾ تقريبن 7 لک 77 هزار ماڻهو دل جي عارضي سبب موت جي ور چڙهڻ جو خدشو هو جڏهن تہ ايڊز صرف 35 هزار ماڻهن کي اجل جو نشانو بڻائي سگهي ها.*(ايسوسيئيٽ پريس 15 جولاءِ 1989)*.ان آرٽيڪل ذريعي اهو چوڻ جي ڪُوشش ڪئي وئي تہ قوم دل جي عارضي بدران ايڊز کان بچاءَ تي وڌيڪ خرچ ڪري رهي آهي.سرڪار جو اهو فيصلو تي سگهي ٿو تہ صحيح هجي تہ ايسوسيئيٽ پريس طرفان ڏنل انگ اکر ان صورتحال کي سپورٽ نہ پيا ڪن.

ان آرٽيڪل اسان کي ٽوٽل خرچ ۽ امڪاني فوتين جو ٽوٽل انگ تہ ٻڌايو پر واڌو خرچ ۽ واڌو فوتگين بابت ڪجهہ بہ نہ ٻڌايو.1989 ع ۾ دل جي عارضي جي ڀيٽ ۾ ايڊز هڪ نئين بيماري هئي ۽ اجان تائين آهي.دل جي عارضي جي مقابلي ۾ ايڊز بابت وڌيڪ ڄاڻ جي ضرورت آهيان ڪري ايڊز تي خرچ ٿيندڙ واڌو رقم دل جي عارضي جي مقابلي ۾ وڌيڪ زندگيون بچايون هونديون.اسين اهو نہ ٿا چئون تہ ان ڪري ائين ٿيو هوندو ۽ نہ ئي اسان کي خبر آهي پر اسان کي اها خبر آهي تہ مڪمل ڄاڻ بنا تہ تحقيقي خرچ جي واڌو اثرن جي.ڄاڻ بغير اهو ناممڪن آهي تہ ڪهڙي بيماري لاءِ وڌيڪ رقم رکي وڌيڪ جانيون بچائي سگهجن ٿيون.

اسين اهو نہ ٿا چئون تہ ان ڪري ائين ٿيو هوندو ۽ نہ ئي اسان کي خبر آهي پر اسان کي اها خبر آهي تہ مڪمل ڄاڻ بنا تہ تحقيقي خرچ جي واڌو اثرن جي ڄاڻ بغير اهو ناممڪن آهي تہ ڪهڙي بيماري لاءِ وڌيڪ رقم رکي وڌيڪ جانيون بچائي سگهجن ٿيون.

عام طور تي ماڻهو مارجينل ازم جي پيچيدگين کي نظر انداز ڪن ٿا .هاڻي ڪاڏي ۽ تفريح بابت ڳالهايون ٿا جيڪڏهن مڪمل طور تي ڏسجي ته ڪاڏو تفريح ڪان وڏيڪ اهم آهي چاڪاڻ ته ان سان ماڻهو جي زندگي لاڳاپيل آهي.جڏهن ماڻهو غريب هجي ٿو ۽ غريب ملڪ ۾ رهي ٿو ته هو پنهنجي آمدن جو تمام .گهڻو حصو ڪاڏوخوراڪ لاءِ بچائي ٿو ۽ تفريح تي تمام گهٽ وقت خرچ ڪري ٿو.

پر جيئن ئي ماڻهو امير ٿين ٿا ته آساني سان ڪاڏوخوراڪ خريد ڪري سگهن ٿا.جيتوڻيڪ هو آرام سان زندگي گذاري سگهن ٿا پر ڪاڏوخوراڪ تي وڏيڪ پيسا خرچ ڪرڻ سندن بيوقوفي هوندي.ان ڪري امير ٿيڻ ڪانپوءِ ماڻهو پنهنجي آمدن جو گهٽ حصو ڪاڏوخوراڪ تي خرچ ڪن ٿا جڏهن ته آمدن جو وڏيڪ حصو تفريح تي خرچ ڪن ٿا.مارجينل ازم جي نظريي مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته واڏو قيمت ۽ واڏو فائدا هڪ بهتر فيصلي ڪرڻ لاءِ تمام ضروري آهن.جيڪڏهن اسان پنهنجي وسيلن مان وڌ ۾ وڌ فائدا حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا ته اسان کي اُنهن عملن کي اپنائڻو پوندو جيڪي واڏو فائدا ڏين ٿا ۽ جيڪڏهن قومون مارجينل ازم جي اهميت کي سمجهي سگهنديون ته اجان به وڏيڪ ترقي ڪنديون .

## 4. واپار اقتصادي ترقي کي هٿي ونرائي ٿو

واپار جي بنياد گڏيل فائدن تي هوندي آهي.ماڻهو واپار لاءِ ان ڪري راضي ٿين ٿا ته جيئن هو پنهنجي پاڻ کي بهتر بڻائي سگهن.واپار لاءِ اُتساهه کي ان ريت بيان ڪري سگهجي ٿو ته "جيڪڏهن توهان منهنجي لاءِ ڪا چڱائي ڪندو ته آئون به توهان لاءِ چڱائي ڪندس."واپار ان لاءِ به فائديمند آهي چاڪاڻ ته ان ذريعي ٻنهي ڌرين کي هڪ ٻئي ذريعي وڌمان وڌ فائدو ملي سگهي ٿو.واپار مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ ٿي مڪ وسيلا ٿي سگهن ٿا.

پهريون تہ واپار شين کي اُنهن جي قدر نہ کندڙ ماڻهن کان قدردان ماڻهن ڏانهن پهچائي ٿو.واپار ذريعي نئين پيداوار نہ هجڻ باوجود شين جي قدر ۾ واڌارو ٿئي ٿو.جڏهن استعمال ٿيل شيون لنڊي بازار ۾ کنهن اشتهار يا انٽرنيٽ ذريعي وڪري لاءِ اچن ٿيون اُنهن کي وڪرو کندڙ اُنهن شين جي عدد ۾ اضافو نہ کندو آهي (جيئن نين شين ۾ ٿيندو آهي).پر ان واپار ذريعي شيون اُنهن ماڻهن وٽ وڃن ٿيون جيڪي اُنهن شين جي وڌيڪ قدر کن ٿا.اهي شيون پنهنجي خريدارن جي دولت ۾ اضافو بڻجي وڃن ٿيون.

ماڻهن جي پسند چاڻ ۽ مقصد تمام مختلف هجن ٿا.ڪا شي جيڪا کنهن شخص اڳيان پنهنجي اهميت وڃائي ويهي ٿي ،اُها ساڳي شيءِ کنهن ٻي شخص لاءِ تمام اهم هجي ٿي.ٽيڪنيڪل اليڪٽرانڪس جي ڪتاب ٿي سگهي ٿو تہ هڪ آرٽ گڏ کندڙ لاءِ اهم نہ هجي پر هڪ انجنيئر لاءِ اُن جي قيمت سوين ڊالرز ٿي سگهي ٿي .ساڳي ريت هڪ پينٽنگ آرٽ گڏ کندڙ لاءِ تہ قيمتي ٿي سگهي ٿي پر اُها هڪ انجنيئر لاءِ ڪا خاص قيمتي نہ هوندي.پاڻمرادو اهڙي قسم جي ڏيتي ليتي جيڪا اليڪٽرانڪس جي ڪتاب کي هڪ انجنيئر ۽ پينٽنگ کي هڪ آرٽ گڏ کندڙ تائين پهچائيندي ۽ ان سان ٻنهي شين مان فائدا حاصل ڪري سگهبا.واپار قوم ۽ ماڻهن ٻنهي جي دولت ۾ واڌارو آڻيندو.ان جو مقصد هڪ ملڪ ۾ ٺهندڙ شيون ۽ خدمتون ٿي اُن جي قومي دولت ۾ واڌارو کندا پراُنهن شين ۽ خدمتن کي کيئن استعمال ڪيو ويندو.

پاڻمرادو اهڙي قسم جي ڏيتي ليتي جيڪا اليڪٽرانڪس جي ڪتاب کي هڪ انجنيئر ۽ پينٽنگ کي هڪ آرٽ گڏ کندڙ تائين پهچائيندي ۽ ان سان ٻنهي شين مان فائدا حاصل ڪري سگهبا.واپار قوم ۽ ماڻهن ٻنهي جي دولت ۾ واڌارو آڻيندو.ان جو مقصد هڪ ملڪ ۾ ٺهندڙ شيون ۽ خدمتون ٿي اُن جي قومي دولت ۾ واڌارو کندا پراُنهن شين ۽ خدمتن کي کيئن استعمال ڪيو ويندو.

ٻيو،واپار ذريعي اُپت ۽ کپت جي حد وڌندي چاڪاڻ تہ واپار اسان کي اُنهن شين کي بهتر ڪرڻ سيکاري ٿو جيڪي اسين بهتر نموني ڪري سگهون ٿا.جڏهن ماڻهو پنهنجي شين ۽ خدمتن جي پيداوار ۾ ماهر ٿي وڃن ٿا تڏهن اُهي آساني سان سستيون شيون فراهم ڪري سگهن ٿا.اُهي ناڻو ڪمائين ٿا ۽ اُنهن شين جو واپار ڪن ٿا جن کي هو ٻين لاءِ ٺاهيندا آهن. سيئي ماهر ماڻهو گڏجي ان ريت شين ۽ خدمتن جو هڪ وڏو انگ پيدا ڪندا يا ٻي پاسي هو اُنهن شين کي ٺاهيندا جيڪي هڪ ٻئي کان مختلف هونديون ۽ وڏي چاهہ سان پنهنجي همت ذريعي ٺاهي سگهندا.اقتصادي ماهر ان اصول کي هڪجهڙائي تي فوقيت وارو قانون ( لا آف ڪمپيريٽو ايڊوانٽيج)چون ٿا.اهو قانون فطري آهي ۽ اهو انفرادي،ڪاروباري ،علائقائي ۽ قومي سطح جي واپار تي لاڳو ٿئي ٿو.

هڪجهڙائي تي فوقيت وارو قانون صرف عام فهم آهي.جيڪڏهن ڪو توهان کي ڪا شيءِ توهان جي پيداواري قيمت کان بہ سستي اگهہ تي وڪرو ڪرڻ چاهي ٿو تہ توهان جي عقل اُن جي واپار لاءِ راضي هوندي.پوءِ توهان پنهنجو وقت ۽ ذريعا ڪنهن اهڙي شيءِ جي پيداوار تي لڳائي سگهندئو جيڪا توهان سستي اگهہ تي پيدا ڪري سگهو ٿا.مثال طور ڪيترا ئي ڊاڪٽر ريڪارڊ رکڻ ۽ اپائنمينٽس جي حوالي سان سُنا هوندا ۽ عام طور تي هو چاهين ٿا تہ ڪو ماڻهو اها خدمت ڪري. جيڪو وقت هو ريڪارڊ سهيڙڻ ۾ وقف ڪن ٿا اُهو وقت اُهي مريضن جي چڪاس تي خرچ ڪري پئي سگهيا چاڪاڻ تہ اُنهن جو مريضن سان وقت گذارڻ تمام گهڻو قيمتي آهي تہ هو جيڪڏهن پنهنجو گهڻو وقت ريڪارڊ سهيڙڻ ۾ گذاريندا تہ اُنهن کي مريض ڏسڻ جي پيٽ ۾ گهٽ آمدن ٿيندي.اتي اشو اهو نہ آهي تہ ڊاڪٽر ريڪارڊ سهيڙڻ وارو ڪم ڪن ٿا يا ڪو نائب رکن ٿا پر ڳالهہ اها آهي تہ هو پنهنجو وقت بهتر طريقي سان ڪيئن ٿا گذارين.

ٿيون،شين جي پاڻمرادي ڏيتي ليتي شيون ٺاهڻ جي ڊگهي مرحلن بدران ڪمپنين کي گهٽ في ڪس قيمت تي شيون مهيا ڪري ٿي.واپار ڪمپنين پاران ٺاهيل شيون مارڪيٽ ۾ آڻي اُنهن ذريعي وڏيڪ ناڻو ڪمائڻ کي يقيني بڻائي ٿو تہ جيئن هو پيداواري مرحلا اپنائي اقتصادي حدن ۾ رهي وڏيڪ اُپت ڪري سگهن.اهڙي قسم جا مرحلا نہ صرف اڳتي هلي اگهہ گهٽائڻ ۾ مدد ڪن ٿا پر ان سان هڪ مزدور جون پيداواري صلاحيتون پڻ وڏي وجن ٿيون.واپار بنا منافعو حاصل نہ ٿو ڪري سگهجي.مارڪيٽ جو طاقتون مسلسل پيداوار کي گهٽ قيمت واري پيداوار ڏانهن منتقل ڪري رهيون آهن ۽ نتيجي ۾ مارڪيٽون شين ۽ خدمتن کي ان ريت وڪرو ڪن ٿيون تہ جيئن اُنهن جي قدر وڌي سگهي.

اجوڪي جديد دنيا ۾ واپار جي اهميت بابت ڪو تت ڪڍڻ تمام مشڪل آهي .واپار ان شيءُ کي يقيني بڻائي ٿو تہ اسان اُنهن شين جو انبار ڪپائي سگهون جيڪي اسين پنهنجي لاءِ پيدا بہ نہ ٿا ڪري سگهون،توهان کي خبر آهي تہ پنهنجي لاءِ گهر ٺاهڻ ،ڪپڙا ٺاهڻ،ڪاڏو ٺاهڻ يا ڪو بہ ريڊيو ،ٽي وي، گاڏيون ۽ فون ٺاهڻ ڪيڏو مشڪل آهي؟اُهي ماڻهو جيڪي اُهي سڀ شيون ٺاهين ٿا اهي ان کي وڏي پيماني تي ڪن ٿا ڇاڪاڻ تہ اُنهن جون معيشيتون ان ريت منظم آهن تہ جيئن ماڻهو هڪ ٻئي سان بهتر نمونی پيش اچن،ماهر ٿين ۽ واپار ڪن.اُهي ملڪ جيڪي واپار آڏو رنڊڪون پيدا ڪن ٿا اُهي پنهنجي شهرين جي هڪ بهتر زندگي گذارڻ جي صلاحيت گهٽائين ٿا.

## 5. ڏيتي ليتي جي قيمت واپار لاءِ هڪ رنڊڪ آهي

پاڻمرادي ڏيتي ليتي بهتر لاڳاپن کي وڌائي ٿي ۽ اسان کي اهو سڀ ڪجهہ حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿي جيڪو اسين چاهيون ٿا.جيتوڻيڪ واپار پاڻ تمام مهانگو آهي،اهو وقت وٺي ٿو،محنت ۽ ٻيا ذريعا ڪتب اچن ٿا جيئن بهتر واپارين جي ڳولا ،واپاري ڳالهين ۽ وڪري کي مڪمل ڪرڻ.ان طريقي

سان ذريعن جي خرچ ٿيڻ کي ڏيتي ليتي جي قيمت سڏيو وڃي ٿو ۽ اها دولت جي پيداوار ۾ رنڊڪ آهي.اُهي اسان جي پيداواري صلاحيت ۽ واپاري فائدن جي احساس کي محدود ڪري ٿي.ڏيتي ليتي جون قيمتون ڪڏهن طبيعاتي رڪاوٽن سبب وڌيڪ هجن ٿيون جيئن سمنڊ ،درياءَ ۽ جبل جيڪي اُنهن شين کي واهپيدارن تائين پهچڻ ۾ ڏکيائيون پيدا ڪن ٿيون.روڊن جي نظام ۾ سيڙپڪاري،ٽرانسپورٽ ۾ بهتري ۽ مواصلات ذريعي انهن قيمتن کي گهٽائي سگهجي ٿو.ٻي صورت ۾ڄاڻ جي گهٽتائي سبب اِهي قيمتون وڌيڪ ٿي رهنديون.مثال طور توهان صرف هڪ ڪلاس لاءِ اقتصاديات جي استعمال ٿيل ڪتاب وٺڻ پسند ڪندؤ پر توهان کي اها خبر نہ هوندي تہ اُن ڪاپي جو وڪرو سستي اگهن تي ڪرڻ وارو ڪير آهي.ان لاءِ توهان ان شخص کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪندئو ۽ اُن جي ڳولا ۾ خرچ ٿيندڙ وقت ۽ توانائي توهان جي ڏيتي ليتي وارين قيمتن جو حصو آهي.

گهڻو ڪري ڏيتي ليتي جون قيمتون سياسي رنڊڪن سبب بہ وڌيڪ آهن جيئن ٽيڪسز ،لائسنس جون گهرجون،حڪومتي قاعدا،اگهن تي ضابطو ،اگهہ يا ڪوٽا .پر انهن سيني جي برعڪس پلي رنڊڪون ڄاڻ سبب يا سياست جي ڪري هجن پر ڏيتي ليتي جا وڌيڪ اگهہ واپار ذريعي بهتر منافعي کي گهٽائين ٿا.اُهي ماڻهو جيڪي ڪنهن جي مدد ڪن ٿا تہ اُهي واپار جو ماحول ٺاهين ٿا ۽ ڏيتي ليتي جي اگهن کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ معاشي واڌ آڻين ٿا.جيئن ماهر ،اسٽاڪ بروڪر،گاڏين جو واپاري،اشتهار ڇاپيندڙ ۽ دوڪاندارن جون ڪيترين ئي صلاحيتون.

اُهي ماڻهو جيڪي ڪنهن جي مدد ڪن ٿا تہ اُهي واپار جو ماحول ٺاهين ٿا ۽ ڏيتي ليتي جي اگهن کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ معاشي واڌ آڻين ٿا.جيئن ماهر ،اسٽاڪ بروڪر،گاڏين جو واپاري، اشتهار ڇاپيندڙ ۽ دوڪاندارن جون ڪيترين ئي صلاحيتون.

عام طور تي ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ دلال فائدو ڏيڻ بنا ئي شين جا اگهہ وڌائين ٿا. پر جيڪڏهن هڪ پيرو اسان ڏيتي ليتي جون قيمتون ۽ واپاري رنڊڪن کي سُڃاڻي وٺون تہ اسان يقينن ان ڳالهہ جي نفي ڪندا سين.ماڻهو عام طور تي دلالن کي مڪمل طور تي هٽائڻ چاهين ٿا پر اُهي ائين ڪن ڪونہ ٿا.

مثال طور هڪ نيڪري دلال آهي.(يقينن اڄ جون وڏيون سُپرمارڪيٽون ڪيترن ئي ماڻهن جي ڪم جو عڪس ڏين ٿيون پر گڏيل طور تي اُنهن جو ڪم بہ دلال وارو آهي.)اُن وقت ۽ اُن محنت بابت سوچيو جيڪا هڪ ماني ناهڻ وقت لڳي ٿي جڏهن هڪ دڪاندار هاري کان سئوسنئون پاڄيون خريد ڪري ٿو.هڪ جوس ڪپائيندڙ ميوا خريد ڪري ٿو،هڪ ڪير جو واپاري جڏهن مکڻ.ڪير،يا ٻيون شيون،هڪ ملاح جڏهن هو وڏي جو گوشت يا مڇي ڪپائڻ چاهي ٿو،نيڪري اهي واسطا واهپيدارن لاءِ ٺاهي ٿو،اُنهن کي وڪري واري جاءِ تي پهچائي ٿو ۽ بهتر ذخيرو رکي ٿو.نيڪرين ۽ دلالن جو خدمتون ڏيتي ليتي جي اگهن کي گهٽائين ٿيون،بهتر خريدارن ۽ وڪرو ڪندڙن لاءِ آسانيون پيدا ڪن ٿيون تہ جيئن هو واپار مان فائدو حاصل ڪري سگهن.اهي خدمتون واپار جي دائري کي وسيع ڪن ٿيون ۽ اقتصادي بهتري کي هٿي وٺرائين ٿيون.

نيڪري اهي واسطا واهپيدارن لاءِ ٺاهي ٿو،اُنهن کي وڪري واري جاءِ تي پهچائي ٿو ۽ بهتر ذخيرو رکي ٿو.نيڪرين ۽ دلالن جو خدمتون ڏيتي ليتي جي اگهن کي گهٽائين ٿيون،بهتر خريدارن ۽ وڪرو ڪندڙن لاءِ آسانيون پيدا ڪن ٿيون تہ جيئن هو واپار مان فائدو حاصل ڪري سگهن.اهي خدمتون واپار جي دائري کي وسيع ڪن ٿيون ۽ اقتصادي بهتري کي هٿي وٺرائين ٿيون.

## 6.فائدا ڪاروبار جي دولت ۾ واڌ وارين سرگرمين ڏانهن رهنمائيڪن ٿا

ان قوم جا ماڻهو بهتر زندگي گذاريندا جن جا ذريعا (زمين،عمارتون ۽ ماڻهو) بهتر شيون ۽ خدمتون پيدا ڪن ٿا ۽ ڪنهن به وقت اُتي لامحدود سيڙپڪاري منصوبا تعمير هيٺ آهن.انهن مان ڪن سيڙپڪارين ذريعي اُنهن مان اُهي شيون ۽ خدمتون ٺاهيندا جيڪي واهپيدارن کي مطمئن ڪن.ان ريت اُنهن ذريعن جي قدر ۾ پڻ واڌارو ٿيندو.انهن سان اقتصادي بهتري کي هٿي ملندي ۽ ٻيا منصوبا معاشي بهتري ۽ ذريعن جي قدر کي گهٽائيندا.جيڪڏهن اسان وڏ ۾ وڏ موجود ذريعا حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا ته اسان کي اُهي منصوبا رڪٽا پوندا جيڪي ذريعن جي قدر کي وڌائين ٿا ۽ اُنهن منصوبن جي مخالفت ڪرڻي پوندي جيڪي وڏيڪ خرچ تي گهٽ پيداوار ڏين ٿا.

اهو بالڪل ائين ئي آهي جيئن نفعي ۽ نقصان ۾ ٿيندو آهي.ڪمپنيون ذريعا خريد ڪري(ڪچو ڌاتو،اڻ مڪمل شيون،انجنيئرنگ ۽ عام خدمتون وغيره) اُنهن کي مختلف شيون ۽ خدمتون ٺاهڻ لاءِ ڪم آڻي واهپيدارن کي وڪرو ڪن ٿيون.جيڪڏهن اُنهن شين جو وڪرو پيداواري قيمتن کان وڏيڪ اگهہ ۾ ٿئي ٿو ته اُهي ڪمپنيون نفعو ڪمائينديون.ان جو مطلب ته ڪمپنين کي اُن وقت منافعو ٿيندو جڏهن هو اُهي شيون ۽ خدمتون پيدا ڪندا جن کي واهپيدار پيداواري قيمت کان به وڏيڪ اگهہ ۾ خريد ڪندا.

ڪنهن به شي جي قيمت جي ماپ اُن جي اُن اگهہ سان ڪري سگهجي ٿي جيڪا واهپيدار ادا ڪرڻ چاهي ٿو.جيڪڏهن واهپيدار اُن شيءِ جو اگهہ اُن جي پيداواري قيمت کان وڏيڪ ڏئي ٿو ته پوءِ اُن جي ٺاهيندڙ جو اُن شيءِ جي متبادل شيون ٺاهڻ کان پري رهڻ وارو فيصلو فائديمند هو.منافعو ذريعن کي مختلف شين ۾ تبديل ڪري سندن قيمت وڌائڻ جو اعزاز هوندو آهي.

ٻي پاسي نقصان اُھو ڏنڊ آھي جيڪو ذريعن کي وڌيڪ قيمت وارو نہ ٻڌائڻ جي صورت ۾ ڪاروبار تي پوي ٿو.ان نقصان مان اھو ظاھر ٿئي ٿو تہ ذريعن کي بھتر شين جي پيداوار لاءِ استعمال ڪري سگھجي ٿو.فرض ڪيو ،ھڪ شرٽ ٺاھيندڙ کي ماھوار عمارت جو قرض لاھڻ لاءِ ہہ لک روپيا ادا ڪرڻا پون ٿا ،گھربل مشين ڪرائي تي ڪٽي ٿو ۽ ھو مزدورن سميت ڪپڙو ،بٽڻ ۽ ٻيو ضروري سامان وٺي ٿو ۽ ھڪ ھزار شرٽن کي بازار تائين پھچائي ٿو.جيڪڏھن شرٽون ٺاھيندڙ ھڪ ھزار شرٽ 220 روپيا في عدد جي حساب سان کپائي ٿو تہ ھن جي ماھوار آمدن ہہ لک 20 ھزار روپيا ٿيھي تي يا ويھہ ھزار روپيا منافعو ٿئي ٿو.شرٽ ٺاھيندڙ پنھنجي ۽ واھپيدار لاءِ ان ريت دولت ٺاھي تہ ھُن جو خريدار پنھنجي مرضي سان ان شيءَ کي اُن شي6 جي پيداوار لاءِ ڪتب ايندڙ ذريعن کان وڌيڪ اھميت ڏئي ٿو ۽ شرٽون ٺاھيندڙ جو منافعو اھو اعزاز آھي تہ ھُن ذريعن کي وڌيڪ قيمتي ٻڌايو.

ٻي پاسي جيڪڏھن شرٽون 170 روپيا في عدد جي حساب سان وڪرو ٿين.ٿيون تہ شرٽون ٺاھيندڙ جي آمدني ھڪ لک 70 ھزار روپيا ھوندي ۽ ھُن کي مھيني ۾ 30 ھزار روپين جو نقصان ٿيندو.اھو نقصان اُن وقت ٿيندوآھي جڏھن ڪنھن شيءَ ٺاھيندڙ جو عمل اُن جي ذريعن جي اگھہ کي ڪيرائي ڇڏي ٿو ان صورت ۾ شرٽون واھپيدارن لاءِ اُن جي پيداوار لاءِ ڪتب ايندڙ ذريعن کان ہہ گھٽ اھم لڳن ٿيون.اسان ائين نہ پيا چئون تہ واھپيدارن کي اھا خبر ھوندي تہ ڪھڙن ذريعن مان ٺھندڙ شيون ٺھڻ بعد ذريعن جي قدر کان ہہ گھٽ قيمت واريون ھونديون پر اُنھن جي ھڪجھڙي سوچ ان حقيقت کي ظاھر ڪري ٿي ۽ شرٽون ٺاھيندڙ ڏانھن ھڪ واضع پيغام موڪلي ٿي.

ھڪ مارڪيٽ اڪنامي ۾ نقصان ۽ ڪاروباري گھاٽا يقينن ايندا جڏھن ذريعا شين ۾ تبديل ٿيڻ ڪانپوءِ پنھنجي اصل قيمت ڪانپوءِ ہہ گھٽ اگھہ ۾ تباھي جي سطح تي وڪرو ٿيندا.نقصان ۽ ڪاروباري ناڪاميون يقينن سيڙپڪارن ۽ اُنھن سان لاڳاپيل نوڪرن کي تڪليف ڏين ٿيون ،ان جو بھتر

پهلو اهو آهي تہ اُهي اُنهن ذريعن کي دولت ڪمائڻ واري منصوبن لاءِ چڙي ڏين ٿا اسين هڪ اهڙي دنيا ۾ رهون ٿا جتي ذائقي جي تبديلي ۽ ٽيڪنالاجي نامڪمل چاڻ ۽ عدم استحڪام آهي.ڪاروباري ماڻهو ان ڳالهہ کان بيخبر آهن تہ اُنهن جو مستقبل ۾ منافعو ڇا هوندو يا وري شين جون پيداواري قيمتون ڪٿي هونديون.اُنهن جا فيصلا صرف اُميدن تي ٽيندا آهن پر مارڪيٽ اڪانامي جو اعزاز يا ڏنڊ وجهڻ وارو ڍانچو تمام واضع آهي.جيڪي واپاري بهتر نموني پيداوار ڪن ٿا ۽ شين يا خدمتن کي واهپيدارن لاءِ اهميت وارو بڻائين ٿا ،اُهي ئي ترقي ڪن ٿا.اُهي ڪاروباري ماڻهو جيڪي نااهل

آهن ۽ جيڪي ذريعن کي گهرج وارين شين جي پيداوار کان پاسيرو رکي بار ۾ تبديل ڪن ٿا،اُهي نقصان ۽ مالي ڏکيائين جي ور چڙهي وڃن ٿا.نفعا ۽ نقصان ڪاروباري سيرپ کي اُن طرف مائل ڪن ٿا جنهن طرف منصوبن ذريعي بهتر فائدا ماڻي سگهجن ٿا.ائين ڪرڻ سان معاشي بهتري اچي ٿي ۽ ذريعا ضايع ٿيڻ کان بچي وڃن ٿا.هي يقينن هڪ اهم ڪم آهي.اُهي معيشيتون جيڪي هن طريقي تي عمل نہ ڪنديون ،يقينن هڪ هنڌ بيهڻ ۽ مهانگائي ۾ واڌ يا اُن کان بہ بدترين صورتحال ڏسنديون.

## بيوريجز جي صنعت ۽ ايڪسائيز ڊيوٽي

1980 جي آخر ۾ پاڪستاني سرڪار بيوريج جي صنعت لاءِ ايڪسائيز ڊيوٽي جي اوڳاڙين واري پاليسي کي تبديل ڪيو.اُن وقت اهو فيصلو ڪيو ويو تہ ٽيڪس جي چوري کي روڪڻ ۽ ٽيڪس ڪاٽي جي انتظامي خرچ گهٽائڻ لاءِ بيوريج جي صنعت تي بوتلون ناهڻ جي حساب سان لڳندڙ وفاقي ايڪسائيز ڊيوٽي نہ اوڳاڙي ويندي.هر فيڪٽري لاءِ پيداواري يونٽ ۽ اُن جي صلاحيت جي حساب سان ايڪسائيز ڊيوٽي مقرر ڪئي وئي.ساڳي ريت واهپيدارن ۽ پيداوارن سرڪاري خزاني کي ڪو بہ نقصان بنا فائدو حاصل ڪيو.بيوريج جي صنعت

پنهنجو وڪرو وڌائڻ لاءِ مختلف سائيز جو بوتلون،ڊسپوزايبل بوتلون ۽ ڪين ڏاهڻ متعارف ڪرايو.اڄڪلهہ واهپيدارن کي پنهنجي چاهہ ۽ ضرورت موجب فيصلوڪرڻ جو حق آهي .وڪري مان ٿيندڙ آمدن يقينن ان پاليسي جو نتيجو آهي جنهن ڪمپنين لاءِ فائدا ۽ دولت ڪمائڻ لاءِ راهہ ڪئي.

## 7. ماڻهو ٻين جي مدد ڪري ناڻو ڪمائين ٿا.

ماڻهو پنهنجي پيداواري صلاحيتن،اهميت،موقعن،پنهنجي ماهراڻي طريقن،رسڪ کڻڻ جي چاهہ ۽ پنهنجي قسمت جي حساب سان مختلف آهناهي اختلاف ماڻهو جي آمدن تي اثر انداز ٿين ٿا چاڪاڻ تہ اُهي اُنهن شين ۽ خدمتن جي قدر تي اثر انداز ٿين ٿا جيڪي ماڻهو اُهي شيون ناهي يا ٻين کي فراهم ڪري سگهن ٿا.ماڻهو تمام گهڻي آمدن ان ڪري بہ ڪمائين ٿا چاڪاڻ تہ اُهي ٻين ماڻهن کي اهي شيون فراهم ڪن ٿا جيڪي اُنهن لاءِ اهميت رکن ٿيون.جيڪڏهن اهي ماڻهو قيمتي شيون يا خدمتون فراهم نہ ڪن ها تہ ماڻهو ڪڏهن بہ خوشي مان اُنهن کي پيسا نہ ڏين ها.اخلاقي طور تي چئجي تہ جيڪڏهن توهان تمام گهڻي آمدن ڪمائڻ چاهيو ٿا تہ توهان کي ٻين کي هڪ بهتر معاهدو ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ گهرجي.ان جو ضد پڻ حقيقت آهي تہ جيڪڏهن توهان ٻين جي مدد ن ه ٿا ڪري سگهويا نہ ٿا ڪرڻ چاهيو تہ توهان جي آمدن بہ گهٽ رهندي. ٻين جي مدد ڪرڻ ۽ پيسا وٺڻ ٻنهي ۾ سڌوسنئون واسطو آهي جيڪو

جيڪڏهن اهي ماڻهو قيمتي شيون يا خدمتون فراهم نہ ڪن ها تہ ماڻهو ڪڏهن بہ خوشي مان اُنهن کي پيسا نہ ڏين ها.اخلاقي طور تي چئجي تہ جيڪڏهن توهان تمام گهڻي آمدن ڪمائڻ چاهيو ٿا تہ توهان کي ٻين کي هڪ بهتر معاهدو ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ گهرجي.ان جو ضد پڻ حقيقت آهي تہ جيڪڏهن توهان ٻين جي مدد ن ه ٿا ڪري سگهويا نہ ٿا ڪرڻ چاهيو تہ توهان جي آمدن بہ گهٽ رهندي.

اسان کي صلاحيتن کي واڌکو ڪري ۽ بهتر طريقن سان ٻين لاءِ شيون ٺاهڻ جي شڪل ۾ بهتر فائدو ڏئي ٿو.ڪاليج جا شاگرد ڪيترن ئي ڪلاڪن تائين پڙهن ٿا،پنڌ ڪلاسن تائين وڃن ٿا،اسڪول جون فيون ادا ڪن ٿا ته جيئن هو ڊاڪٽر،ڪيميادان،اڪائونٽنٽ ۽ انجنيئر بڻجي سگهن.ٻيا ماڻهو وري سکيا يا تجربو حاصل ڪن ٿا جيڪو ڪين اليڪٽريشن،مرمتي مزدور يا ڪمپيوٽر پروگرامر بڻجڻ ۾ مدد ڪري ٿو.اڃا تائين ٻيا سيڙپڪاري ڪري پنهنجو ڪاروبار شروع ڪن ٿا.ماڻهو اهو سڀ ڪجهه ڇو ٿا ڪن؟

ڪجهه ڪيسن ۾ ماڻهو ڪنهن گهري ذاتي دنياوي خواهش سبب ائين ڪن ٿا ته جيئن هو پنهنجي رهڻي ڪهڻي بهتر بڻائي سگهن جڏهن ته اهو پڻ اهم نقطو آهي ته ڪي ماڻهو وري ان ڏانهن ڌيان ئي ڪو نه ٿا ڏين ۽ اُهي وڌيڪ ناڻو ڪمائڻ جو چاهه رکن ٿا ۽ هو پنهنجي اندر صلاحيتون پيدا ڪرڻ ۽ اهي عمل جن سان ٻين کي فائدو ٿئي ،ڪري ضرور منافعو ڪمائيندا.سُني آمدن اُهي شيون ۽ خدمتون ٺاهڻ سان ٿيندي آهي جيڪي ٻين ماڻهن لاءِ اهم هجن.اُهي ماڻهو تمام گهڻي دولت ڪمائڻ چاهين ٿا اُنهن لاءِ ضروري آهي ته هو اُنهن شين ڏانهن ڌيان ڏين جيڪي ٻيا ماڻهو چاهين ٿا.

ڪي ماڻهو سمجهن ٿا ته دولتمند طبقو ٻين کي بگاڙي رهيو هوندو پر اُهي ماڻهو جيڪي مارڪيٽ ۾ تمام گهڻو پيسو ڪمائين ٿا،هي يقينن پنهنجي پاڻ کي ٻين ماڻهن کان بهتر بڻائڻ لاءِ ائين ڪندا هوندا.ڪيترا ئي ماڻهو اهڙا آهن جيڪي ڪي ٽي اين نيوز جا پروگرام ڏسي خوش ٿيندا هوندا پر اُنهن پروگرامن دوران هلندڙ اشتهار ذريعي ڪنهن هڪ ڪمپني جي شيءِ ڪروڙين ماڻهن تائين پهچائي وڃن ٿا.عابده پروين ان ڪري لکين روپيا ڪمائي ٿي ڇاڪاڻ جو ماڻهو سندس گيت ٻڌڻ لاءِ ڪيس لکين روپيا ڏيڻ لاءِ تيار هوندا آهن.اُهي واپاري ڪامياب ٿين ٿا جيڪي پنهنجي ٺاهيل شيءِ کي لکين ماڻهن تائين پهچائين ٿا.وال مارٽ جي باني مرحوم سام والٽن ان ڪري آمريڪا جوامير ترين ماڻهو بڻجي ويو ڇاڪاڻ ته هُو شين جي تمام وڏن ذخيرن کي

سنيالڻ،شين کي سندن نالي سان سُڃاڻپ ڏيڻ ،سمال ٽائون آمريڪا ۾ سستي اگهن ۾ وڪري ڪرڻ جو ماهر هو.مائيڪرو سافٽ جو سربراهہ ۽ باني بل گيٽس فوربز ميگزين جي 400 امير ترين ماڻهن جي فهرست ۾ سيني کان مٿانهون ان ڪري پهتو جو هن ننڍن ڪمپيوٽرن لاءِ هڪ اهڙو پروگرام ترتيب ڏنو جيڪو اڳتي هلي تاريخ جو بهترين پروگرام ثابت ٿيو.ايترا لکين ڪمپيوٽر جن والٽن يا گيٽس کي ڪڏهن بہ نہ ٻڌو،اُنهن بہ هُنن جي فن ۽ سستين شين مان فائدا ماڻيا.والٽن ۽ گيٽس تمام گهڻو پيسو ٺاهيو ڇاڪاڻ تہ اُنهن ڪيترن ئي ماڻهن جي مدد ڪئي.اسٽوڊنٽ برياني جون مانڊٽيون، نرالا سوئيٽس، ملتاني سوهن حلوه،راجپوت ڪيٽرنگ،ظهور جروار ريسٽورنٽس ۽ صابري نهاري ان جي بهترين مثال آهن.

ايترا لکين ڪمپيوٽر جن والٽن يا گيٽس کي ڪڏهن بہ نہ ٻڌو،اُنهن بہ هُنن جي فن ۽ سستين شين مان فائدا ماڻيا.والٽن ۽ گيٽس تمام گهڻو پيسو ٺاهيو ڇاڪاڻ تہ اُنهن ڪيترن ئي ماڻهن جي مدد ڪئي.اسٽوڊنٽ برياني جون مانڊٽيون، نرالا سوئيٽس، ملتاني سوهن حلوه،راجپوت ڪيٽرنگ، ظهور جروار ريسٽورنٽس ۽ صابري نهاري ان جي بهترين مثال آهن.

## 8. شروعاتي طور اقتصادي ترقي واپار، سيڙپڪاري، ڪم ڪرڻ جي بهتر طريقي ۽ بهتر اقتصادي ادارن سان ئي ٿي سگهي ٿي.

اقتصاديات جي تعارفي ڪلاس جي پهرئين ڏينهن اسان شاگردن کي ٻڌايون ٿا آمريڪي پنهنجي پيداواري صلاحيتن ذريعي تقريبن هتي ڪمائيندڙ ماڻهو جي ڀيٽ ۾ 30 درجا وڌيڪ ڪمائي ٿو.پوءِ اسين ان بابت خيالن ٻڌڻ لاءِ هي سوال پُڇندا آهيون تہ "آمريڪي اڍائي سو سال اڳ جي ڀيٽ ۾ اڄ ايترا با صلاحيت ڇو آهن؟".ٿورڙي دير لاءِ سوچيو تہ اوهان ان سوال جو جواب ڪيئن ڏيندا.

بنا ڪنهن شڪ جي ،تہ اسان جا شاگرد تي شيون بيان ڪندا :پهرين ،اڄ جي سائنسي ڄاڻ ۽ ٽيڪنالاجي تي ٻڌل صلاحيت اهڙي آهي جنهن بابت 1750 ع ۾ شايد آمريڪين سوچيو بہ نہ هجي .ٻين،اسان وٽ تمام سُٺيون مشينون ۽ فيڪٽريون آهن،تمام سُٺا روڊ ۽ مواصلات جو بهترين نظام آهي ۽ آخر ۾ شاگرد عام طور تي اهو چوندا آهن تہ 1750 ۾ فرد ۽ خاندان پنهنجي واهپي جون ڪيتريون ئي شيون پاڻ ٺاهيندا هئا.

جڏهن تہ اڄ اسين بازار وجي ٻين لاءِ خريد ڪيون ٿا.بنيادي طور تي شاگرد ان ڪي گهٽ يا معيشيت جي تمام شروعاتي ڄاڻ هجڻ باوجود صحيح بيان ڪن ٿا.هو ٽيڪنالاجي واپار ۽ ناڻي ڪان واقف آهن.انهن جو اهو جواب اسان ڪي اهو يقين ڏياري ٿو تہ اقتصاديات واقعي "عام فهم جي سائنس آهي".اسين اڳ ۾ ئي واپاري فائدن ۽ ڏيتي ليتي جون قيمتون گهٽائڻ تي روشني وجهي چڪا آهيون جيڪي اقتصادي بهتري جا ذريعا آهن،اقتصادي تجزيو اقتصادي واڌ جا ٽي الڳ ذريعا ٻڌائي ٿو:ماڻهن ۽ مشينن ۾ سيڙپڪاري،ٽيڪنالاجي ۾ بهتري ۽ اقتصادي تنظيم ۾ بهتري.

پهرين،پيداواري شين ۾ سيڙپڪاري(مثال طور ،مشين ۽اُن جو سامان ۽ مزدورن جو فن"انساني قوت ۾ سيڙپڪاري")اسان جون شيون ۽ خدمتون ٺاهڻ واري صلاحيت کي وڌائي ٿي.سيڙپڪاري جا بہ مختلف حصا هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن.جيڪڏهن مزدور هڪ سُٺي مشين تي ڪم ڪندو تہ اُن جون پيداواري صلاحيتون بهتر ٿي سگهن ٿيون.هڪ وڻ ڪٽيندڙ هٿ واري آري بدران وڏيڪ ۽ بهتر نموني سان مشين واري آري سان ڪم ڪري سگهي ٿو.ساڳي ريت ٽرانسپورٽر هڪ خچر گاڏي جي ڀيٽ ۾ ٽرڪ ذريعي وڏيڪ وزن کڻي وڏيڪ ڪمائي سگهي ٿو.

ٻيون،ٽيڪنالاجي ۾ بهتري (ذهني طاقت کي استعمال ڪري نين شين جي کوجنا ۽ سستي اگهن تي پيداوار ڪرڻ) معيشيت کي هٿي وٺرائي ٿي.گذريل 250 سالن دوران ٻاڦ تي هلندڙ انجڻ ڪانپوءِ انٽرنل ڪمبسشن انجڻ،بجلي،نيوڪليئر ٽيڪنالاجي انسان ۽ جانورن جي طاقت جو متبادل بڻيون.ڪارون، بسون ،ريل گاڏيون ۽ هوائي جهاز مواصلات لاءِ گهوڙن ۽ گهوڙي گاڏين (۽ پند ) جون متبادل بڻيون.ٽيڪنالاجي ۾ بهتريون اسان جي رهڻي ڪهڻي کي تبديل ڪري رهيون آهن.ان جي مثال سي ڊي پليئرز،مائيڪرو ڪمپيوٽرز،ورڊ پروسيسرز.مائيڪرو ويو اوونز،وڊيو ڪيميرائن،موبائل فون،ڊي وي ڊي ،دل جو آپريشن ،آٽوموبائل اي سي ۽ ٻين ڪيترن ئي جديد شين ۾ ملي ٿي.گذريل 40 سالن کان انهن شين ۾ ترقي اسان جي ڪم ڪار جي طريقي ڪار کي وڏي پيماني تي تبديل ڪرڻ سان گڏوگڏ اسان جي رهڻ سهڻ ۾ پڻ بهتري جو ڪارڻ بڻي آهي.

ٽيون،اقتصادي ادارن ۾ بهتري ترقي کي هٿي وٺرائي ٿي.اقتصادي ادارن مان اسان جي مراد انساني سرگرمين ۽ اُنهن قاعدن سان آهي جنهن تحت اهي سرگرميون ٿين ٿيون.ماڻهن لاءِ اهو ڪيترو مشڪل هوندو جو هو واپار ۽ ڪاروبار کي آرگنائيز ڪن؟.ڪنهن بہ ملڪ جو قانون ان سوال جو جواب سيڙپڪاري ،واپار ۽ اقتصادي سهڪار جي اثرائتي هجڻ جي شڪل ۾ ڏئي سگهي ٿو.هڪ قانوني نظام فردن ۽ اُنهن جي ملڪيت ،معاهدن تي صحيح نموني عملدرآمد ڪرائڻ ۽ مسئلن جو بهتر حل ڪڍڻ ۾ مدد ڪري ٿو جيڪو پڻ معاشي ترقي لاءِ هڪ اهم جز آهي.ان جي بغير سيڙپڪاري رڪجي ويندي ،واپار تباهہ ٿي ويندو ۽ جديد سوچ پنپي پئجي ويندي.ان ڪتاب جو ٻيو حصو ان حوالي سان تحقيق تي ٻڌل آهي جنهن ۾ قانوني نظام ۽ اقتصادي ادارن جي ٻين عنصرن جي اهميت بابت ٻڌايو ويو آهي.

## خيرات جي غير بهتر نموني سان تقسيم

پاڪستان خيرات ڏيڻ جي حوالي سان آمريڪا ڪانپوءِ دنيا ۾ ٻئين نمبر تي آهي پر خيرات ڏيڻ باوجود پاڪستان ۾ غربت جا مسئلا حل نہ ٿي سگهيا آهن.جيتوڻيڪ آمريڪا ۾ ڪارپوريٽ سيڪٽر خيرات ڏئي ٿو جيڪا آمريڪا کان ٻاهر استعمال ڪئي ٿي وڃي جڏهن تہ پاڪستان ۾ انفرادي طور تي خيرات طور ڏني ويندڙ رقم پاڪستاني معيشيت ۾ ئي استعمال ٿئي ٿي.ان ۾ ڪوشڪ نہ آهي تہ پاڪستان ۾ انهن وسيلن کي بهترنموني استعمال نہ پيو ڪيو وڃي .پاڪستان ۾ جتي وڏي پيماني تي ماڻهو خيرات ڏين ٿا اُن جي باوجود غربت ۾ واڌاري کي ڏسندي خيرات جي تقسيم کي سمجهڻ تمام ضروري آهي.محدود وسيلن کي موجود فنڊ ذريعي بهتر نموني استعمال ڪرڻ گهرجي.جيتوڻيڪ اهو ناڻو صحيح طور تي استعمال نہ پيو ڪيو وڃي.حقيقت ۾ خيرات جو مقصد صرف مذهبي فرض ۽ اخلاقي حيثيت کي برقرار رکڻ سمجهيو وڃي ٿو.

پاڪستان ۾ جتي وڏي پيماني تي ماڻهو خيرات ڏين ٿا اُن جي باوجود غربت ۾ واڌاري کي ڏسندي خيرات جي تقسيم کي سمجهڻ تمام ضروري آهي.محدود وسيلن کي موجود فنڊ ذريعي بهتر نموني استعمال ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ اهو ناڻو صحيح طور تي استعمال نہ پيو ڪيو وڃي.حقيقت ۾ خيرات جو مقصد صرف مذهبي فرض ۽ اخلاقي حيثيت کي برقرار رکڻ سمجهيو وڃي ٿو.

ٽيڪنالاجي ۽ سيڙپڪاري ۾ بهتري هڪدم نہ ٿي ويندي آهي.اهو سڀ ڪجهہ واپارين جي عملن ۽ اُنهن ماڻهن تي ڀاڙي ٿو جيڪي ان مان فائدو ڪمائڻ لاءِ رسڪ کڻن ٿا.اها ڪنهن کي بہ خبر ڪونهي تہ اڳتي هلي ڪيئن شين کي جديد طريقي سان ناهيو وڃي يا وري اُهي ڪهڙا طريقا اپنايا وڃن جن سان اُنهن جي قيمت ۾ گهٽتائي اچي.گهڻو ڪري ڪاروباري ذهانت غير متوقع علائقن ۾ ملي ٿي.معاشي بهتري هڪ اهڙي نظام تي ڀاڙي ٿي جيڪو بهتر ذهانت رکندڙ ماڻهن ۽ اُنهن جي سوچ کي مارڪيٽ ۾ ڪامياب بڻائي ٿو پر ان

سان گڏوگڏ اُنهن ماڻهن جي رستا روڪ پڻ ڪري ٿو جيڪو وسيلن ڪي غير ضروري منصوبن ڏانهن مائل ڪن ٿا. ان قسم جي ترقي لاءِ اهو ضروري آهي تہ مارڪيٽ ڪي مڪمل طور آزادي ڏني وڃي تہ جيئن هر شخص پنهنجي سوچ ڪي آزمائي سگهي.(هڪ واپاري ڪي مارڪيٽ ۾ نئين شيءُ آڻڻ لاءِ اُنهن سيڙپڪارن جي مدد جي ضرورت هوندي آهي جيڪا سندس مالي سهائتا ڪري ڪنهن جديد شيءُ جي پيداوار ڪي يقيني بڻائڻ.)واپارين ۽ سيڙپڪارن جي احتساب لاءِ مقابلي جو رجحان هجڻ پڻ ضروري آهي ڇاڪاڻ تہ اُنهن جي پيداوار جو دارومدار واهپيدارن جي چاهہ تي آهي ۽ اُهي ئي سندن ڪارڪردگي بابت فيصلو ڏيندڙ حقيقي جج آهن.جيڪڏهن واهپيدار اُنهن جي ڪنهن نئين ناهيل شيءُ ڪي موٽ نہ ڏيندا تہ نہ صرف اها شيءُ مارڪيٽ ۾ وڪرو ٿيڻ جي قابل نہ رهندي پر پنهنجي پيداواري قيمت وصول ڪرڻ ۾ بہ ناڪام ويندي.

## 9.گهڻو ڪري مارڪيٽ ۾ واهپيداران ۽ دڪاندارن ڪي اُنهن سرگرمين طرف مائل ڪري ٿو تہ جيڪي عام ڀلائي ڪي هٿي وٺرائين ٿا.

*هر شخص مسلسل پنهنجي لاءِ هڪ اهڙي فائديمند نوڪري جي تلاش ۾ هوندو آهي جنهن ذريعي هو وڌ کان وڌ فائدو حاصل ڪري سگهي.عام طور تي اهرو شخص معاشري ڪي نظر ۾ رکندي انفرادي فائدو حاصل ڪري ٿو پربي پاسي اُن جي روزگار سان لڳڻ ڪري سوسائٽي ۾بيروزگاري جو انگ گهٽجي ٿو جنهن سان معاشري ڪي فائدو ٿئي ٿو.هو صرف پنهنجي لاءِ فائدو ڪمائڻ ۾ رُڌل هوندو آهي ۽ ٻين ڪيترن ئي مامرن ۾ هو صرف انفرادي فائدي جي سوچ رکي ٿو پر ساڳي وقت گهڻو ڪري اُن ڪي کهڙي ريت اُن جي سوچ نہ هجڻ باوجود معاشرتي ڀلائي لاءِ استعمال ڪري رهيو هوندو آهي.*

" ايڊم سمٿ"

ايڊم سمٿ اقتصاديات جو هڪ بنيادي نقطو نوٽ ڪيو آهي جنهن ۾ هڪ شخص پنهنجي انفرادي فائدن لاءِ ڪم ڪري ٿو جنهن ذريعي هو پنهنجي برادري يا قوم جي خدمت ڪري رهيو هوندو آهي.پر هو اهو سڀ اَڻ ڏٺي هٿ سبب ڪري رهيو هوندوآهي جيڪو ٻين جي مقصدن جي پورائي ذريعي قومن کي وڌيڪ ترقي ڏانهن مائل ڪري ٿو.

ڪيترن ئي ماڻهن لاءِ "ڳجهي هٿ" جي اصول کي سمجهڻ تمام ڏکيو آهي.اهو هڪ فطري عمل آهي ته حڪمن جي پورائي لاءِ هڪ مرڪزي منصوبه بندي ضروري هوندي آهي. ايڊم سمٿ ان صورتحال ۾ جتي هر شخص پنهنجي فائدي لاءِ ڪم ڪري ٿو، اتي معاشري ۾ ٻين ماڻهن جي مدد بنا ڪنهن منصوبه بندي جي پاڻمرادو ٿي رهي هوندي آهي.اهو نظم وضبط صرف اتي برقرار راهي سگهي ٿو جتي ماڻهن کي ڏيتي ليتيءَ جي مڪمل آزادي هوندي آهي ۽ هو پنهنجي ذاتي شين جي خريد ۽ وڪري لاءِ پنهنجي مرضي موجب فائدو سوچي سگهن.

مارڪيٽ ۾ قيمتن جي معلومات فراهم هجڻ ڪري خريدار ۽ وڪرو ڪندڙ باآساني اهو فيصلو ڪري سگهن ٿا ته هُنن کي ڪهڙي شيءِ جي ضرورت آهي ۽ هو ان ريت بهتر طريقي سان ڏيتي ليتي جو عمل ڪري سگهن ٿا.مارڪيٽ جا اگهه لکين واهپيداران ،پيداوارن ۽ وسيلن جي رسد ڪندڙن کي واڪو ڪن ٿا. ان سان واهپيداران جي ضرورت،قيمتون،وقت سان لاڳاپيل مسئلا،جڳهه،۽ حالتون ظاهر ٿين ٿيون جيڪي ڪنهن بهتر منصوبه بندي اختيارين بغير ئي ڪم ڪن ٿيون.ڇا توهان اهو ڪڏهن سوچيو آهي ته ڪنهن سپرمارڪيٽ وٽ ڪير جي صحيح مقدار،بريڊ،پاڇيون ۽ ٻيون ڪيتريون ئي شيون بنا خراب ٿئي ڪيئن موجود هونديون آهن؟.دنيا جي ٻين حصن ۾ نهندڙ ريفريجريٽرز،گاڏيون ۽ سي ڊي پليئر توهان جي گهرج مطابق مقامي مارڪيٽ ۾ ڪيئن موجود هونديون آهن؟مارڪيٽ جي اگهن جو ڳجهو هٿ ان جو جواب ڏئي ٿو.ڳجهو هٿ انفرادي فائدي واري سوچ رکندڙ ماڻهن کي ان قسم جي

سهڪار طرف مائل ڪري ٿو تہ جيئن ٻين جي ڀلائي ڪري سگهجي.فريڊرڪ هائيڪ ان ڪري مارڪيٽ سرشتي کي هڪ عجوبو قرار ڏنو آهي ڇاڪاڻ تہ مارڪيٽ جو صرف اگهن وارو عنصر خريدار ۽ وڪرو ڪندڙ ٻنهي کي پنهنجي گهرج مطابق ڏيتي ليتي لاءِ راضي ڪري ٿو.مارڪيٽ هڪ وڏي ڪمپيوٽر نيٽ ورڪ جيان هجي ٿي جتي ڪنهن شيءِ يا خدمت جي حوالي سان لکين ۽ ڪروڙين ماڻهن کي باآساني ڄاڻ فراهم ٿيئي ٿي.

هڪ شرٽ جي اگهہ جي حوالي سان جيڪڏهن غور ڪجي تہ ان جو اگهہ هڪ واهپيدار کي اُن جي خريد بابت فيصلو ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿو.جيڪڏهن ڪو واهپيدار هڪ يا هڪ کان وڌيڪ شرٽون خريد ڪرڻ چاهي ٿو تہ هو هر واڌو شرٽ تي اگهہ گهٽجڻ جي صورت ۾ پنهنجي فائدي جو خيال رکندو.ٻئي پاسي جيڪڏهن هو صرف هڪ شرٽ خريد ڪري ٿو تہ اُن جو مطلب هو اُن شرٽ کي پنهنجي لاءِ اهم سمجهي ٿو.ان صورت ۾ هو اُن شرٽ جي اها قيمت جيڪا ٻيا واهپيدار ادا ڪري چڪا آهن،ادا ڪندو،يا وري اوتري قيمت ادا ڪندو جيتري ۾ اُن شرٽ جي ناهيندڙ خرچ ڪري اُن شرٽ کي ناهيو ۽ مارڪيٽ تائين پهچايو آهي.ڇاڪاڻ تہ توهان اُن شرٽ تي رقم خرچ ڪندئو تہ توهان کي اُن شرٽ جي خريداري ڪرڻ جي حوالي سان بهتر فيصلو ڪرڻ جو فائدو پڻ ضرور ملندو.

ان صورت ۾ هو اُن شرٽ جي اها قيمت جيڪا ٻيا واهپيدار ادا ڪري چڪا آهن،ادا ڪندو،يا وري اوتري قيمت ادا ڪندو جيتري ۾ اُن شرٽ جي ناهيندڙ خرچ ڪري اُن شرٽ کي ناهيو ۽ مارڪيٽ تائين پهچايو آهي.ڇاڪاڻ تہ توهان اُن شرٽ تي رقم خرچ ڪندئو تہ توهان کي اُن شرٽ جي خريداري ڪرڻ جي حوالي سان بهتر فيصلو ڪرڻ جو فائدو پڻ ضرور ملندو.

ان قسم جي عجيب نظام ۾سهڪار صرف شروعات آهي.۽ جيڪڏهن خريدار ۽ وڪرو ڪندڙ ان سهڪار کي جاري رکڻ چاهين ٿا تہ اُنهن لاءِ اهو ضروري آهي تہ هو مارڪيٽ ۾ وقت سر ايندڙ تبديلين کان هڪ ٻئي کي آگاهہ

رڪن.مثال طور جيئن لاهور ۾ بسنت جي موسم ۾ ماڻهو رنگا رنگ شرٽون يا ڪپڙا شوق سان پائين ٿا ته اُهي عام طور تي استعمال ڪندڙ ڪپڙن ڪان وڌيڪ ڪپڙا استعمال ڪرڻ چاهيندا.جيڪڏهن شرٽن جا اگهه نه وڌيا ته پوءِ مارڪيٽ ۾ گهٽي اگهه تائين شرٽون رهي ڪو نه سگهنديون.جيئن ئي لاهور جي ماڻهن جي شرٽون وٺڻ جي گهرج وڌندي ته شرٽن جا اگهه به وڌي ويندا.ائين ٿيڻ سان ماڻهو مهانگي بازارن بدران سستي بازارن يا خريداري لاءِ ٻين شهرن ڏانهن رخ ڪندا.ان صورتحال ۾ ماڻهو وڌيڪ شرٽون وٺڻ بدران صرف ضرورت موجب ڪپڙا خريد ڪرڻ کي ترجيح ڏيندا.ان ريت ٻين شهرن ۾ شرٽ خريد ڪرڻ جون سرگرميون گهٽجي وينديون ۽ صرف لاهوري پنهنجي واڌو خواهش تحت قدآور اگهن تي شرٽون خريد ڪندا.

ٻي پاسي شرٽن جي اگهن ۾ واڌ شرٽون ٺاهيندڙن کي وڌيڪ منافعو ڏيندي ۽ هو اڃان وڌيڪ منافعو ڪمائڻ لاءِ وڌ ڪان وڌ شرٽون مارڪيٽ ۾ سپلاءِ ڪندا.ان صورتحال ۾ ڪجهه عرصي لاءِ اهڙي قسم جو فيصلو شرٽون ٺاهيندڙن تي ڪو اثر نه وجهندو پر جيڪڏهن مارڪيٽ ۾ شرٽن جي گهرج مسلسل وڌندي رهندي ته پوءِ شرٽون ٺاهيندڙن کي به پنهنجو پيداواري ڪم وڌائڻو پوندو.جيئن شرٽون ٺاهيندڙ پنهنجي پيداوار وڌائيندا ته ان عمل سان شرٽون ٺاهڻ لاءِ ڪتب ايندڙ وسيلن جي گهرج ۽ قدر ۾ پڻ واڌارو ٿيندو.ان عمل سان اُهي وسيلا ٻي پاسي ڪم اچڻ بدران شرٽون ٺاهڻ تي خرچ ڪيا ويندا .جيئن جيئن شرٽن جا اگهه مٿي ويندا تيئن تيئن وسيلا سپلاءِ ڪندڙ وڌيڪ وسيلا سپلاءِ ڪندا ته جيئن بهتر منافعو ڪمائي سگهجي.

جيئن شرٽون ٺاهيندڙ پنهنجي پيداوار وڌائيندا ته ان عمل سان شرٽون ٺاهڻ لاءِ ڪتب ايندڙ وسيلن جي گهرج ۽ قدر ۾ پڻ واڌارو ٿيندو.ان عمل سان اُهي وسيلا ٻي پاسي ڪم اچڻ بدران شرٽون ٺاهڻ تي خرچ ڪيا ويندا .جيئن جيئن شرٽن جا اگهه مٿي ويندا تيئن تيئن وسيلا سپلاءِ ڪندڙ وڌيڪ وسيلا سپلاءِ ڪندا ته جيئن بهتر منافعو ڪمائي سگهجي.

اهڙي ڪا بہ مرڪزي اختياري ان ريت ڪم نہ ٿي ڪري سگهي جيئن مارڪيٽ لکين واهپيدارن ۽ خريدارن کي پيش ايندڙ تبديلين کان هروقت باخبر رکي ٿي.مارڪيٽ جي اگهن ۾ ان قسم جي ڄاڻ وڏي شفافيت سان شامل هوندي آهي.ان ريت شيون ٺاهيندڙ واهپيدارن جي گهرج مطابق شيون مارڪيٽ تائين باآساني پهچائين ٿا.مڪمل ڄاڻ هجڻ سبب مارڪيٽ جو ڪو بہ ماڻهو ڪنهن بي ماڻهو کي طاقت جي استعمال ذريعي پيداوار وڌائڻ لاءِ زور نہ ٿو ڀري سگهي.ڄاڻ جي فراهمي سبب ڪنهن کي بہ شيون ٺاهيندڙ کي سستي پيداواري عمل سبب ٻڌڻ جي ضرورت نہ ٿي پئي.ڇاڪاڻ تہ مارڪيٽ جو ڳجهو هٿ پيداوارن کي ذريعن جي بهتر استعمال ۽ وڌيڪ فائدا ڪمائڻ جي سکيا ڏئي رهيو هوندو آهي.ان ريت سستا اگهہ هميشہ وڌيڪ منافعو ڪمائڻ جو ذريعو هوندا آهن ۽ شيون ٺاهيندڙ هميشہ ان ڪوشش ۾ رُڌل هوندا آهن تہ هر صورت ۾ اگهہ گهٽائي شين کي بهتر خاصيتن واريون شيون مارڪيٽ ۾ آڻي سگهن تہ جيئن مارڪيٽ ۾ مقابلي وارو رجحان بہ برقرار رهي.

اڄ ڪلهہ جي جديد اقتصاديات ۾ انفرادي فائدن واري سوچ کي اجتماعي فائدن ۾ تبديل ڪرڻ ۾ ڳجهي هٿ جو ڪردار انتهائي دلچسپ آهي.ٻيو ڀيرو جڏهن ماني کائڻ لاءِ ويهو تہ اهو ضرور سوچجو تہ هڪ هاري،هڪ ٽرڪ ڊرائيور ۽ هڪ نيڪري توهان تائين هي کاڌو سستي اگهن ۾ ڪيئن پهچايو آهي.ان سڄي صورتحال ۾ هاري کان وٺي ٽرڪ ڊرائيور ۽ نيڪري تائين هر شخص صرف پنهنجي لاءِ پيسو ڪمائڻ جو سوچيو هوندو. ان سان گڏوگڏ ان سڄي مرحلي ۾ هزارين ماڻهو اهڙا هوندا جن سان شايد اسان ڪڏهن ملي بہ نہ سگهون پر اُنهن اسان تائين کاڌوخوراڪ جون تازيون شيون سستي اگهن ۾ فراهم ڪرڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي.ڳجهو هٿ بالڪل خاموشي سان ۽ هڪ زبردست نظم و ضبط سان اسان لاءِ ڪم ڪري رهيو هوندو آهي. ۽ ان ڪري ئي اڄ ڪلهہ جا واهپيدار مارڪيٽ ۾ موجود هر شيءِ کي خريد ڪرڻ دوران انهن سيني ڳالهين کي نظرانداز ڪن ٿا.

## رمضان جي مهيني ۾ شين جا وڏندڙ اگهه

رمضان جو مهينو مسلمانن لاءِ تمام گهڻي فضيلت رکي ٿو پر بدقسمتي سان هتي جا دکاندار ان مهيني ۾ ماڻهن کي سهولتون فراهم ڪرڻ بدران شين جي اگهن ۾ غير ضروري واڌ ذريعي وڌ ۾ وڌ ناڻو ڪمائڻ جي سوچ رکن ٿا.جيڪڏهن مائيڪرو ايڪنامڪس جي نظريي سان ڏسجي ته رسد ۽ گهرج جي برابري اگهن کي مستحڪم رکي ٿي پر هتي رمضان جي مهيني دوران کاڌوخوراڪ جي شين جي گهرج وڌڻ ڪري ڪٽي ڪٽي منافع خوري ۽ ڪٽي وري مقابلي جي رجحان ڪان هٽي ڪري پاڻمرادا اگهه مقرر ڪيا وڃن ٿا.ساڳي صورتحال عيد جي ويجهو اچڻ ڪان ڪجهه ڏينهن اڳ ڪپڙن ۽ ٻين ضروري شين جي مارڪيٽن ۾ پڻ پيدا ٿئي ٿي. ساڳي ريت مغربي دنيا ۾ مذهبي تهوار هجڻ جي صورت ۾ واهپيدارن کي سهولتون مهيا ڪيون وڃن ٿيون.پر هتي ماڻهو اهو سمجهن ٿا ته اگهه وڌائڻ سان منافعي ۾ واڌ ايندي پر حقيقت ۾ اقتصادي اصول اهو ٻڌائين ٿا ته اگهه گهٽجڻ سان شيون وڌيڪ مقدار ۾ وڪرو ٿيڻ جي صورت ۾ منافعو وڌي ٿو.

## 10.ڪنهن به عمل جي ڊگهي عرصي واريون حالتون يا اُن جي ثاني اثرن کي نظرانداز ڪيو وڃي ٿو.

گذريل صدي دوران مشهور اقتصادي ليکڪ معيشيت جي ڪلاسيڪي ڪتاب کي هڪ سبق ۾ سهيڙيو .هيزلٽ جي ان سبق مطابق ڪنهن به اقتصادي تجويز جو جائزو وٺڻ مهل *"ماڻهو کي گهرجي ته هو هڪدم نتيجن جي اُميد ڪرڻ بدران ڊگهي عرصي ۾ ملندڙ نتيجن جو خيال رکي .اُن سان گڏوگڏ هو اولين حالتن کي ڇڏي اُنهن فيصلن مان پيدا ٿيندڙٻين حالتن جو سوچي ۽ اُنهن جا اثر ماڻهن جي ڪنهن خاص گروهه تائين پهچڻ بدران سيني تائين پهچن".*

هيزلٽ جو اهو مڃڻ هو تہ اقتصاديات ۾ ان سبق تي عمل نہ ڪرائڻ اقتصاديات جي وڏي ۾ وڏي غلطي رهي آهي .خاص طور تي اهڙي صورتحال سياست سبب پيدا ٿئي ٿي ڇاڪاڻ تہ سياستدان هر وقت ترت نتيجا حاصل ڪرڻ چاهيندا آهن پر اُنهن فيصلن سبب اڳتي هلي ڪهڙيون مشڪلاتون پيدا ٿي سگهن ٿيون.اُنهن کي نظرانداز ڪن ٿا.اهو ئي سبب آهي جو اسان سياست ۾ هميشہ ٽيڪس نظام ۾ بهتري،صنعتي سهولتن،عوامي ڀلائي ۽ ٻين ڪيترن ئي مسئلن لاءِ هر وقت تجويزن جي پنيان هوندا آهن .

عام طور تي اهو سيڪجهہ صرف ماڻهن کي دلاسو ڏيڻ لاءِ ڪيو ويندو آهي تہ جيئن ماڻهو سياستدانن کي ووٽ ڏئي پنهنجي تقدير جو فيصلو ڪرڻ جو حق ڏين. هو انهن مان عوام بدران پنهنجي لاءِ وڌ کان وڌ منافعو رکن ٿا. اهڙا گروهہ اهڙون پاليسيون جوڙين ٿا جن مان عوام کي وقتي طور سستي اڳهن ذريعي فائدو ٿيندو پر اڳتي هلي ان جي قيمت وڏي بہ سگهي ٿي، ڳن ڳالهہ جو خيالن ڪير بہ ن ٿو ڪري.مثال طور جيئن 1970 ۾ نجي اسڪولن ۾ في تي ضابطو آڻڻ لاءِ وزارت تعليم اسڪولن کي پنهنجي تحويل ۾ وٺي ڇڏيو.اهڙي ريت ان وقت جي تعليمي ڊائريڪٽوريٽ جو خيال هو تہ في کي وڌڻ کان روڪڻ سان غريب ٻارن کي سستي تعليم فراهم ڪري سگهبي.

ڳن ڳالهہ جو خيالن ڪير بہ ن ٿو ڪري.مثال طور جيئن 1970 ۾ نجي اسڪولن ۾ في تي ضابطو آڻڻ لاءِ وزارت تعليم اسڪولن کي پنهنجي تحويل ۾ وٺي ڇڏيو.اهڙي ريت ان وقت جي تعليمي ڊائريڪٽوريٽ جو خيال هو تہ في کي وڌڻ کان روڪڻ سان غريب ٻارن کي سستي تعليم فراهم ڪري سگهبي.

ننڍي مدت لاءِ اهو فيصلو صحيح هو پر ان جو متبادل اثر اهو ٿيندو تہ تعليمي شعبي ۾ وڏيڪ ترقي رڪجي ويندي.گهٽ في هجڻ سبب اسڪولن تي ٽيندڙ سيڙپڪاري پڻ گهٽجي ويندي. ۽ اسڪول مالڪ گهٽ منافعو ڪمائڻ جي اُميد رکندا جيڪو مستقبل جي سيڙپڪارن لاءِ صحيح نہ هوندو.ڇاڪاڻ تہ ماڻهو

هميشه فائدن کي موٽ ڏين ٿا.ۓ اُهي سيڙپڪار جيڪي اسڪولن تي سيڙپڪاري ڪرڻ چاهين ٿا اُهي پنهنجو ناڻو اسڪولن بدران ڪنهن ٻي شعبي ۾ سيڙائيندا.مستقبل ۾ نه صرف اسڪولن جي تعداد ۾ گهٽتائي ايندي پر ماڻهن لاءِ پنهنجن ٻارن کي بنيادي تعليم ڏيارڻ لاءِ پڻ ڏکيائيون درپيش اچي سگهن ٿيون. ان ريت ڪوٽ پيدا ٿيندي ۽ اسڪولن جون بهتر تعليم ڏيڻ واريون خاصيتون پڻ گهٽجي وينديون ڇاڪاڻ ته سيرپڪاڙ گهٽ منافعو ملڻ ڪري بهتري تي به گهٽ خرچ ڪندا.اهي متبادل اثر هڪدم سان ظاهر نه ٿيندا آهن.

جڏهن ملڪ ۾ بهتر تعليم جي ڪوٽ پيدا ٿيندي ته ماڻهو ان جو سبب ڄاڻڻ لاءِ پريشان هوندا ان ڪري تعليمي ڊائريڪٽوريٽ سستي شهرت لاءِ اهو فيصلو ته ڪري ڇڏيندي پر اُن جا اُگرا نتيجا به اڻٽر هوندا.اتي اهو ڄاڻڻ ضروري آهي ته پاڪستان ۾ سرڪار ٻاران مفت تعليم ڏيڻ سبب تعليم جو معيار ڪرڻ سان گڏوگڏ اعليٰ تعليمي ادارا به انساني طاقت کي بهتر نموني استعمال ڪرڻ ۾ ناڪام وڃي رهيا آهن.ساڳي طرح پرڏيهي شين لاءِ مقرر ٿيندڙ ٽيرف ۽ ڪوٽا ۾ به اُن جي واپار تي پوندڙ متبادل اثرن کي نظرانداز ڪيو ويندو آهي.پرڏيهه مان گهرائي ويندڙ شين تي ٽيرف ۽ ڪوٽا لڳائڻ سان مقامي مزدور کي پنهنجيون شيون عالمي مارڪيٽ جي ڀيٽ ۾ مهانگي اگهن تي وڪرو ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو پر اڳتي هلي ان جا به تمام اُگرا نتيجا نڪرن ٿا.

ساڳي طرح پرڏيهي شين لاءِ مقرر ٿيندڙ ٽيرف ۽ ڪوٽا ۾ به اُن جي واپار تي پوندڙ متبادل اثرن کي نظرانداز ڪيو ويندو آهي.پرڏيهه مان گهرائي ويندڙ شين تي ٽيرف ۽ ڪوٽا لڳائڻ سان مقامي مزدور کي پنهنجيون شيون عالمي مارڪيٽ جي ڀيٽ ۾ مهانگي اگهن تي وڪرو ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو پر اڳتي هلي ان جا به تمام اُگرا نتيجا نڪرن ٿا.

ان نقطي جي حقيقي مثال آمريڪا ٻاران 2002 ۾ لوهه جي برآمد تي لڳايل ڪوٽا مان واضع ٿئي ٿي.ائين ڪرڻ سان آمريڪا جي لوهه جي درآمد

گهٽجي وئي ۽ مقامي لوهہ ناهيندڙن پنهنجي شين جا اگهہ 30 سيڪڙو وڌائي چڙهيا.ائين ڪرڻ سان لوهہ جي واپارين نہ صرف پيداوار وڌائي پر روزگار جا وڌيڪ موقعا پڻ ڏنا.ان جي متبدال اثرن بابت ڇا چئجي؟لوهہ جي وڌندڙ اگهن جو اثر لوهہ مان ٺهندڙ ڪيترين ئي شين تي پيو ۽ اُهي شيون ناهيندڙ ماڻهو لوهہ جي درآمد گهٽ هجڻ ۽ اگهن ۾ واڌاري سبب پنهنجي پيداوار گهٽائڻ تي مجبور ٿي ويا ۽ اُنهن ڪي پنهنجا مزدور پڻ فارغ ڪرڻا پيا.خاص طور تي آمريڪا جا اسٽيل ڪنٽينر ناهيندڙ جيڪي وڏي عرصي تائين عالمي مارڪيٽ تي ڇائنيل رهيا اُهي پڻ دنيا جي ٻين ڪنٽينر ناهيندڙن کان پوئتي رهجي ويا.

ان کان علاوه ان جو وڌيڪ متبادل اثر پڻ پيو ڇاڪاڻ تہ پرڏيهہ ۾ لوهہ ناهيندڙ آمريڪا کي گهٽ لوهہ کپائيندا هئا تہ جيئن هو هُتان ڪمايل ڊالرز اُتان جي مارڪيٽن مان گهربل شين تي خرچ ڪري گهرائي سگهن.ان ريت آمريڪا جي درآمد پڻ برآمدي پابندين سبب گهٽجي وئي.هڪ پيرو جيڪڏهن متبادل اثرن کي سمجهي وٺجي تہ اُنهن جو روزگار تي واضع اثر صاف ظاهر ٿئي ٿو.واپاري پابنديون روزگار جا موقعا فراهم نہ ٿيون ڪن پر صرف اُنهن موقعن کي هڪ کان ٻئي طرف مائل ڪن ٿيون.اُنهن صنعتن ۾ تہ روزگار جا موقعا وڌي سگهن ٿا جيڪي انهن پابندين مان فائدو حاصل ڪن ٿا.پر وڏي پيماني تي ٻين صنعتن ۾ روزگار جو موقعا گهٽجي يا ختم ٿي وڃن ٿا.

ان کان علاوه ان جو وڌيڪ متبادل اثر پڻ پيو ڇاڪاڻ تہ پرڏيهہ ۾ لوهہ ناهيندڙ آمريڪا کي گهٽ لوهہ کپائيندا هئا تہ جيئن هو هُتان ڪمايل ڊالرز اُتان جي مارڪيٽن مان گهربل شين تي خرچ ڪري گهرائي سگهن.ان ريت آمريڪا جي درآمد پڻ برآمدي پابندين سبب گهٽجي وئي.

انهن پابندين جي شهرت مان ڪا حيرت ڪو نہ ٿي ٿئي ڇاڪاڻ تہ انهن پابندين مان فائدو وٺندڙ صنعتن ۾ وڌندڙ روزگار جا موقعا تہ صاف ظاهر ٿين ٿا پر ساڳئي ئي وقت ٻين صنعتن ۾ روزگار جا موقعا ختم ٿيڻ ايترو جلدي

واضع نہ هجڻ سبب انهن پابندين جي نقصان جي خبر پئجي نہ سگهندي آهي.ان ريت ڪيترا ئي ماڻهو محفوظ نوڪرين ڏانهن مائل ٿين ٿا پر حقيقت ۾ جيڪڏهن غور ڪجي تہ اهو سڀ ڪجهہ يقينن نقصانده هوندو آهي.حڪومتي خرچ بہ متبادل اثر ڇڏين ٿا.پر عام طور تي اُهي نظرانداز ٿيل هوندا آهن.عام طور تي سياستدان اها دليل ڏيندا آهن تہ اُنهن جي من پسند منصوبن سان روزگار ۾ واڌارو ايندو.يقينن ان جا ڪيترا ئي سُنا سبب تي سگهن ٿا تہ سرڪار پاران روڊن،پوليس ،انصاف جي انتظاميہ ۽ اهڙن شعبن تي پيسو خرچ ڪيو وڃي پر انهن مان ڪتي بہ روزگار جي موقعن ۾ واڌ جي ڳالهہ واضع نہ ٿي ٿئي.

مثال طور سرڪار لاهور ۽ گوادر وچ۾ هلندڙ ريل منصوبي لاءِ پنجاهہ ارب روپيا خرچ ڪري ٿي ۽ ان سان 10 لک مزدور پڻ روزگار سان لڳن ٿا پر منصوبي جي تڪميل ڪانپوءِ ڪيتريون نوڪريون ملي سگهنديون.؟جيڪڏهن ان جي متبادل اثرن تي غور ڪجي تہ ان جو جواب هوندو نہ.ان جو سبب اهو آهي تہ سرڪار ان منصوبي لاءِ ٽيڪس جو طريقہ ڪار اپنائيندي يا وري قرض ڪٽندي.50 ارب روپيين جو ٽيڪس لڳائڻ سان واهپي لاءِ خرچ ايندڙ رقم ۽ نجي بچت گهٽجي ويندي ۽ ان گهٽتائي سبب ٻيون ڪيتريون ئي نوڪريون ختم ٿي سگهن ٿيون.ٻي پاسي ججيڪڏهن سرڪار منصوبي لاءِ قرض ڪٽندي تہ اُن جي نتيجي ۾ وياج جي شرح ۾ واڌارو ايندو ۽ وياج جي ادائيگي لاءِ ٽيڪس لڳائڻو پوندو جنهن سبب ناڻي جي وڏي مقدار نجي ۽ سرڪاري منصوبن کان پري ٿي ويندي.

هڪ لک ماڻهن لاءِ روزگار جو موقعو تہ هيڊلائين جي زينت بڻجي ويندو پر اُن جي پيٽ ۾ ٻين ڪيترين ئي ماڻهن جي بيروزگارٿيڻ جي خبر شايد اهميت نہ رکي.واپاري پابندين جي نتيجي ۾ هن منصوبي جو نتيجو روزگار جو موقعا پيدا ڪرڻ بدران روزگار تبديل ڪرڻ جي صورت ۾ هوندو.ان جو مطلب اهو هرگز نہ آهي تہ اهو منصوبو نہ جوڙيو وڃي پر ساڳي وقت انْ جو مطلب اهو

بہ نہ آهي تہ ان منصوبي تي خرچ ٿيندڙ رقم جو فائدو پيا روزگاري موقعا ختم ٿيڻ جي صورت ۾ وڌيڪ هجي.متبادل اثر سرڪار ۽ سياستدانن لاءِ ڪو وڏو مسئلو نہ آهي .اُنهن سان ڪيترن ئي ماڻهن کي انفرادي طور تي فائدا بہ پهچي سگهن ٿا.آمريڪا جي هڪ اسڪول ماستر جو هڪ دلچسپ تجربو اُن کي هن ريت ظاهر ڪري ٿو .هُن ڏٺو تہ هُن جا شاگرد پينسل جو استعمال صحيح نموني نہ ڪري رهيا آهن سو ان ڪري هُن سوچيو تہ جيڪڏهن هو بچيل پينسل جي پيٽ ۾ اُنهن کي بہ سينٽ ڏيندي تہ هو منافعو حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي پينسل سنڀالي استعمال ڪندا.ائين ڪرڻ سان نہ صرف شاگردن پينسل کي آساني سان استعمال ڪيو پر اُن جو خيال بہ رکيو.

## اقتصادي عملن جا ثاني اثر

رسد ۽ گهرج ۾ برابري صرف ڪموڊٽي مارڪيٽ ۾ ئي نہ هوندي آهي پر ان جو عملدرآمد ڪرنسي ،اسٽاڪز ۽ ليبر مارڪيٽن تي بہ ٿيندو آهي.رسد ۾ درپيش معاملا ڪنهن بہ مارڪيٽ کي پريشاني ۾ وجهي سگهن ٿا.1999 ۾ جڏهن ملڪ ۾ احتساب جو عمل سختي سان جاري هو تہ اُن وقت اها ڳالهہ ظاهر ٿي تہ هڪ تمام وڏي سيڙپڪاري بينڪ پاران سرڪاري،مالياتي ادارن مان تمام گهڻو ڪنيل قرض اجا تائين واپس نہ ٿيو آهي.احتسابي اختيارين ان بينڪ کي ڏہ ڏينهن اندر قرض جي واپسي لاءِ نوٽيس موڪليو.ان بينڪ اهري نوٽيس ڪانپوءِ پنهنجي اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ ڪيل سموري سيڙپڪاري وڪرو ڪري قرض لاهڻ جو

> رسد ۾ درپيش معاملا ڪنهن بہ مارڪيٽ کي پريشاني ۾ وجهي سگهن ٿا.1999 ۾ جڏهن ملڪ ۾ احتساب جو عمل سختي سان جاري هو تہ اُن وقت اها ڳالهہ ظاهر ٿي تہ هڪ تمام وڏي سيڙپڪاري بينڪ پاران سرڪاري،مالياتي ادارن مان تمام گهڻو ڪنيل قرض اجا تائين واپس نہ ٿيو آهي.

سوچيو.اها سيڙپڪاري قرض لاهڻ لاءِ ڪافي هئي پر جڏهن هو اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ وڪري لاءِ پهتا تہ اُن وقت ڪراچي جي اسٽاڪ مارڪيٽ پنهنجي عروج تي هئي ۽ مارڪيٽ مان ايڏي وڏي سيڙپڪاري جو وڪرو ٿيڻ سبب ڪريش ٿيڻ جو خطرو وڌي ويو.مارڪيٽ اختيارين پاران عوام کي ان صورتحال کان آگاهہ ڪيو ويو جنهن جي نتيجي ۾ سرڪار ان بينڪ کي قرضن جي واپسي لاءِ تمام گهٽي مهلت ڏيڻ تي راضي ٿي وئي.اقتصادي پاليسين جي ڊگهي عرصي واري ثاني اثرن جي اها هڪ بهتر مثال آهي.

# حصو ٻيون
# معاشي ترقي جا
# ست مُک ذريعا

---

1. قانوني نظام: معاشي ترقي جو بنياد ئي هڪ اهڙي قانوني نظام تي آهي جيڪو نجي ملڪيت کي محفوظ رکي معاهدن کي بهتر نموني سان تڪميل تائين پهچائي ٿو.
2. مقابلي واريون مارڪيٽون:مقابلي سان ذريعن جي بهتر استعمال ۽ مسلسل تجديدي بهتري کي هٿي ملي ٿي
3. حڪومتي قاعدن تي حدبندي:اُهي قاعدا جيڪي واپار کي گهٽائين ٿا، پڻ اقتصادي ترقي لاءِ هاڃيڪار آهن.
4. اثرائتي مارڪيٽ:ان جي سگهه ڄاڻڻ لاءِ ڪنهن قوم وٽ سرمايي کي ناڻي ۾ تبديل ڪرڻ واري طريقن جو هجڻ ضروري آهي.

5. مالياتي استحڪام:مهانگائي واري مالياتي پاليسي اگهن کي خراب ڪرڻ ۽ مارڪيٽ ايڪنامي تي دٻاءُ وجهي ٿي.
6. ٽيڪس جي گهٽ شرح:ٽيڪس جي شرح گهٽ هجڻ سبب ماڻهو پنهنجي مرضي سان پنهنجي ڪمائي جو لوڏيڪ حصو رکي سگهندا.
7. مفت واپار:ان سان قومرکي شيون ۽ خدمتون سستي اگهن ۾ وڪرو ڪرڻ ۽ مهانگي شين جي پيداوار بدران عالمي مارڪيٽ مان سڌي ريت خريد ڪرڻ جو موقعو ملندو.

## تعارف

ساڳئي ئي وقت ۾ جتي ٻيا ملڪ تيزي سان ترقي ڪن ٿا اُتي ڪي ملڪ معاشي طور مشڪلاتن ڪي ڇو منهن ڏئي رهيا هوندا آهن؟ڇو ڪجھ ملڪن ۾ في ڪس آمدني وڏيڪ ۽ وري ڪجھ ملڪن ۾ گهٽ هوندي آهي؟اقتصادي ماهرن کان اهي سوال ايڊم سمٿ جي زماني کان ٿيندا اچن پيا.سيڙپڪاري ۽ ٽيڪنالاجي صاف طور تي ترقي ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا پر اهي ڪنهن ويڪيوم ۾ نہ ٿا اچي سگهن.ملڪن ۾ يقينن ڪي اهڙيون پاليسيون هونديون جيڪي اُنهن کي هڪبئي سان پيداواري صلاحيتن بابت ڳالهائڻ جي اجازت ڏينديون هونديون.سُنن ادارن ۾ قانون ۽ واهپيدارن ٻنهي ۾ هن ورتاءُ جو ڪو رشتو هوندو ۽ سُنيون حڪومتي پاليسيون ترقي جو مرڪزي عنصر هونديون آهن.

> ملڪن ۾ يقينن ڪي اهڙيون پاليسيون هونديون جيڪي اُنهن کي هڪبئي سان پيداواري صلاحيتن بابت ڳالهائڻ جي اجازت ڏينديون هونديون.سُنن ادارن ۾ قانون ۽ واهپيدارن ٻنهي ۾ هن ورتاءُ جو ڪو رشتو هوندو ۽ سُنيون حڪومتي پاليسيون ترقي جو مرڪزي عنصر هونديون آهن.

جيئن هڪ يا ٻہ ڪمزور رانديگر ايٿليٽڪس ۾ سڄي ٽيم جي ڪارڪردگي تي اثرانداز ٿين ٿا ساڳي ريت ڪجهہ اهڙيون اقتصادي پاليسيون ترقي جي راهہ ۾ رنڊڪون وجهن ٿيون.هن حصي ۾ اسين ترقي جي مرحلي جا مُک عنصر بحث هيٺ آڻيندا سين ۽ ٻين ملڪن ۾ في ڪس آمدني جي فرق کي پڻ بيان ڪندا سين.

**قانوني نظام:اقتصادي ترقي جي بنياد هڪ اهڙي قانوني نظام تي آهي جيڪو نجي ملڪيتن ۽ معاهدن جي سُني نموني تڪميل کي تحفظ فراهم ڪري ٿو.**

*نجي ملڪيت رکندڙ ماڻهو پنهنجي عملن جا ذميوار ياڻ هوندا آهن.ان قسم جو نظام ان ڳالهہ کي يقيني بڻائي ٿو تہ ماڻهو پنهنجي ئي عملن سبب حالتن کي منهن ڏين ٿا.*

*---------ٽام بيٿل*

قانوني نظام پراپرٽي رائيٽس ۽ معاهدن جي پورائي جي تحفظ جي بنياد هوندو آهي جيئن اسان پهرئين حصي جي چوٿين عنصر ۾ ڳالهائي چڪا آهيون تہ واپار ذريعي شيون اُنهن ماڻهن تائين پهچن ٿيون جيڪي اُنهن جي قدر ڪن ٿا ۽ اُنهن کي بهتر نموني استعمال ڪري وڏيڪ فائديمند بڻائين ٿا.واپار ۾ درپيش ڏکيائين کي گهٽائڻ لاءِ اهڙي قسم جو نظام واپارين کي معاهدن جو پابند بڻائي ٿو.ان ريت واپار جي مقدار وڌي ٿي ۽ اقتصادي ترقي کي هٿي وٺرائڻ ۾ مدد ملي ٿي.

قانوني نظام جو هڪ ٻيو ڪردار حق ۽ واسطن جو تحفظ ڪرڻ آهي. واپار جو سڄو دارومدار حق ۽ واسطن تي هوندو آهي. ۽ جيڪڏهن ڪو ملڪ ترقي ڪرڻ چاهي ٿو تہ اُن جي قانون لاءِ اهو لازمي آهي تہ هو واپار کي ان ريت محفوظ بڻائين.ملڪيت مان مراد ڪو خيال،خدمت ،ليبر،عمارت،بينڪ ۽ زمين

ٿي سگهي ٿي.ڪنهن به شيءِ جي ملڪيت ٽن شين سان ظاهر ٿئي ٿي .(1)اُن شيءِ کي استعمال ڪرڻ جو حق (2)ٻي ڪنهن به ماڻهو جي اُن جائيداد تي ناجائز قبضي ڪان تحفظ جو قانوني حق(3)ان جائيداد کي ڪنهن ٻي جي نانءُ ڪرڻ جو حق.نجي مالڪ کي پنهنجي جائيداد استعمال ڪرڻ جو مڪمل حق آهي پر هو پنهنجي عملن سبب احتساب جي دائري ۾ اچي سگهي ٿو.اُهي ماڻهو جيڪي ڪنهن ٻي جي جائيداد تي قبضو ڪن ٿا يا وري اُن کي نقصان پهچائين ٿا تہ اُهي بہ قانوني طريقي سان ان ڳالهہ لاءِ پابند آهن جيئن هو پنهنجي جائيداد لاءِ آهن.

مثال طور حق ۽ واسطا ان ڳالهہ جي اجازت نہ ٿا ڏين تہ مان توهان جي ڪمپيوٽر کي هٿوڙو هڻان چاڪاڻ تہ جيڪڏهن مان ائين ڪندس تہ مان توهان جي ڪمپيوٽر رکڻ جي حق ۽ واسطن جي خلاف ورزي ڪندس.توهان جا حق ۽ واسطا مون کي ان ڳالهہ کان بہ منع ڪن ٿا تہ مان توهان جو ڪمپيوٽر توهان جي اجازت جي بغير استعمال نہ ٿو ڪري سگهان.ساڳي ريت منهنجا هٿوڙي رکڻ وارا حق ۽ واسطا توهان سميت سيني کي منهنجي اجازت جي بنا اُن جي استعمال کان روڪين ٿا.نجي ملڪيت بابت اهم شيءُ اها آهي تہ اُن مان حاصل ٿيندڙ فائدن جا حقدار صرف توهان آهيو.ان جا چار مُک سبب آهن تہ ملڪيت مان حاصل ٿيندڙ فائدا چو ايتري صفائي سان قانوني تحفظ رکن ٿا ۽ ليئن هو اقتصادي ترقي ۾ پنهنجو ڪردارادا ڪن ٿا.

نجي ملڪيت بابت اهم شيءُ اها آهي تہ اُن مان حاصل ٿيندڙ فائدن جا حقدار صرف توهان آهيو.ان جا چار مُک سبب آهن تہ ملڪيت مان حاصل ٿيندڙ فائدا چو ايتري صفائي سان قانوني تحفظ رکن ٿا ۽ ليئن هو اقتصادي ترقي ۾ پنهنجو ڪردارادا ڪن ٿا.

پهريون،نجي ملڪيت ذميواري همٿائي ٿي. جيڪڏهن مالڪ پنهنجي جائيداد جو صحيح نموني خيال نہ ٿا رکن يا اُهي پنهنجي جائيداد کي ٻين جي رحم و ڪرم تي ڇڏين ٿا تہ جائيداد جي نقصان جي صورت ۾اُهي پاڻ اُن جا ذميوار هوندا آهن.مثال طور جيڪڏهن توهان وٽ ڪار آهي تہ توهان وقت سر اُن

جو آئل تبديل ڪرائي ،سروس ۽ مرمت ڪرائي اُن کي بهتر حالت ۾ رکي سگهو ٿا.ائين ڪرڻ سان توهان جي ڪار جي قدر سُٺي رهندي.ائين ڇو آهي؟.جيڪڏهن توهان غيرذميوار هوندو ته توهان جي ڪار جي قدر توهان لاءِ ۽ مستقبل ۾ اُن جي خريدار لاءِ گهٽجي ويندي.جيڪڏهن ڪار جي حالت بهتر هوندي ته هو ٻنهي لاءِ فائديمند رهندي.

ٻي پاسي جڏهن جائيداد سرڪار يا ماڻهن جي وڏي انگ جي ملڪيت هوندي آهي ته اُن جي خيال رکڻ جا فائدا گهٽجي ويندا آهن.مثال طور سرڪار جي ملڪيت ۾ ڪو گهر آهي ته اُن جي خيال رکڻ سان ڪنهن هڪ فرد کي ڪو سُٺو فائدو نه ملندو ۽ نه وري اُن جي قيمت گهٽ ٿيڻ جي صورت ۾ ڪو هڪ فرد اُن جو ذميوار هوندو.ان ڪري نجي هائوسنگ جي مقابلي ۾ سرڪاري ملڪيت جو نه ته خيال رکيو وڃي ٿو ۽ نه ئي اُن کي بهتر نموني هلايو وڃي ٿو.ملڪيت جي بهتر سنڀالي سرڪاري جائيداد کي فائديمند بڻائي سگهي ٿي.

مثال طور سرڪار جي ملڪيت ۾ ڪو گهر آهي ته اُن جي خيال رکڻ سان ڪنهن هڪ فرد کي ڪو سُٺو فائدو نه ملندو ۽ نه وري اُن جي قيمت گهٽ ٿيڻ جي صورت ۾ ڪو هڪ فرد اُن جو ذميوار هوندو.ان ڪري نجي هائوسنگ جي مقابلي ۾ سرڪاري ملڪيت جو نه ته خيال رکيو وڃي ٿو ۽ نه ئي اُن کي بهتر نموني هلايو وڃي ٿو.

ٽيون،نجي مالڪي ماڻهن کي پنهنجي جائيداد بهتر نموني استعمال ڪرڻ تي همٿائي ٿي. جڏهن ماڻهن وٽ پنهنجي ليبر جا مڪمل اختيار هوندا آهن ته هو اُنهن جون پيداواري صلاحيتون وڌائڻ تي ڌيان ڏين ٿا.اهڙي عمل سان اُنهن جي آمدن ۾ واڌارو ٿئي ٿو. ساڳي ريت جڏهن ماڻهن کي اها اجازت هوندي ته هو جيڪو ڪمائين ٿا ،اُهو پڻ وٽ ئي رکن ته هو پنهنجي زمين ،عمارت ۽ ٻين شين کي وڌيڪ پيداوار لاءِ استعمال ڪندا.اڳوڻي سوويت يونين ۾ آبادگاري جو حق ملڻ سان پيداواري سرگرميون وڌي ويون ،ڪميونسٽ سرڪار

جي دور ۾ ماڻهن کي پنهنجيون پيداواري شيون کپائڻ ۽ پنهنجي نجي زمين تي اُنهن کي آباد ڪرڻ جي اجازت هئي.ان طرح سان تقريبن زمين جو ٻه سيڪڙو حصو ان قسم جي آبادگاري لاءِ ڪم آيو.جڏهن ته باقي 98 سيڪڙو زرعي زمين جي تمام وڏن حصن تي مشتمل هو جتي پيدا ٿيندڙ فصل سرڪار جي ملڪيت هيون.اُن وقت جي سوويت يونين پريس پاران اهو رپورٽ ڪيو ويو ته تقريبن سوويت سرڪار جي زرعي پيداوار جو چوٿون حصو زمين جي ان ننڍي ٽڪڙي تي ٻڌل هو.ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته نجي پلاٽن تي اُپت سرڪاري پلاٽن جي مقابلي ۾ 16 سيڪڙو وڌيڪ هئي.ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته ننڍي پيماني تي نجي مالڪي سرڪاري مالڪي کان وڌيڪ بهتر نتيجا ڏيکاري ٿي.

ٿيون ،نجي مالڪن کي اُهي شيون ناهڻ جو فائدو ٿئي ٿو جيڪي ٻين لاءِ فائديمند هجن.جڏهن نجي مالڪن کي قانوني طور تي پنهنجي ملڪيت پنهنجي نموني استعمال ڪرڻ جي اجازت هوندي آهي ته هو پنهنجي عملن ذريعي اُن کي بهتر بڻائي اُن جي قدر وڌائي سگهن ٿا. جيڪڏهن هو پنهنجي جائيداد ان ريت ناهين ٿا ته جيئن ٻيا ماڻهو اُن طرف مائل ٿين ته ان صورت ۾ اُنهن جي جائيداد مارڪيٽ ۾ وڏي ويندي.ٻي پاسي اُهي تبديليون جيڪي ٻين کي ناپسند هونديون ته اُنهن سان نه صرف جائيداد جي قيمت گهٽبي پر مستقبل ۾ ڪو خريدار پڻ اُن کي خريد ڪرڻ لاءِ راضي نه ٿيندو.

هڪ اپارٽمينٽ ڪامپليڪس جي مالڪ جي ڳالهه ڪريون ته جيڪڏهن هن ڪامپليڪس ۾ موجود پارڪنگ ، سوئمنگ پول، باغيچو يا ٻيون ضروري شيون هن لاءِ غير ضروري آهن ۽ ساڳي وقت ڪنهن خريدار جي نظر ۾ انهن سيني شين جي قدر آهي ته پوءِ اهو مالڪ پنهنجي جائيداد جو اهو حصو وڪري يا ڪرائي تي ڏيڻ جي صورت ۾ يقينن فائدي ۾ ويندو. ساڳي ريت جيڪڏهن جائيداد جو مالڪ پنهنجي خريدار کي صرف ڪجهه حصي تائين پابند بڻائيندو ته ان کي پنهنجي جائيداد نقصان ڏيندي.

ڪاليج جا شاگرد آخر ڇو ڪيترائي ڪلاڪ ڪلاسن ۾ گذارين ٿا ۽ تعليم تي خرچ ڪن ٿا؟ خدمتن وارا نجي حق ۽ واسطا ان جو جواب آهن. ڇاڪاڻ ته انهن کي اها خدمت حاصل ڪرڻ جو حق آهي، جيڪڏهن هو اڄ ڄاڻ حاصل ڪندا ته مستقبل ۾ هو ان ڄاڻ جي بدلي ۾ وڌيڪ ناڻو ڪمائي سگهندا.

چوٿون،نجي مالڪي ذريعن جي بهتر ترقي ۽ مستقبل لاءِ بچت کي هٿي وٺرائي ٿي.وسيلن جوا ستعمال ناڻو ٺاهي سگهي ٿو.اهو ناڻو اڄوڪي واهپيدارن جي ان آواز کي ظاهر ڪري ٿو ته هو انهن وسيلن مان ڇا جي گهرج ڪن ٿا.پر مستقبل جا واهپيدار پڻ ان حق ۽ واسطا هجڻ سبب آواز رکن ٿا.وسيلن جو مالڪ يا ائين ڪٿي چئجي ته زمين جي ڪنهن حصي جو مالڪ اها سوچ رکندي پنهنجي زمين کي استعمال نه ٿو ڪري ته مستقبل ۾ اُن جي قيمت اڃان وڌيڪ هوندي.هن مالڪ کي اهو فائدو آهي ته هو پنهنجا وسيلا مستقبل لاءِ بچائي رکي ٿو ۽ ان ڳالهه جي به پڪ رکي ٿو ته مستقبل ۾ جڏهن اُن جي ضرورت هوندي ته اهو وسيلو موجود هجڻ سبب وڌيڪ اگهه رکندو.ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته اهو مالڪ مستقبل جي واهپيدارن جي آواز محسوس ڪري رهيو آهي.نجي مالڪ ان ريت پنهنجو ناڻو وڌائي سگهن ٿا ته هو هاڻوڪي گهرج کي برابر رکندي مستقبل جي گهرجنَ جو به خيال رکن ٿا.

وسيلن جو مالڪ يا ائين ڪٿي چئجي ته زمين جي ڪنهن حصي جو مالڪ اها سوچ رکندي پنهنجي زمين کي استعمال نه ٿو ڪري ته مستقبل ۾ اُن جي قيمت اڃان وڌيڪ هوندي.هن مالڪ کي اهو فائدو آهي ته هو پنهنجا وسيلا مستقبل لاءِ بچائي رکي ٿو ۽ ان ڳالهه جي به پڪ رکي ٿو ته مستقبل ۾ جڏهن اُن جي ضرورت هوندي ته اهو وسيلو موجود هجڻ سبب وڌيڪ اگهه رکندو.

نجي مالڪ پنهنجي بچت مان ان صورت ۾ فائدو حاصل ڪن ٿا ته مستقبل ۾ اُنهن جي وسيلن جي قيمت وڌيڪ هوندي.مثال طور هڪ هاري پنهنجي نم جي وڻ کي جيڪڏهن مستقبل ۾ ڪاٺ جي وڌندڙ اگهن جي سوچ

رڪندي اچ نہ ٿو ڪٽي تہ سُياڻي هو اُن مان ضرور فائدو حاصل ڪندو.ٻي پاسي جتي وسيلن جي منتقلي جو سوال آهي تہ جيئن جيئن وقت گذرندو تيئن تيئن وڻ بہ وڌندو ۽ جڏهن اُن کي ڪپڻ جو وقت ايندو تہ هو اُن مان فائدو حاصل ڪري سگهندو.ساڳي صورتحال ۾ جيڪڏهن وڻن جي ڪٽائي يلي اُن جي مرڻ ڪانپوءِ ئي چو نہ ٿئي هو پنهنجي وڻ کي پنهنجي زندگي ۾ ڪپائي اُن مان فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو.

صدين کان منفي سوچ رکندڙ ماڻ هو اهو چون ٿا تہ اسان وٽ وڻن ،قدرتي وسيلن ۽ توانائي جي ذريعن جي کوٽ پيدا ٿي وئي آهي پر هو بار بار نجي جائيداد کي نظرانداز ڪندي پنهنجي ان سوچ ۾ ناڪام ويا آهن.سورهين صدي ۾ برطانيہ ۾ اها سوچ پيدا ٿي تہ ڪاٺ جي ٻارڻ ۾ استعمال سببزمين تان وڻ ختم ٿي سگهن ٿا پر ساڳئي وقت ڪاٺ جي وڌندڙ قيمتن ماڻهن ۾ ڪاٺ بچائي رکڻ ج سوچ پيدا ڪئي جنهن سبب اڳتي هلي ڪوئلي جا ذخيرا وجود ۾آيا ۽ ڪاٺ جو بحران ختم ٿي ويو.ٻي صورت ۾ جيڪڏهن ڪو هڪ وسيلو يلي ڪنهن جي ملڪيت نہ بہ هجي پر وسيلن جي مارڪيٽ ان مسئلي کي حل ڪري ڇڏيندي آهي.19 هين صدي ڏاري آمريڪا ۾ وهيل مڇي جي تيل جو بحران پيدا ٿيو پر اُن دور ۾ ڪنهن بہ شخص وٽ وهيل مڇي ڏاريل نہ هئي ۽ هر ماڻهو پنهنجي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ سمنڊ ۾ وهيل مڇي جو شڪار ڪندو هو.جيڪڏهن ڪوشخص وهيل مڇي ڦاسائڻ ۾ ناڪام ٿيندو هو تہ ساڳئي وقت ٻيو شخص ڪامياب ٿيندو هو.ان ڪري ان مڇي جي آبادي گهٽجڻ لڳي.وهيل مڇي جي قيمت ۾ واڌاري باوجود بہ نہ ان جو شڪار گهٽيو ۽ نہ ئي وري ڪنهن مستقبل ۾ وهيل مڇي جي کوٽ کي سمجهيو چاڪاڻ تہ

> 19 هين صدي ڏاري آمريڪا ۾ وهيل مڇي جي تيل جو بحران پيدا ٿيو پر اُن دور ۾ ڪنهن بہ شخص وٽ وهيل مڇي ڏاريل نہ هئي ۽ هر ماڻهو پنهنجي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ سمنڊ ۾ وهيل مڇي جو شڪار ڪندو هو.جيڪڏهن ڪوشخص وهيل مڇي ڦاسائڻ ۾ ناڪام ٿيندو هو تہ ساڳئي وقت ٻيو شخص ڪامياب ٿيندو هو.

کو بہ ماڻهو وهيل مڇي جو مالڪ نہ هو.جيتوڻيڪ وهيل مڇي جي تيل جا اگهہ جڏهن تمام گهٽا وڌي ويا تہ ماڻهن انفرادي فائدن لاءِ بجلي جي متبادل ذريعن جي ڳولا شروع ڪئي.جيڪڏهن انهن کي بجلي جو ڪو متبادل ۽ سستو ذريعو ملي وڃي ها تہ هو تمام گهڻو ناڻو ڪمائي سگهن ها.وقت سان گڏوگڏ گاسليٽ نهيو جنهن جو هڪ قطرو وهيل آئل جي اگهن برابر هو ۽ ان ريت وهيل مڇي جي تيل جو بحران ختم ٿيو.

اڳتي هلي جڏهن ماڻهن پيٽرول کي بجلي جو ذريعو بڻايو تہ هڪ ڀيرو ٻيهر اُن جي کوٽ جون اڳڪٿيون بہ شروع ٿي ويون.1914 ۾ بيورو آف مائينز پاران رپورٽ ڪيو ويو تہ آمريڪا تيل جا 6 ارب ڊرم سپلاءِ ڪري رهيو آهي.1926 ۾ فيڊرل آئل ڪنزرويشن بورڊ ٻڌايو تہ آمريڪا ۾ تيل جي رسد صرف اينڊ 6 سالن تائين وڃي بچي آهي.ڪجهہ ڏهاڪن ڪانپوءِ آمريڪي انٽيرير فورڪاسٽ سيڪريٽري ٻڌايو تہ آمريڪا ۾ صرف ڪجهہ سالن جو تيل وڃي بچيو آهي.ساڳي طور 1970 ع ۾ روم جي ڪلب پاران هڪ تحقيق ڪئي وئي جنهن ۾ پڻ ساڳي طرح جا خدشا ظاهر ڪيا ويا.

نجي مالڪي جي فائدن سمجهندي اهو آساني سان چئي سگهجي ٿو تہ دنيا جي تباهي واريون اڳڪٿيون اجان تائين چو غلط ثابت ٿيون آهن.جڏهن نجي مالڪي وارن وسيلن جي کوٽ پيدا ٿيندي تہ وسيلن جا اگهہ وڌي ويندا،اگهن ۾ واڌ واهپيدارن ،پيداوارن،جدت پسندن ۽ انجنيئرز کي ان ريت فائدو پهچائين ٿا تہ هو (1)وسيلن کي پاڻ وٽ محفوظ ڪري سگهن ٿا(2)اُنهن وسيلن جي پيٽ ۾ ٻيا متبادل ڳولي سگهن ٿا ۽(3)اُنهن وسيلن کي وافر مقدار ۾ ڳولي اُنهن مان فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا.انهن طاقتن اڄ تائين تباهي کي مستقبل ۾ تمام گهڻو پري ڌڪيو آهي ۽ ان ڳالهہ تي پڻ يقين ڪرڻ جو سبب موجود آهي تہ هو مستقبل ۾ ايسيتائين ائين ڪندا رهندا جسيتائين وسيلن تي نجي مالڪي قائم رهندي.وقت سان گڏوگڏ وسيلن جي حفاظت،متبادل ۽ نئين ٽيڪنالاجي وسيلن کي نسلن تائين موجود رکي سگهي ٿي.مثال طور تيل ۽

قدرتي گيس ڪوئلي جي استعمال کي بالڪل ختم ڪري ڇڏيو آهي پر اجا تائين ڪي ملڪ بجلي جو 40 سيڪڙو ڪوئلي تي ڏاهين ٿا. اسان ڪوئلي کي محفوظ بڻايو وينا آهيون.اسان وٽ بجلي جا اڳي ڪان وڌيڪ طريقا موجود آهن.جيڪڏهن اڄ بجلي جو بحران چوٽ چڙهي ويندو ته اسان اهو ڏسندا سين ته بجلي ڏاهيندڙ سستي بجلي ڏاحڻ لاءِ هوا،سج جي روشني ۽ ايٽمي توانائي مان فائدو حاصل ڪرڻ شروع ڪندا.

هڪ قانوني نظام سرمايي واري مارڪيٽن ۽ واپار مان فائدن جي بنياد رکي ٿوجيڪي معاشرتي ترقي جا اهم حصا آهن پي صورت ۾ عير محفوظ حق ۽ واسطا ۽ قانوني چاهه سيڙپڪاري ۽ واپار مان فائدن کي نقصان پهچائين ٿا.تاريخ ۾ ماڻهن مالڪي جا ڪيترا ئي طريقا اپنايا هئا جيئن وڏيون ڪو آپريٽوز،سوشلزم ۽ ڪميونزم.پر اهي تجربا نه صرف ناڪام ٿيا پر تباهڪار به ثابت ٿيا.اڄوڪي دور ۾ اسان کي نجي مالڪي ڪان علاوه پي ڪنهن به اهڙي اداري جي خبر نه آهي جيڪو ماڻهن کي وسيلن جي استعمال جي ايتري آزادي ڏي.

## مقابلي واريون مارڪيٽون:مقابلو وسيلن جي اثرائتي استعمال ۽ مسلسل جدت کي هٿي وٺرائي ٿو.

*صنعتي شعبي ۾ مسلسل بهتري لاءِ مقابلي جو رجحان تمام ضروري آهي.ان سبب شيون ڏاهيندڙ وسيلن کي زيان ٿيڻ کان بچائڻ ۽ قيمتن کي گهٽ رکڻ تي خاص ڌيان ڏين ٿا ته جيئن هو پنهنجيون شيون سستي اگهن ۾ وڪرو ڪري سگهن.ان سان مهانگيون شيون ڪپائيندڙن جو خاتمو ٿئي ٿو ۽ پيداوارن جو ڌيان شين جي خاص جوڙڪ ۽ گهٽ قيمتن تي رهي ٿو.*

*ڪليئر ول ڪاڪس*

مقابلي جو رجحان اُن وقت پيدا ٿئي ٿو جڏهن مارڪيٽ ۾ آزادي سان داخلي جي اجازت هجي ۽ متبادل خريدار ۽ وڪرو ڪندڙ موجود هجن.هڪبئي جون مخالف ڪمپنيون مقامي ،علائقائي ،قومي ۽ عالمي مارڪيٽس ۾ مقابلو ڪن ٿيون.مقابلو مارڪيٽ ايڪنامي لاءِ خون جو ڪردار ادا ڪري ٿو.

مقابلو شيون ناهيندڙن کي اثرائتي ۽ واهپيدارن جي ضرورتن آهر ڪم ڪرڻ لاءِ دٻاءُ وجهي ٿو.مقابلو غيراثرائتي پيداوارن کي ختم ڪري ڇڏي ٿو.اُهي ڪمپنيون جيڪي واهپيدارن جي گهرج مطابق شيون نہ ٺيون ناهين ،اُهي نہ صرف نقصان ڪٽن ٿيون پر آهستي آهستي ختم ٿي وڃن ٿيون.ڪامياب مقابليدارن لاءِ اهو ضروري آهي تہ هو پنهنجي مخالفن کي مارڪيٽ مان ٻاهر ڪڍي ڇڏين.هو اهو ڪيترن ئي طريقن سان ڪري سگهن ٿا جيئن شين جي بهتر خصوصيت ،خدمتن جو طريقہ ڪار ،آساني ،اشتهار ۽ اگهہ پر گهٽ ۾ گهٽ هو اها ڪوشش ڪن ٿا تہ هو واهپيدارن کي اوتري عزت ڏين جيتري سندن مخالف ڏئي رهيو آهي.

اها ڪهڙي قوت آهي جيڪا ميڪڊونلڊز،هونڊا موٽرز يا ڪنهن ٻي بزنس فورم کي اگهہ وڌائڻ ،خراب شيون وڪرو ڪرڻ ۽ خراب خدمتون سرانجام ڏيڻ کان روڪي ٿي؟ان جو جواب مقابلي ۾ ئي آهي.جيڪڏهن ميڪ ڊونلڊز مزيدار برگر نہ ڪپائيندو تہ پوءِ ماڻهو اُن بدران ڪي ايف سي،سب وي يا ڪنهن ٻي مخالف جو برگر کائڻ تي مجبور ٿي ويندا.ڪمپني پهلي ڪيڏي بہ وڏي ڇو نہ هجي پر جيڪڏهن هو پنهنجي واهپيدارن کي اهميت نہ ڏيندي تہ هو ختم ٿي ويندي.ساڳي مثال هونڊا موٽرز يا ڪنهن ٻي ڪمپني جي بہ ٿي سگهي ٿي.

مقابلو ڪمپنين کي سستي اگهن تي بهتر شيون ناهڻ جو فائدو بہ پهچائي ٿو.چاڪاڻ تہ ٽيڪنالاجي ۽ قيمتون مسلسل تبديل ٿين ٿيون ۽ ڪنهن کي بہ اها خبر نہ هوندي آهي تہ مستقبل ۾ واهپيدار ڪهڙي شي خريد ڪندا ۽

اُن شيءِ جي پيداوار لاءِ ڪهڙي ٽيڪنالاجي سستي هوندي.ان جو جواب به مقابلي ۾ ٿئي آهي.ڇا انٽرنيٽ ذريعي ريٽيل مارڪيٽنگ شاپنگ مال کان بهتر خيال ٿي سگهي ٿو؟يا وري اهو صرف هڪ اهڙو خواب آهي جيڪو پڻ تمام جلد ٻلبلي جي صورت ۾ ختم ٿي ويندو؟مقابلو ان جو جواب ڏيندو.

## حج اُڏامون ۽ هڪ هٽي

پاڪستان مان هر سال لکين حاجي حج جو فرض ادا ڪرڻ لاءِ سعودي عرب وڃن ٿا.ان سفر ۾ اُنهن کي جده ايئرپورٽ تي لهڻو هوندو آهي پر پاڪستان مان حاجين کي ڪٽي وڃڻ ۽ جده ايئرپورٽ تي لهڻ جي اجازت صرف پي آءِ اي ۽ سعودي ايئرلائين کي آهي.اها پاليسي مٿين ٻنهي هوائي ڪمپنين کي به هٽي ڏئي ٿي .ان صورتحال جو فائدو وٺندي ٻئي هوائي ڪمپنيون ٻين ڪمپنين جي مقابلي ۾ وڌيڪ ڪرايا اوڳاڙين ٿيون.ٻنهي ڪمپنين جا ڪرايا سال ۾ ڪيترا ئي ڀيرا تبديل ٿيندا رهن ٿا پر خاص طور تي حج دوران اهي ڪرايا چوٽ چڙهيل هوندا آهن ۽ حج ڪانپوءِ انهن ڪراين کي گهٽايو وڃي ٿو.جده لاءِ رمضان جي مهيني ۾ به ڪرايا چوٽ چرهيل هوندا آهن.ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته هڪ هٽي هميشه واهپيدارن جو خيال نه رکندي وڌ ۾ وڌ فائدا پهچائي ٿي.واهپيدار مڪمل مقابلي واري صورتحال مان بهتر فائدا حاصل ڪري سگهن ٿا.

ٻنهي ڪمپنين جا ڪرايا سال ۾ ڪيترا ئي ڀيرا تبديل ٿيندا رهن ٿا پر خاص طور تي حج دوران اهي ڪرايا چوٽ چڙهيل هوندا آهن ۽ حج ڪانپوءِ انهن ڪراين کي گهٽايو وڃي ٿو.جده لاءِ رمضان جي مهيني ۾ به ڪرايا چوٽ چرهيل هوندا آهن.ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته هڪ هٽي هميشه واهپيدارن جو خيال نه رکندي وڌ ۾ وڌ فائدا پهچائي ٿي.واهپيدار مڪمل مقابلي واري صورتحال مان بهتر فائدا حاصل ڪري سگهن ٿا.

مارڪيٽ ايڪنامي ۾ واپاري ڪنهن به جدت لاءِ آزاد هوندا آهن پر أنهن کي صرف سيڙپڪار جي مدد جي ضرورت هوندي آهي جيڪو پنهنجا گهربل فنڊ مارڪيٽ ۾ آڻي سگهي.هتي ڪنهن مرڪزي منصوبيڪار ،ڪنهن قانوني اٿارٽي يا ڪاروباري مخالف جي اجازت جي ضرورت نہ هوندي آهي.هتي مقابلو ڪنهن بہ سيڙپڪار کي ڪنهن پيداوار جي مدد ڪرڻ کان نہ ٿو روڪي ڇاڪاڻ تہ ان جو اندازو واهپيدارن جي ورتاءُ مان ئي ٿي ويندو آهي.جيڪڏهن واهپيدار ان شيءِ جي جدت ۾ اگهن جي قدر ڪن ٿا تہ ڪاروبار ۾ فائدو ٿيندو پر جيڪڏهن واهپيدار نئين شي کي پنهنجي لاءِ بهتر نہ سمجهندا تہ ڪاروبار ۾ نقصان ٿيندو.واهپيداري ڪنهن بہ ڪاروباري تجديد ۾ ڪارڪردگي جو جج هوندو آهي.أهي واپاري جيڪي مقابلي واري صورتحال ۾ زندهہ رهڻ چاهين ٿا تہ أنهن کي اڻٿڪ محنت ڪرڻي پوندي.اڄ جي ڪامياب شيءِ ،ٿي سگهي ٿو تہ سُڀاڻي مقابلي ۾ نہ هلي سگهي ان ڪري مقابلي واري مارڪيٽ ۾ رهڻ لاءِ سُٺي سوچ،جاچڻ جي صلاحيت ۾ نون خيالن کي اپنائڻ تمام ضروري آهي.

هتي مقابلو ڪنهن بہ سيڙپڪار کي ڪنهن پيداوار جي مدد ڪرڻ کان نہ ٿو روڪي ڇاڪاڻ تہ ان جو اندازو واهپيدارن جي ورتاءُ مان ئي ٿي ويندو آهي.جيڪڏهن واهپيدار ان شيءِ جي جدت ۾ اگهن جي قدر ڪن ٿا تہ ڪاروبار ۾ فائدو ٿيندو پر جيڪڏهن واهپيدار نئين شي کي پنهنجي لاءِ بهتر نہ سمجهندا تہ ڪاروبار ۾ نقصان ٿيندو.

مقابلي سان ئي ڪوجنا،ڪاروباري سرشتي ۾ ڪمپني جي حجم کي گهٽ قيمتن اندر ئي رهڻ ۾ مدد ملي ٿي.ڪنهن بي اقتصادي نظام کان هٽي ڪري مارڪيٽ ايڪنامي ۾ اهڙي ڪنهن بہ ڪمپني کي ڪا رعايت نہ آهي جنهن کي مقابلي جي اجازت هجي.هتي هر قسم جي ڪاروبار جي اجازت هوندي آهي.هتي هڪ شخص جي واپار ، پارٽنرشپ ،سهڪار،مزدورن تي مشتمل ڪمپني واهپيدارن جي برادري يا ڪنهن بہ قسم جي ڪمپني کي مارڪيٽ ۾ ڪاروبار ڪرڻ جي مڪمل اجازت هوندي آهي.جيڪڏهن ڪا ڪمپني سُنيون

شيون ٺاهيندي ۾ بهتر اڳهہ رکندي تہ اُها ڪامياب ٿيندي پر جيڪڏهن ان جو سرشتو وڏيڪ اڳهن تي مجبور ڪري ٿو تہ مقابلو اُن کي مارڪيٽ ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪندو.

هتي هر قسم جي شيءِ لاءِ هڪ جهڙو اڳهہ هجڻ ضروري آهي .مثال طور اُهي ڪمپنيون جيڪي جهاز يا گاڏيون ٺاهين ٿيون ،اُهي تمام وڏيون هجڻ ڪري اقتصادي لائين جو فائدو حاصل ڪن ٿيون.جيڪڏهن ڪا ڪمپني صرف هڪ گاڏي ٺاهيندي تہ اُها ان کي تمام مهانگي پوندي پر جيڪڏهن ڪا ڪمپني هزارين گاڏيون ٺاهيندي تہ اُن جي پيداواري قيمت هر گاڏي جي حساب سان گهٽجندي ويندي.اهو فطري عمل آهي تہ واهپيدار اُن ڪمپني جون شيون خريد ڪندا جيڪا پنهنجي شين جا اڳهہ سستا رکندي.ان قسم جي صورتحال ۾ ڪيتريون ئي ننڍيون ڪمپنيون مارڪيٽ مان غائب ٿي وينديون.

## خودمختار ساک ۾ مارڪيٽ جون پيچيدگيون

پاڪستان ۾ پرڏيهي سيرپڪاري آڻڻ لاءِ حڪومت آءِ سي آءِ لميٽيڊ کي پيور ٽيلي پيٿائين ايسڊ ۾ سيڙپڪاري جي دعوت ڏني آهي.هي هڪ تمام گهٽڊي منافعي وارو منصوبو آهي ۽ آءِ سي آءِ پاڪستان لميٽيڊ ان منصوبي کي خودمختار ساک ذريعي شروع ڪيو آهي جنهن جو مقصد اهو آهي تہ پاڪستان پي ٽي اي جي ڊيوٽي فري برآمد جي اجازت نہ ڏيندو.پي ٽي اي هڪ اهڙو ڪچو ڌاتو آهي جيڪو پوليسٽر اسٽيبل فائبر ٺاهڻ جي ڪم اچي ٿو.جڏهن تہ پي ايس ايف ڪپڙي جي صنعت لاءِ هڪ اهم جزو آهي.پي ٽي اي ۽ پي ايس ايف جي مقامي پيداوار سان پاڪستان پنهنجي صنعتي شعبي لاءِ پي ايس ايف جي امپورٽ ختم ڪري پرڏيهي ناڻو بچائي سگهي ٿو.ان منصوبي سان آءِ سي آءِ کي قانوني هڪ هٿي ملي آهي .مقامي پي ايس ايف ٺاهيندڙ هميشہ ان معاهدي

تي گهٽتي جو اظهار ڪن ٿا ان ڪري هو آءِ سي آءِ ڪي پي ايس ايف جي وڌندڙ اگهن جو ذميوار قرار ڏين ٿا چاڪاڻ ته آءِ سي آءِ سان سرڪار جو معاهدو هجڻ سبب هو پي ايس ايف ٻاهران نه ٿا گهرائي سگهن.پاڪستان ۾ ٺهندڙ پي ايس ايف ڪوريا ۽ ٻين ملڪن مان گهرايل پي ايس ايف جي ڀيٽ ۾ تمام مهانگو آهي .مقامي پي ايس ايف ٺاهيندڙ صنعت پڻ ان معاهدي سبب متاثر ٿي آهي.

مقابلو ڪڏهن به ڪاروبار لاءِ فائديمند ثابت نه ٿيو آهي.ڪاروباري حلقا مقابلي کي منهن ڏيڻ کي پسند نه ڪندا آهن.ان ڪري هو گروهن ۾ ملي اهڙيون پاليسيون جوڙائيندا آهن جيڪي کين فائدو ڏين.جيتوڻيڪ مقابلي سبب منافعي جي شرح گهٽ هوندي آهي ۽ ڪاروباري حلقن کي سستي اگهن تي بهتر شين ۽ خدمتن جي صورت ۾ ڪم ڪرڻو پوي ٿو.ٻي پاسي حڪومتي قاعدا جيڪي ڪجهه واپارين کي فائدو ڏيڻ لاءِ مارڪيٽ ۾ داخلي تي پابنديون وجهن ٿا،اُهي حقيقت ۾ معاشي ترقي کي نقصان پهچائي رهيا هوندا آهن.مقابلو انفرادي فائدن کي پنهنجي رکي ڪم ذريعي بهتر زندگي گذارڻ ڏانهن مائل ڪري ٿو.جيئن ايڊم سمٿ پنهنجي ڪتاب قومن جو ناڻو(ويلٿ آف نيشنز ) ۾ چئي ٿو:

*"هڪ ڪاسائي،حجم يا وادو اسان جا مائٽ نه آهن جو اسان اُنهن کان ڪنهن شيءِ جي اُميد رکون پر اها صرف اُنهن جي پنهنجي انفرادي فائدي واري سوچ آهي .اسان اُنهن کان شيون وٺڻ لاءِ انسانيت جي جذبي تحت نه پر اُنهن جي پنهنجي چاهه يا وري اسان پنهنجي بنيادي ضرورتن کان هٽي ڪري اُنهن جي فائدي لاءِ اُنهن سان ڳالهايون ٿا."*

جيڪڏهن انفرادي سوچ سبب مقابلي جو رجحان وڌي ٿو ته اها اقتصادي ترقي لاءِ هڪ بهترين طاقت هوندي .مختلف شين ٽيڪنالاجي ،ادارتي طريقن ۽ ڪمپنين ۾ مقابلي سبب غيراثرائتيون ڪمپنيون پاڻمرادو ختم ٿي وينديون ۽ سُٺيون شيون ۽ ٽيڪنالاجي جي کوج مارڪيٽ ۾ وڌي ويندي.نيا طريقا اپنائڻ سان شين جي خاصيت ۾ واڌ ۽ اگهن ۾ گهٽتائي اچي ٿي. جنهن

سبب پراڻا طريقا پاڻمرادو ختم ٿي وڃن ٿا.تاريخ اهڙين مثالن سان ڀري پئي
آهي.گاڏين جي اچڻ سان گهوڙن ۽ گهوڙي گاڏين تي سفر ڪرڻ ختم ٿي
ويو.وڏيون سپرمارڪيٽون ٺهڻ سبب ننڍين دڪانن جو تصور ختم ٿي ويو ۽
اهڙا ڪيترا ئي مثال آهن جن پراڻي طريقن کي جدت بخشي ۽ ترقي حاصل
ڪئي.جوزف شمپيٽر مقابلي کي هڪ تخليقي تباهي جو نالو ڏئي ٿو.۽ سندس
چوڻ آهي تہ مقابلي سبب بنيادي اقتصادي ترقي عمل ۾ آئي ۽ هو صحيح هو.

## داخلي پابندين سبب واهپيدارن جا نقصان

پاڪستان ۾ ڪار ٺاهڻ جي صنعت حڪومتي قاعدن جي اهڙن ڪيترن
ئي منفي مثالن سان ڀري پئي آهي.ڪار ٺاهڻ جي صنعت ۾ سيڙپڪاري ڪندڙن
کي پاڪستان جي حڪومت طرفان خودمختيار ساک ڏني وئي،ان معاهدي موجب
سرڪار پراڻين گاڏين جي ڊيوٽي فري امپورٽ
ڪجهہ عرصي لاءِ بند ڪري ڇڏي. هن
پاليسي سبب پاڪستان ۾ ڪار ٺاهيندڙن جي
هڪ هٽي قائم ٿي وئي.اُنهن پنهنجي هڪ
هٽي جا فائدا واهپيدارن مان ڪنيا.پاڪستاني
واهپيدار تمام گهٽي امپورٽ ڊيوٽي سبب
پاڪستان ۾ ئي گاڏين جي خصوصيت تي
ڪنهن حد تائين سمجهوتو ڪري پاڪستان ۾
ئي گاڏيون خريد ڪرڻ تي مجبور ٿي ويا.ان
قسم جا نقصان مارڪيٽ ۾ مقابلو نہ هجڻ
کي ظاهر ڪن ٿا.ان ڪري مقابلو ئي مارڪيٽ
جي سيني مسئلن جو حل آهي.

پاڪستاني واهپيدار تمام
گهٽي امپورٽ ڊيوٽي سبب
پاڪستان ۾ ئي گاڏين جي
خصوصيت تي ڪنهن حد
تائين سمجهوتو ڪري
پاڪستان ۾ ئي گاڏيون خريد
ڪرڻ تي مجبور ٿي ويا.ان
قسم جا نقصان مارڪيٽ ۾
مقابلو نہ هجڻ کي ظاهر ڪن
ٿا.ان ڪري مقابلو ئي
مارڪيٽ جي سيني مسئلن
جو حل آهي.

## حڪومتي قاعدن تي حدبندي:اُهي پاليسيون جيڪي واپار گهٽائڻ ۽ معاشي تباهي جو ڪارڻ بڻجن ٿيون.

جيئن تہ اسان اڳ ۾ ئي بڌائي چڪا آهيون تہ واپار سماجي فائدن ۽ وڏيڪ آمدن کي هٿي وٺرائي ٿو جيڪا ٻئي ڪنهن طريقي سان حاصل ڪري سگهجي.جڏهن حڪومتون واپار ذريعي سهڪار کي محدود ڪن ٿيون تہ اُهي معاشي ترقي کي پڻ چيهو رسائين ٿيون.حڪومت واپار ۾ ڪيترن ئي طريقن سان مونجهارا پيدا ڪري ٿي:

پهريون،ڪيترن ئي ملڪن ۾اهڙا قاعدا لاڳو ڪيا وڃن ٿا جيڪي ڪاروبار ۾ داخلي کي محدود بڻائين ٿا.اهڙن ملڪن ۾ جڏهن توهان کو ڪاروبار ڪرڻ يا ڪا خدمت ڏيڻ چاهيندئو تہ توهان کي لائسنس وٺڻو پوندو،فارم پرڻا پوندا،ڪيترن ئي بيوروز کان اجازتناما وٺڻا پوندا تہ جيئن اها خبر پئجي سگهي تہ توهان قابل آهيو،اهو اندازو لڳائي سگهجي تہ توهان وٽ ججهو ناڻو آهي ۽ توهان قاعدن جون منزلون پار ڪري ويندئو.ڪي آفيسر ايسيتائين توهان جي درخواست منظور نہ ڪندا جيسيتائين توهان اُنهن جي سياسي تجوري ۾ ڪا رشوت نہ وجهو ۽ خاص طور تي اُهي وڏا ڪاروباري ادارا توهان جي درخواست کي نامنظور ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا جن کي ڪا سياسي چانو هوندي.

اهڙن ملڪن ۾ جڏهن توهان کو ڪاروبار ڪرڻ يا ڪا خدمت ڏيڻ چاهيندئو تہ توهان کي لائسنس وٺڻو پوندو،فارم پرڻا پوندا،ڪيترن ئي بيوروز کان اجازتناما وٺڻا پوندا تہ جيئن اها خبر پئجي سگهي تہ توهان قابل آهيو،اهو اندازو لڳائي سگهجي تہ توهان وٽ ججهو ناڻو آهي ۽ توهان قاعدن جون منزلون پار ڪري ويندئو.

## ڪوٽ بليڪ مارڪيٽ کي جنم ڏئي ٿي

گاڏين جي صنعت ۾ اها ڳالهه به غور جوڳي آهي ته اها صنعت شهرن ۾ بليڪ مارڪيٽنگ جي مدد ڪري ٿي.جيڪڏهن ڪو گاڏي وٺڻ چاهي ٿو ته اُن لاءِ اهو ممڪن نه آهي ته هو اُن جي قيمت ادا ڪري فوري طور گاڏي حاصل ڪري سگهي.سپلاءِ تي ضابطي سبب اُن کي ڪجهه عرصو انتظار ڪرڻو پوندو پر جيڪڏهن هو فوري طور تي ڪار وٺڻ چاهي ٿو ته اُن کي ڪار جو ماڊل ۽ ڪمپني جي حساب سان قيمت کان ڪجهه وڌيڪ رقم ادا ڪرڻي پوندي.سپلاءِ جو دارومدار فيڪٽرين جي ضابطي هيٺ هجڻ سبب بليڪ مارڪيٽ وجود ۾ اچي ٿي جتي سيڙپڪار گاڏيون خريد ڪري وڌيڪ قيمتن تي وڪرو ڪن ٿا.

هرنيندو ڊيسوتو پنهنجي ڪتاب *مسٽري آف ڪيپيٽل*(سرمائي جو معمو) ۾ لکي ٿو ته هُن کي پيرو جي شهر ليما ۾ ڪپڙي جو ڪاروبار ڪرڻ لاءِ سرڪاري گهرجون پوريون ڪرڻ ۾ تقريبن 289 ڏينهن لڳا(ان کان اڳ هڪڙي ٻي ڪتاب *دي اَدر پاٿ* ۾هن ٻڌايو ته ته تقريبن ڏهه جاين تي هُن کي لازمي رشوت ڏيڻي پئي.۽ اُتي ٻن جاين تي ڪاروبار کي قانوني شڪل اختيار ڪرائڻ لاءِ پڻ رشوت ڏيڻي پئي.ٻين ڪيترن ئي ڪيسن ۾ جيڪڏهن توهان پرڏيهي ناڻي سان ڪاروبار شروع ڪرڻ چاهيو ته توهان کي قاعدن جي چڪرويو مان گذرڻو پوندو.اهڙي قسم جون پاليسيون واپار جي آزادي ۽ واپاري مقابلي کي گهٽائي سياسي ڪرپشن کي هٿي وٺرائين ٿيون جنهن سبب سُنن ماڻهن کي ٻه معاشي بدحالي جي ور چاڙهيو وڃي ٿو.

ٻيو،اُهي قاعدا جيڪي سياسي اختيارين کي قانون جي بالادستي ۽ معاهدن جي آزادي جو نعم البدل بڻائين ٿيون،اُنهن سبب واپاري فائدا گهٽجي وڃن ٿا.ڪيترا ئي ملڪ اهڙا آهن جتي تمام ڏکيا قانون ناهي سياسي انتظاميه کي ضرورت کان وڌيڪ اختيار ڏنا وڃن ٿا.مثال طور 1980 جي ڏهاڪي ۾ گوئٽي مالا ۾ ڪسٽم آفيسرن کي اهو اختيار ڏنو ويو هو ته هو ملڪي مفادن ۾

جنهن کي چاهين ،ٽيرف جي چوٽ ڏئي سگهن ٿا.اهڙو قانون يقينن سرڪاري آفيسرن کي رشوت خوري جي دعوت ڏيندو آهي.ان سان قانوني عدم استحڪام پيدا ٿئي ٿو ۽ ايماندار ماڻهن لاءِ ڪاروباري سرگرميون تمام گهٽيون مهانگيون ۽ گهٽ منافعي بخش ثابت ٿين ٿيون. قانون کي تمام سولو ۽ غير جانبدار هجڻ گهرجي.جيڪڏهن ائين هوندو ته اهو واپار لاءِ تمام وڏي رُڪاوٽ هوندو.

قانوني رنڊڪون معيشيت ۽ ڪيترن ئي ماڻهن لاءِ مهانگيون ثابت ٿين ٿيون پر اهي قاعدا مخالفن کي مارڪيٽ ۾ گهڙڻ کان روڪڻ لاءِ مدد پڻ ڪن ٿا چاڪاڻ ته اهڙا قانون أنهن لاءِ سُٺا هوندا آهن جيڪي أن مان فائدو حاصل ڪن ٿا.أهي واڌو قيمت ادا ڪري سياسي طور فائدو حاصل ڪن ٿا.أنهن مان ڪي سياستدانن ۽ قانونسازن سان گٺ جوڙ ڪري انهن ڏڪيائين کي اجان وڌرائي به سگهن ٿا جڏهن ته ٻيا(أهي جيڪي اهڙي صورتحال ۾ نقصان کي منهن ڏين ٿا) وري اهڙن قانونن جي اثرن کي ختم ڪرائڻ لاءِ گٺ جوڙ ڪندا آهن.اهڙي گٺ جوڙ ۾ صلاحيت رکندڙ فردن جو وقت ضايع ٿئي ٿو.ان سان گڏوگڏ سفري خرچ ،تفريح،پبلشنگ،ايڊورٽائيزنگ ۽ ٻين سرگرمين تي پيسو خرچ ٿئي ٿو.مارڪ ڪرين ۽ ٿامس هاپڪنز پاران سال 2000 ۾ آمريڪي سرڪار لاءِ هڪ رپورٽ تيار ڪئي وئي جنهن موجب گٺ جوڙ ناهڻ ۽ قاعدن ۾ تبديلي کي روڪڻ لاءِ أن سال تقريبن 348 ارب ڊالر خرچ ڪيا ويا.

اهڙي گٺ جوڙ ۾ صلاحيت رکندڙ فردن جو وقت ضايع ٿئي ٿو.ان سان گڏوگڏ سفري خرچ،تفريح،پبلشنگ،ايڊورٽائيزنگ ۽ ٻين سرگرمين تي پيسو خرچ ٿئي ٿو.مارڪ ڪرين ۽ ٿامس هاپڪنز پاران سال 2000 ۾ آمريڪي سرڪار لاءِ هڪ رپورٽ تيار ڪئي وئي جنهن موجب گٺ جوڙ ناهڻ ۽ قاعدن ۾ تبديلي کي روڪڻ لاءِ أن سال تقريبن 348 ارب ڊالر خرچ ڪيا ويا.

ڪيترن ئي ملڪن ۾ اهڙا قانون به آهن جيڪي آزاد معاهدن ۽ ٻين معاملن کي آزادي سان حل ڪرڻ ۾ مداخلت ڪن ٿا.خاص طور تي اها سچائي

ليبر مارڪيٽ ۾ نظر اچي ٿي جتي مزدورن جي گهٽ ۾ گهٽ پگهار واري قانونسازي،گڏيل بارگيننگ يا سيٹ جي مضبوطي جهڙيون ڪيتريون ئي شيون نظر اچن ٿيون.يورپ جي ڪيترن ئي ملڪن۾ اهڙن سرمائيدارن جي ضرورت محسوس ڪئي ٿي وڃي جيڪي پنهنجن مزدورن جو تعداد گهٽائڻ لاءِ (1)سياسي اختيارين کان اجازت ناما وٺن ٿا.(2) برطرف ڪيل ملازم کي هڪ مهينو اڳ ٻڌائين ٿا(3) ۽ برطرف ڪيل ملازم کي ڪيترن ئي مهينن تائين پگهار ڏيندا رهن ٿا.

اهڙي قسم جا قانون بظاهر تہ ملازمن لاءِ فائديمند نظر اچن ٿا پر اُن جي ثاني اثرن تي بہ ڌيان ڏيڻ گهرجي.اُهي قانون جن سبب ملازمن کي ڪڍڻ مهانگو پئجي وڃي ٿو تہ اُن قيمت کي ذهن ۾ رکندي روزگار ڏيندڙ وڌيڪ مزدور رکڻ کان پاسو ڪن ٿا جنهن جي نتيجي ۾ ملڪ ۾ بيروزگاري ۾ واڌارو اچي ٿو ۽ نوان ماڻهو روزگار حاصل ڪرڻ کان رهجي وڃن ٿا. جنهن سبب خاص طور تي 35 سالن کان گهٽ عمر وارا مزدور تمام گهڻي بيروزگاري جي ور چڙهي وڃن ٿا.يقينن مخدود ليبر مارڪيٽ سبب ڪيترن ئي يورپي ملڪن ۾ بيروزگاري جي شرح آمريڪا کان 4 کان 5 سيڪڙو وڌيڪ هوندي آهي.

ٽيون،قيمتن تي ضابطو پڻ واپار کي نقصان پهچائيندو.سرڪار ڪڏهن ڪڏهن مارڪيٽ اگهن کان بہ مٿي اگهہ مقرر ڪري ڇڏيندي آهي جنهن سبب واهپيدارن کي سرڪار پاران مقرر ڪيل گهٽ ۾ گهٽ اگهہ ادا ڪرڻو پوندو آهي.اگهن جي مقرري سبب ماڻهو اوترو سامان خريد نہ ڪري سگهندا آهن جيترو هو ڪري پئي سگهيا.سرڪار مارڪيٽ جي حد کان گهٽ اگهہ پڻ مقرر ڪندي آهي جيئن گهرن جو ڪرايو ۽ بجلي جا اگهہ.شين جي وڪري ۽ خريد جي حساب سان اگهن تي ضابطو گهڻ اثرانداز ٿيندو آهي پر ٻنهي صورتن ۾ واپار جي حجم ۽ پيداوار جي تبادلي جو رجحان گهٽجي ويندو آهي.تبادلو فائديمند ثابت ٿئي ٿو ان سان اسان موجود وسيلن مان وڌيڪ فائدا حاصل ڪري سگهون ٿا.اُهي قانون جيڪي واپار کي مختلف سياسي رنڊڪون هميشہ گهٽ

پيداواري ثابت ٿينديون آهن.کو ملڪ ايستائين پنهنجي مڪمل صلاحيت کان واقف نہ ٿو ٿي سگهي جيسيتائين پابنديون واپار کي محدود ڪري پيداواري قيمت کي گهٽ ۾ گهٽ رکن.مارڪيٽ هڪ بهترين ريگيوليٽر آهي.

## پيچيده قانون ۽ کنڊ جي صنعت

پاڪستان ۾ کنڊ جي پيداوار ۽ اُن جي ورڇ مارڪيٽ جي پيچيدگين جي مثال آهن.پاڪستان ۾ کنڊ جي صنعت هڪ موسمي صنعت آهي جتي کنڊ جا مل مالڪ ڪمند جو فصل خريد ڪن ٿا.يقينن ڪمند جي وڪري کان وٺي هولسيلر ۽ ريٽيلر تائين کنڊ جي پهچڻ ۾ وقت لڳندو آهي پر ڪمند جي آبادگارن کي بنا ڪنهن دير جي پنهنجيون ادائيگيون وٺي ڏيڻ لاءِ سرڪار مل اونرز کي قانوني طور آبادگارن کي ڪمند جي خريداري وقت ئي پيسا ڏيڻ لاءِ پابند بڻايو آهي.

ساڳي طرح کنڊ جي اگهن ۾ واڌارو اچي سگهي ٿو ڇاڪاڻ تہ مل مالڪ ڪمند کي ذخيرو ڪرڻ ۽ اُن مان کنڊ ناهڻ لاءِ بينڪن کان قرض وٺن ٿا. شگر ملن کي قرضن جي فراهمي لاءِ سرڪار اسٽيٽ بينڪ کي سستي اگهن تي قرض ڏيڻ لاءِ پڻ پابند بڻايو آهي.ان پاليسي سبب مل مالڪن کي ادائيگين جي عرصي تائين کنڊ پاڻ وٽ ذخيرو ڪرڻ جي اجازت ملي ٿي.گذريل سال جڏهن اسٽيٽ بينڪ مل مالڪن جي قرضن جي واپسي واري مهلت ۾ واڌارو ڪيو تڏهن اوپن مارڪيٽ ۾ کنڊ جو بحران پيدا ٿيو.قانون هميشہ حالتن کي منجهائين ٿا ۽ ان مثال مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ ڪيئن ان قسم جون تبديليون حالتن کي خراب ڪن ٿيون.

## اثرائتي مارڪيٽ: ان جي سگهه ڪي ڄاڻڻ لاءِ ڪنهن قوم وٽ سرمايي ڪي ناڻي ۾ تبديل ڪرڻ واري طريقن جو هجڻ ضروري آهي.

سڄي پيداوار جو اصل مقصد واهپيداري آهي.جيتوڻيڪ ڪڏهن ڪڏهن پيداوار وڌائڻ لاءِ اهو ضروري ٿي ويندو آهي ته وسيلن مان اُهي مشينون،وڏا اوزار ۽ عمارتون تعمير ڪيو وڃن جيڪي واهپيدارشيون ٺاهڻ لاءِ ڪم اچن.سرمايي جي سيڙپ(ڊگهي عرصي تائين ڪم ايندڙ وسيلن جي تعمير جي ڪم اچن جيڪي اسان ڪي مستقبل ۾ پيداوار ۾ مدد ڏين)معاشي واڌ لاءِ تمام ضروري آهي.

اُهي وسيلا (جيئن ليبر،زمين،۽ ڪچا ڌاتو) جيڪي سيڙپڪاري جو سامان ٺاهڻ جي ڪم اچن ٿا،واهپيداري جون شيون ٺاهڻ لاءِ مهيا نه هوندا.جيڪڏهن اسان جيڪو پيدا ڪيون ٿا،اُهو خرچ ڪري ڇڏيون ته سيڙپڪاري لاءِ وسيلا بچي ڪو نه سگهندا.اُن ڪري سيڙپڪاري لاءِ بچت ضروري آهي.اُن وٽ (سيڙپڪار يا سيڙپڪار ڪي پيسو فراهم ڪندڙ)سيڙپڪاري لاءِ بچت ۾ ڪجهه نه ڪجهه هجڻ ضروري آهي.بچت سيڙپڪاري جي مرحلي جو اهم حصو آهي.ضروري نه آهي ته سيڙپڪاري جا سيئي منصوبا پيداواري هجن.سيڙپڪاري ان وقت قومي ناڻي ڪي وڌائي ٿي جڏهن اُن ذريعي ٿيندڙ پيداوار سيڙپڪاري جي قيمت ڪيي سگهي.جڏهن ائين نه ٿيندو آهي ته منصوبا گهٽ پيداوار ڏيکارين ٿا ۽ ناڻي ڪي گهٽائين ٿا.سيڙپڪاري ڪڏهن به پڪي ڪاٿن تي نه ٿيندي آهي ،ان ڪري تمام سُٺا سيڙپڪاري منصوبا پڻ ڪڏهن ڪڏهن ناڻو وڌائڻ ۾ ناڪام ويندا آهن.ان ڪري اقتصادي بهتري لاءِ اهو تمام اثرائتو ٿيندو

> سيڙپڪاري ڪڏهن به پڪي ڪاٿن تي نه ٿيندي آهي ،ان ڪري تمام سُٺا سيڙپڪاري منصوبا پڻ ڪڏهن ڪڏهن ناڻو وڌائڻ ۾ ناڪام ويندا آهن.ان ڪري اقتصادي بهتري لاءِ اهو تمام اثرائتو ٿيندو ته قومون پنهنجي اندر بچت جو رجحان پيدا ڪن ته جيئن اها بچت سيڙپڪاري ۾ تبديل ٿي ناڻو پيدا ڪري.

تہ قومون پنهنجي اندر بچت جو رجحان پيدا ڪن تہ جيئن اها بچت سيڙپڪاري ۾ تبديل ٿي ناڻو پيدا ڪري.مارڪيٽ ايڪنامي ۾سرمايي واريون مارڪيٽون اهو ڪم سرانجام ڏين ٿيون.سرمايي واري مارڪيٽ هڪ اها مارڪيٽ هوندي آهي جنهن ۾ اسٽاڪ ،ريئل اسٽيٽ،وڏا ڪاوبار ۽ قرض ڏيڻ جي صلاحيت هوندي آهي.اُتي مالياتي ادارا جهڙوڪ اسٽاڪ ايڪسچينج،بينڪون،انشورنس ڪمپنيون،ميوچوئل فنڊز ۽ سيڙپڪاري ڪمپنيون سرمايي واري مارڪيٽ ۾ تمام اهم ڪردار ادا ڪن ٿا.

نجي سيڙپڪار جهڙوڪ ننڍي واپار جا مالڪ ڪارپوريٽ ،اسٽاڪ هولڊر ۽محدود سرمايو رکندڙ سرمايي واري مارڪيٽ پنهنجو پيسو رسڪ تي رکندا آهن.ڪڏهن اُهي سيڙپڪار غلطيون ڪندا تہ ڪڏهن وري غير منافعي بخش منصوبن کي منافعي وارو ثابت ڪري ڏيکاريندا.جيڪڏهن سيڙپڪار اهڙا موقعا ڪٽڻ لاءِ راضي نہ هجن ها تہ اهڙا ڪيترا ئي بهترين خيال ٽيسٽ نہ ٿي سگهن ها پر رسڪ وارن منصوبن جو وجود ئي نہ هجي ها.جڏهن ميڊيا جي سيڙپڪارن 24 ڪلاڪ خبرن وارا چينل هلائڻ جو فيصلو ڪيو تہ ان سان ڪيترا ئي ٽيليويزن جو ڪاروبار ڪندڙ چٽر ڪرڻ لڳا.اُنهن پڇيو تہ صبح جو 4 بجي ڪهڙو ماڻهو هوندو جيڪو خبرون ڏسڻ چاهيندو؟پر جڏهن ان سوچ عملي جامو پاتو تہ پوري دنيا ۾ نشريات جي فطرت ئي تبديل ٿي وئي.

اُنهن پڇيو تہ صبح جو 4 بجي ڪهڙو ماڻهو هوندو جيڪو خبرون ڏسڻ چاهيندو؟پر جڏهن ان سوچ عملي جامو پاتو تہ پوري دنيا ۾ نشريات جي فطرت ئي تبديل ٿي وئي.

هڪ غيريقيني واري دنيا ۾ ناڪام سيڙپڪاريون لازمي طور تي اُنهن سيڙپڪارين جي قيمت تي ٿين ٿيون جن مان مختلف شين ۽ ٽيڪنالاجي ۾ جدت آڻي سگهبي هئي.اهڙن گهٽ پيداواري منصوبن کي بالڪل ختم ٿيڻ گهرجي.

## مارڪيٽ جو اثر ۽ درجا بندي

مارڪيٽ ڪي شين جي حدبندي جي حوالي سان بهترين سمجهيو وڃي ٿو.معيشيت ۾ اثرائتي مارڪيٽ جي هائپوٿيسز ۾ معلومات جو نظريو ٻڌائي ٿو ته مارڪيٽ مان ڪو به رانديگر ناجائز منافعو (يا ناجائز نقصان) نه ٿو ڪٽي سگهي جيڪڏهن اهو نظريو مڪمل طور صحيح آهي ته پوءِ مارڪيٽ ۾ هر ڪنهن وٽ لامحدود معلومات هجڻ سبب هر ڪم آساني سان ٿيندو آهي ۽ ٻئي شين جا اگهه آساني سان مقرر ڪري سگهن ٿا.جيتوڻيڪ مارڪيٽ ۾ گهٽ معلومات هجڻ جي ڪري معاملا پيدا ٿين ٿا.اهي معاملا درجابندي ڪندڙن کي هو موقعو فراهم ڪن ٿا ته هو مارڪيٽ جي درجا بندي ڪري سگهن. اها ڳالهه سڀ ڄاڻين ٿا ته درجا بندي ڪندڙ به مارڪيٽ جي درجا بندي پنهنجن فائدن جو سوچي ڪن ٿا.جيئن يونيورسٽين،بينڪن،مالياتي ادارن،درآمد ڪندڙن ۽ سيڙپڪارن وغيره جي درجه بندي ڪري مارڪيٽ کي گمراهه ڪن ٿا.سيني واسطيدارن لاءِ آزادي سان معلومات جي فراهمي کي يقيني بڻايو وڃي ته جيئن هو پنهنجي منهن تجزيو ڪري سگهن.

سرمايي واريون مارڪيٽون ان ڳالهه کي يقيني بڻائين ٿيون ته ايندڙ وقت ۾ نجي سيڙپڪار اُنهن منصوبن تي پيسو ضايع ڪرڻ بند ڪري ڇڏيندا جيڪي غير منافعي بخش ۽ غير پيداواري هجن.اُنهن کي پنهنجي پيسي تي نظر رکڻ ۽ اُنهن منصوبن کي اک ۾ رکڻ جو ضرور فائدو ٿيندو جن ۾ هو پنهنجو ناڻو سيڙائي وينا هوندا.نواڻ يا تبديلي لاءِ ڄاڻ جو هجڻ تمام ضروري آهي ڇاڪاڻ ته ڄاڻ ذريعي ئي بهترفيصلا ڪري سرمايي کي فائدي ۾ تبديل ڪري سگهبو. بنا ڪنهن نجي ڪيپيٽل مارڪيٽ جي سيڙپڪاري کي ناڻو ڪمائيندڙ منصوبن ۾ تبديل نه ٿو ڪري سگهجي.

جڏهن سيڙپڪاري لاءِ مارڪيٽ بدارن سرڪار طرفان منصوبہ بندي ڪئي ويندي آهي تڏهن بالڪل مختلف مسئلا جنم وٺندا آهن.هتي مارڪيٽ ريٽرن بدران سياسي اثر هيٺ منصوبن جي شروعات ڪئي ويندي آهي.اُهي منصوبا وڌيڪ بهتر سمجهيا ويندا جيڪي ناڻو ڪمائڻ بدران ناڻو گهٽائيندا.

اهو نقطو مشرقي يورپ ۽ اڳوڻي سوويت يونين جي تجربي سبب واضع آهي تہ چئن ڏهاڪن ۾ (1950-1990) انهن ملڪن ۾ سيڙپڪاري جي شرح دنيا ۾ سڀني کان وڌيڪ هئي.مرڪزي منصوبہ بندن قومي اپت جو تقريبن هڪ ڀاڱي تي حصو سرمايي ۾ سيڙايو.ايڏي وڏي سيڙپڪاري جي باوجود معاشي صورتحال بدارن سياسي فيصلا اثر انداز هجڻ سبب ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۾ تمام گهٽ بهتري آئي.وسيلن جو سياسي طور تي شهرت ۽ عزت ڪمائڻ خاطر زيان ڪيو ويو.

ڪڏهن ڪڏهن سرڪار ڪيپيٽل مارڪيٽس ۾ وياج جي شرح جي مقرري جي صورت ۾ مداخلت ڪري ٿي.اُهي قرض ڏيندڙن کي هڪ گهٽ ۾ گهٽ شرح تي قرض ڏيڻ جو پابند بڻائي ٿي.جيتوڻيڪ اهو قانون بظاهر قرض ڪٽندڙن لاءِ فائديمند نظر اچي ٿو پر ان سان رسڪي منصوبن جي حوصلا شڪني ٿئي ٿي.ٿي سگهي ٿو تہ اهي منصوبا ناڻي ڪمائڻ لاءِ بهتر ثابت ٿين.ان سان مارڪيٽ ۾ ذاتي بچت آڻڻ جي رستا روڪ ٿئي ٿي.

وياج جي شرح هيٺاهين تي مقرر ڪرڻ سان ماڻهن ۾ بچت ڪرڻ جو رجحان گهٽجي وڃي ٿو.گهٽ بچتن جو مطلب آهي تہ سيڙپڪاري لاءِ گهٽ ناڻو موجود آهي.ان ۾ اجا بدترين حالت اها هوندي آهي جڏهن وياج جي شرح ۽ مهانگائي واري مالياتي پاليسي کي گڏ ڪيو ويندو آهي.اُتي حقيقت ۾ وياج جي شرح ويتر گهٽ ٿي ويندي آهي.جنهن کي اقتصادي ماهر"حقيقي وياج جي شرح ڪوٺين ٿا پڻ ڪاٺو هوندي.

## پيداوار ۽ گهٽ اُجرت

ليبر قانون ۾ تازي ترميم ذريعي پاڪستاني سرڪار گهٽ ۾ گهٽ اجرت 7 هزار روپيا في مهينو مقرر ڪئي آهي.ترميم ڪرڻ کان اڳ گهٽ صلاحيت رکندڙ مزدور گهٽ پگهار تي ڪم ڪرڻ لاءِ راضي هئا جتي سندن گهٽ پيداوار نظرانداز ٿيل هئي.پر ترميم ڪانپوءِ اهو واضع ٿي ويو تہ اُهي مزدور جيڪي 7 هزار روپين جيتري پيداوار نہ ڏئي سگهندا اُهي ملازمت لاءِ اهل نہ هوندا.ان ترميم ڪانپوءِ اهو واضع ٿي ويو آهي تہ گهٽ صلاحيتون رکندڙ مزدور مارڪيٽ ۾ داخل نہ ٿي سگهندا ۽ صنعتڪار اهڙن مزدورن کي صرف روزاني اُجرت يا ڪانٽريڪٽ تي رکن ٿا.مارڪيٽ ۾ پگهار جو تعين واڌو پيداوار ۽ پگهار جي شرح جي حساب سان ڪيو وڃي.جيڪڏهن اقتصاديات جو هي اصول اپنايو وڃي تہ بيروزگاري پگهارن ۾ قانونسازي لاءِ هڪ فطري مقصد ٿي ويندو.

> ترميم ڪرڻ کان اڳ گهٽ صلاحيت رکندڙ مزدور گهٽ پگهار تي ڪم ڪرڻ لاءِ راضي هئا جتي سندن گهٽ پيداوار نظرانداز ٿيل هئي.پر ترميم ڪانپوءِ اهو واضع ٿي ويو تہ اُهي مزدور جيڪي 7 هزار روپين جيتري پيداوار نہ ڏئي سگهندا اُهي ملازمت لاءِ اهل نہ هوندا.

جڏهن سرڪار وياج جي شرح کي مهانگائي جي شرح کان گهٽ رکندي تہ بچت ڪندڙ ماڻهن جي دولت گهٽجي ويندي.انهن جون بچتون ۽ بچتن جو منافعو پڻ وقت سان گڏ گهٽجندو ويندو.اهڙين حالتن ۾ ملڪي سرمايي وارين مارڪيٽن ۾پيسا موڪلي فائدو ڪمائي سگهجي ٿو.سرمايي جي اُڏام جي نتيجي ۾ مقامي سيڙپڪار پرڏيهي مارڪيٽن ۾ ناڻو منتقل ڪندا جنهن سان پرڏيهي سيڙپڪار ملڪ کي بي يارومددگار ڇڏي هليا ويندا.اهڙيون حڪمت عمليون مقامي سرمايي واري مارڪيٽ کي تباهہ ڪري ڇڏين ٿيون.مالياتي سرمايي ۽ اُن کي ناڻو ڪمائيندڙ منصوبا بندين ڏانهن منتقل ڪرڻ وارو عمل رڪجي وڃي ٿو،آمدن يا تہ گهٽجي وڃي ٿي يا وري هڪ هنڌ بيهجي وڃي ٿي.

1980 ۽ 1990 جي ڏهاڪي ۾ مختلف وقتن تي ارجنٽينا، زيمبيا، صوماليہ، يوگنڊا، سيراليون، ايڪوادور، گھانا ۽ تنزانيہ مقامي وياج جي شرح کي هڪ جاءِ تي مقرر ڪري مهانگائي واري زري پاليسي کي اپنايو.جنهن جي نتيجي ۾ مهانگائي وياج جي شرح کي برابر ڪيو ۽ بچتن تي حقيقي منافعو تقريبن ختم ٿي ويو.ان ڪري اُتي ترقي جي شرح گھٽجي وئي.

عام طور تي اُهي ملڪ جيڪي اڄ وڏيڪ سيڙپڪاري ڪري سيرپن کي پيداواري منصوبن ڏانهن منتقل ڪن ٿا،اُهي گھٽ سيڙپ وارن ملڪن جي ڀيٽ ۾ سُياٽي وڌيڪ آمدن ڪمائيندا.جڏهن حق ۽ واسطا قانوني طور ڏنا وڃن ٿا تہ مقابلي واريون مارڪيٽون واپاري حلقن کي اُنهن منصوبن ڏانهن مائل ڪن ٿيون جيڪي منافعي بخش ۽ دولت وڌائيندڙ هجن ٿا. اُهي حڪومتون جيڪي سرمايي جي چرپر کي پابند بڻائين ٿيون،وياج جي شرح هڪ هنڌ بيهاري ڇڏين ٿيون ۽ سياسي بنيادن تي سرمايو لڳائين ٿيون،اُهي نہ صرف ملڪي مارڪيٽن کي تباهہ ڪن ٿيون پر سرمايي جي اثرائتي استعمال کي بہ گھٽائين ٿيون.اُنهن جا شهري اهڙي بيوقوفي جي قيمت ادا ڪن ٿا.

## وياج جي شرح جي مقرري ذريعي پيچيدگيون

اسٽيٽ بينڪ آف پاڪستان هميشہ وياج جي شرح گھٽائي(يا وڌائي)مالياتي مارڪيٽ ۾ پيچيدگيون پيدا ڪري ٿي. آزاد خيالي جي اڄوڪي دور ۾ اسٽيٽ بينڪ بينڪن کي مالياتي پاليسي جي نالي تي ڊسڪائونٽ ريٽ جي مقرري جو حڪم نامو ٻڌائي ٿي.اهو ڊسڪائونٽ ريٽ ناٽي واري مارڪيٽ جي برابري تي اثرانداز ٿئي ٿو جنهن سان اقتصادي ترقي محدود ٿي وڃي ٿي.اها ڳالهہ حيرت جوڳي آهي تہ اسٽيٽ بينڪ مهانگائي تي ضابطي جو عذر ڄاڻائي وياج جي شرح وڌائي ٿي پر اڄ تائين بہ مهانگائي گھٽجڻ بدران وڌندي رهي آهي.ان مان زري پاليسي جي غير اثرائتي هجڻ جو پتو پوي ٿو.

## مالياتي استحڪام :مارڪيٽ ايڪنامي کي نظر انداز ڪري مهانگائي وارين زري پاليسيون مارڪيٽ اڳهن ۾ پيچيدگيون پيدا ڪن ٿيون.

ناڻو هر هنڌ ڏيتي ليتي جوذريعو آهي .ان سان ڏيتي ليتي جو اڳهه گهٽ رهي ٿو ڇاڪاڻ ته هو هر شيءِ جومتبادل هوندو آهي جيئن ڪار،گهر ۽ ٻيون ڪيتريون ئي شيون.ان سان گڏوگڏ هو مستقبل ۾ خريد ڪرڻ جي سگهه کي پڻ بچائي رکي ٿو.ناڻو اڪائونٽنگ جو اهو حصو آهي جيڪو اسان ۾ مستقبل جي فائدن ۽ پيداواري لاڳت بابت ٻڌائڻ جي صلاحيت پيدا ڪري ٿو.

ناڻي جي پيداواري صلاحيت جيتوڻيڪ اُن جي مستحڪم قدر تي ٻاڙي ٿي ۽ معيشيت ۾ ناڻي جي اهميت ائين هوندي آهي جيئن مواصلات لاءِ زبان اهم هوندي آهي.ڇاڪاڻ ته لفظن جي صحيح معنيٰ واضع نه هجڻ سبب مواصلات ناممڪن هوندي آهي .ان ڪري ناڻي جي معيشيت ۾ اهميت ٻه لفظن جيان هوندي آهي.جيڪڏهن ناڻي جي صحيح قدر معلوم نه هوندي ته قرض ڏيندڙ ۽ قرض وٺندڙ ٻنهي لاءِ هڪ ٻئي کي مطمئن ڪرڻ وقت ڏکيائيون پيش اچي سگهن ٿيون.هتي بچت ۽ سيڙپڪاري وقت جي حساب سان واڌو رسڪ هوندا.جڏهن پيسي جي قدر غير مستحڪم هوندي آهي تڏهن ڏيتي ليتي مان بهت فائدا حاصل نه ڪري سگهبا آهن ۽ وڌي پيداوار،مهارت ۽ سهڪار ذريعي حاصل ٿيندڙ فائدا گهٽجي ويندا آهن.

مالياتي غيريقيني جي مقصد بابت ڪو ٻه اُبهام نه آهي .جيئن ڪموڊٽيز ۾ ناڻي جي قدر ڪيٽ ۽ رسد ذريعي لڳائي وجي ٿي.جڏهن ناڻي جي رسد مستحڪم يا تمام سست هوندي تڏهن ماڻهن جي خريداري ڪرڻ جي سگهه پڻ مستحڪم هوندي،ساڳي ريت جڏهن ناڻي جي رسد شين جي رسد جي مقابلي ۾ تمام تيز هوندي تڏهن ناڻي جي قدر ڪرندي ۽ اگهن ۾ واڌارو ايندو.اهو تڏهن ٿيندو آهي جڏهن سرڪار نوان نوٽ ڇپرائي ٿي يا مرڪزي بينڪ کان قرض کڻي ٿي.

عام طور تي سياستدان لالچي واپارين ،طاقتور ليبر يونين،وڏين تيل ڪمپنين ۽ پرڏيهي واپارين ڪي مهانگائي جو ذميوار قرار ڏين ٿا. پر اهو تجربو هاڻ پراڻو ٿي چڪو آهي.مهانگائي ۾ واڌ جو صرف هڪ ئي رستو هوندو آهي ۽ اهو ناڻي جي رسد ۾ واڌاري جي صورت ۾ هوندو آهي.جيڪڏهن ڪنهن قوم جي ناڻي جي رسد اقتصادي ترقي کان وڌي وڃي ٿي ته اُن جو نتيجو مهانگائي ٿئي ٿو.ٽيبل نمبر 1 ۾ ان جو جائزو ورتل آهي. اُهي ملڪ جن 1990 ع ۾ ناڻي جي رسد ڪي سست رکيو اُنهن ۾ مهانگائي جي شرح پڻ گهٽ رهي.اهو فرانس،برطانيه ۽ آمريڪا جهڙن وڏن ملڪن توڙي سنگاپور،سوئيڊن،ماريشيس ۽ ڪيمرون جهڙن ننڍن ملڪن لاءِ پڻ صحيح ثابت ٿيو.

پر اهو تجربو هاڻ پراڻو ٿي چڪو آهي.مهانگائي ۾ واڌ جو صرف هڪ ئي رستو هوندو آهي ۽ اهو ناڻي جي رسد ۾ واڌاري جي صورت ۾ هوندو آهي.جيڪڏهن ڪنهن قوم جي ناڻي جي رسد اقتصادي ترقي کان وڌي وڃي ٿي ته اُن جو نتيجو مهانگائي ٿئي ٿو.ٽيبل نمبر 1 ۾ ان جو جائزو ورتل آهي.

جن ملڪن ۾ ناڻي جي رسد تيز رهي اُتي مهانگائي پڻ چوٽ چڙهيل رهي.(ان لاءِ گهانا ،وينزويلا،نائجيريا،جميڪا،ايڪواڊور ۽ يوراگوئي جا انگ اکر ڏسي سگهجن ٿا.)ناڻي واڌ ۾ تمام گهڻو اضافو انتها جي مهانگائي طرف ڌڪي ٿي جيئن ترڪي، يوڪرائين،رومانيه ۽ عوامي جهموريه ڪانگو ۾ ٿيو.انهن ملڪن ۾ جيئن ناڻي واڌ ۾ اضافو ٿيو تيئن ئي مهانگائي جي شرح پڻ وڌي وئي.

دنيا جا اُهي ملڪ جتي هاڻوڪي ڏهاڪن ۾ مهانگائي جي شرح گهٽ رهي آهي اُتي اُنهن سست ناڻي واڌ واريون پاليسيون اپنايون آهن.ان جي ابتڙ اُهي ملڪ جيڪي ناڻي واڌ ۾ تيزي آڻين ٿا،اُتي مهانگائي جي شرح وڌيڪ رهي آهي.هر معيشيت ۾ تيز ناڻي واڌ ۽ مهانگائي ۾ رشتو هوندو آهي.

مهانگائي ترقي کي روڪي ٿي.جڏهن هڪ سال اندر اگهن ۾ ويهہ سيڪڙو واڌ ٿئي ٿي ،ٻي سال پنجاهہ سيڪڙو،ٽئين سال وري 15 سيڪڙو ۽ هر سال ان حساب سان واڌارو ٿيندو رهي ٿو تڏهن واپاري ماڻهو ڊگهي عرصي جا منصوبا ڪرڻ کان قاصر هوندا آهن.غير يقيني ناڻي جي سيڙپ ۽ اُن سان لاڳاپيل منصوبہ بندي تي عملدرآمد کي مشڪل بڻائي ڇڏي ٿي.مهانگائي ۾ غير متوقع تبديليون هڪ فائديمند منصوبي کي هڪ معاشي تباهي واري منصوبي ۾ تبديل ڪري ڇڏين ٿيون.اهڙي صورتحال ۾ غير يقيني کي منهن ڏيڻ بدران ماڻهو ڊگهي عرصي وارا منصوبا يا سيڙپ ڪرڻ کان پاسيرا بڻجي وڃن ٿا.اُنهن مان ڪي تہ پنهنجو واپار ۽ سيڙپ اُنهن ملڪن ڏانهن منتقل ڪري ڇڏين ٿا جتي ماحول وڌيڪ مستحڪم هوندو آهي.نتيجي ۾ واپار مان ٿيندڙ فائدا،ڪاروباري سرگرميون ۽ ناڻي جي پيداوار بالڪل ختم ٿي وڃي ٿي.

جڏهن حڪومت پاڻ مهانگائي وڌائي ٿي تڏهن ماڻهو پنهنجو وقت پيداوار بدران پنهنجي دولت بچائڻ ۾ خرچ ڪن ٿا.جڏهن مستقبل ۾ مهانگائي جي شرح بابت غلط اندازا لڳايا وڃن ٿا تڏهن ماڻهو نہ صرف پنهنجي وسيلن کي شين ۽ خدمتن جي پيداوار کان پري ڪري ڇڏين ٿا پر ان سان گڏوگڏ اُنهن جو گهڻو وقت مستقبل ۾ مهانگائي جي شرح بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ لڳي ٿو.واپارين جي اگهن ۾ تبديلي ڪرڻ واري صلاحيت پيداوار ڏانهن ڌيان رکڻ کان هٽجي اگهن جي مقرري تي مرڪوز ٿي وڃي ٿي.اهڙي صورتحال ۾ ناڻي جا وسيلا عمارتون،مشينون ۽ ٽيڪنالاجي جي تحقيق کان هٽي وڃن ٿا ۽ ان اُميد سان سيڙپڪاري سون ،چاندي ۽ ٻين شين ڏانهن منتقل ٿئي ٿي تہ مهانگائي سان گڏوگڏ اُنهن شين جا اگهہ وڌندا.ان ريت وسيلا وڌيڪ پيداوار کان هٽجي گهٽ پيداوار ڏانهن منتقل ٿين ٿا ۽ معاشي ترقي گهٽجي وڃي ٿي.

## ٽيبل 1

ناڻي واڌ ۽ مهانگائي 2000-2008

| Annual Growth | | |
|---|---|---|
| | **Rate of the Money Supply (%)** | **Annual Rate of Inflation (%)** |
| Slow Growth of the Money Supply | | |
| China | 0.3 | 2.2 |
| South Africa | 0.4 | 4.3 |
| Nepal | 0.7 | 5.6 |
| Medium growth of the money supply | | |
| Korea Republic | 2.5 | 3.1 |
| Bangladesh | 3.4 | 6.7 |
| Pakistan | 7.1 | 7.1 |
| Brazil | 7.6 | 7.3 |

| Hi growth of the money supply | | |
|---|---|---|
| Sri Lanka | 13.3 | 11.0 |
| Myanmar | 13.2 | 23.7 |
| Angola | 18.0 | 47.0 |
| *Source: the world bank, world development indicator: 2010.The growth rate of the money supply is measured by the nominal growth of the money supply (M2).* | | |

مهانگائي جو وڏ ۾ وڏ تباهه ڪن اثر اهو آهي ته سرڪار جي ڪارپٽ گهٽجي وڃي ٿي.بنيادي طور ماڻهو سرڪار مان اها اُميد لڳائين ٿا ته هو ڪين جان ۽ مال جي حفاظت ڪندي قبضا خورن کان ڪين محفوظ رکندي.پر سرڪار هتي پاڻ شهرين سان ڏوڪيبازي ڪري اُنهن جي ناڻو ڪمائڻ،اُن کي خرچ ڪرڻ ۽ اُن جي قدر گهٽائڻ ۾ سرگرم رهي ٿي.اهڙي صورتحال ۾ عوام کي سرڪار تي ڪيئن يقين هوندو ته هو ڪين هر حال ۾ اُنهن جي حفاظت ڪندي؟جڏهن سرڪار پنهنجي پيسي جي قدر پاڻ گهٽائي ٿي ته ان جو مطلب هو ماڻهن کي ڪمزور ڪرڻ چاهي ٿي.

اگهن ۾ استحڪام تمام سولو آهي ۽ اهو ناڻي جي رسد کي ضابطي ۾آڻي ڪري سگهجي ٿو.ملڪ جون مالياتي اختياريون خاص طور تي مرڪزي بينڪ جا سياسي طور مقرر ڪيل نمائندن جو (جيئن پاڪستان ۾ گورنر اِسٽيٽ بينڪ) احتساب ٿيڻ گهرجي.۽ اهو مختلف طريقن سان ٿي سگهي ٿو.جيئن مرڪزي بينڪ جو بورڊ آف ڊائريڪٽرز جنهن کي قانوني طور ان ڳالهه جو پابند بڻايو وڃي ته هو جيڪڏهن مهانگائي جي شرح کي گهٽ رکڻ ۾ ناڪام ويا ته

برطرف کيا ويندا.ان سان گڏوگڏ اُنهن جي پگهارن جو ريڪارڊ پڻ مالياتي ۽ اگهن جي استحڪام جي حساب سان رکيون وڃن.

## خساري جي فنانسنگ ۽ مهانگائي

عالمي مارڪيٽ ۾ پاڪستاني ڪرنسي جي ڪرندڙ قدر ۽ مقامي مارڪيٽ ۾ وڌندڙ مهانگائي اڄڪلهه هڪ عام ڳالهه آهي.جيڪڏهن پاڪستاني روپئي جي قدر کي خساري جي فنانسنگ سان پيٽيو وڃي ته ان مسئلي جو پتو آساني سان لڳائي سگهجي ٿو.خساري جي فنانسنگ ناڻي جي اها واڌو رسد آهي جيڪا مرڪزي بينڪ کان حاصل ڪئي وڃي ٿي.

وڌيڪ نوٽ ڇاپڻ يا ناڻي جي رسد وڌائڻ بالڪل ائين آهي جيئن کير ۾ پاڻي ملائجي.يقينن کير سان ملندڙ پاڻي کير جي طاقت کي ختم ڪري ڇڏيندو.ساڳي ريت جيڪڏهن مرڪزي بينڪ سرڪاري خساري کي پورو ڪرڻ لاءِ وڌيڪ نوٽ ڇاپيندي ته هو نوٽن جي اصل طاقت وڃائي ويهندي.مهانگائي ۽ ڪرنسي جي قدر ۾ گهٽتائي ان ملاوٽ جو حصو هوندا آهن.

ڪجهه ملڪ مرڪزي بينڪ بدران پنهنجي ڪرنسي کي ڪنهن مستحڪم ڪرنسي سان ملائي اُن جي قدر مستحڪم رکن ٿا.ان سلسلي ۾ ڪرنسي بورڊ جي نالي سان هڪڙو بورڊ وجود ۾ ايندو آهي جيڪو مقامي ۽ پرڏيهي ڪرنسي وچ ۾ ڏيتي ليتي جي شرح مقرر ڪري ٿو.ان صورتحال ۾ 100 سيڪڙو ذخيرن جي آهر ڪرنسي ڇاپڻ جو مقصد اهو هوندو آهي ته اهو بورڊ جڏهن چاهي اُن مقامي ڪرنسي کي واپس ڪري سگهي ٿو.

هانگ ڪانگ ڪيترن ئي سالن تائين پنهنجي ڪرنسي کي آمريڪي ڊالر سان گڏائي ڇڏيو.اهو ملڪ جنهن ۾ ڪرنسي بورڊ ڪم ڪري رهيو هوندوآ هي ،اُتي مهانگائي جي شرح اُن ملڪ جي مهانگائي جي برابر هوندي آهي جنهن سان ڪرنسي کي گڏايو ويو هجي.

ڪنهن ٻي ملڪ جي ڪرنسي ذريعي استحڪام آڻڻ جو هڪ ٻيو ذريعو اهو ٻہ ٿي سگهي ٿو تہ اُن ملڪ جي ڪرنسي کي مڪمل طور اپنايو وڃي.مثال طور جيئن پناما سوين سالن تائين آمريڪي ڊالر کي پنهنجي ڪرنسي طور استعمال ڪيو ۽ تازو ئي ايڪواڊور پڻ ڊالر کي پنهنجي ڪرنسي طور استعمال ڪري رهيو آهي.

بهتر ناڻو مهيا ڪرڻ سان تمام گهڻ فرق پوي ٿو تہ هتي اهم ڳالهہ اها آهي تہ هر فرد کي اُن تائين رسائي مليل هجي.ان ڪري مهانگائي جي شرح کي ذهن ۾ رکندي اهو فيصلو ڪرڻ پڻ مشڪل هوندو آهي تہ پنهنجي ڪرنسي بدران کهڙي ملڪ جي ڪرنسي هڪ متبادل طور استعمال ڪئي وڃي.ڇا ڪنهن ٻي ملڪ جي ڪرنسي ۾ ڏيتي ليتي ڪرڻ قانوني آهي؟ڇا مقامي ڪرنسي ڪنهن ٻي ڪرنسي ۾ آساني سان تبديل ٿي سگهي ٿي؟ڇا بينڪون ٻين ڪرنسين جي اڪائونٽس تي بچت فراهم ڪن ٿيون؟جيڪڏهن انهن سيني سوالن جا جواب ها ۾ آهن تہ ان جو مطلب بهتر پيسي ڏانهن رسائي ۾ واڌارو ٿيو آهي.جيتوڻيڪ اها ڳالهہ واضع ٿي چڪي آهي تہ بهتر پيسو تما اهم آهي .مالياتي استحڪام کان بغير سيڙپ يا هر اُها شيءِ جنهن ۾ وقتائتي پڪ ڏني وئي هجي اُن مان بهتر فائدا حاصل نہ ڪري سگهبا ۽ عوام پنهنجي مڪمل صلاحيتن جو احساس رکڻ ۾ ناڪام ويندي.

ڇا بينڪون ٻين ڪرنسين جي اڪائونٽس تي بچت فراهم ڪن ٿيون؟جيڪڏهن انهن سيني سوالن جا جواب ها ۾ آهن تہ ان جو مطلب بهتر پيسي ڏانهن رسائي ۾ واڌارو ٿيو آهي.جيتوڻيڪ اها ڳالهہ واضع ٿي چڪي آهي تہ بهتر پيسو تما اهم آهي .مالياتي استحڪام کان بغير سيڙپ يا هر اُها شيءِ جنهن ۾ وقتائتي پڪ ڏني وئي هجي اُن مان بهتر فائدا حاصل نہ ڪري سگهبا ۽ عوام پنهنجي مڪمل صلاحيتن جو احساس رکڻ ۾ ناڪام ويندي.

## ٽيڪس جي گهٽ شرح :جڏهن ماڻهن کي پنهنجي سڄي ڪمائي پاڻ وٽ رکڻ جي اجازت هوندي تڏهن هو وڌيڪ پيداوار ڪندا.

*هر شخص جيڪو مزدوري ڪري ٿو،اُن جي پگهر مان ٽيڪس جي ادائيگي ٿيندي آهي،جيڪڏهن ٽيڪس وڌيڪ هوندا ته فيڪٽريون هڪ جڳهه بيهجي وينديون يا وڪرو ٿي وينديون ۽ ٻُک سبب ماڻهو روڊن تي ايندا ۽ مشڪل حالتن ۾ نوڪريون تلاش ڪندا.*

---فرينڪلن ڊي روزويلٽ،پٽز برگ،19 آڪٽوبر 1932

جڏهن ماڻهن جي آمدني جو وڏ م وڏ حصو ٽيڪس جي وڌيڪ شرح جي نظر ٿي ويندو آهي تڏهن پيداواري وسيلن جي اپت ﭔ گهٽجي ويندي آهي.هتي ٽيڪس جي واڌو شرح تمام اهم آهي.هي واڌو آمدن جو اهو حصو آهي جيڪو ڪنهن ﭔ وقت ٽيڪس جي نظر ٿي ويندو آهي.مثال طور پاڪستان ۾ ٿي لک روپيا آمدن ڪمائيندڙ وڌيڪ سو روپيا ﭔ ڪمائيندو ته اُن کي اُن سو روپين مان 10 روپيا ٽيڪس طور ادا ڪرڻا پوندا.هتي ٽيڪس ڏيندڙ کي پنهنجي واڌو آمدني تي ڏهه سيڪڙو ٽيڪس جي شرح ڀرڻي پئي.اها شرح آمدن ۾ واڌاري سان گڏوگڏ وڌندي رهي ٿي.وڌندي وڌندي اها شرح آمدن جي 75 سيڪڙو تائين پهچي وڃي ٿي.واڌو ٽيڪس جي شرح سان هڪ عام ماڻهو کي واڌو آمدن جي صورت ۾تمام گهٽ حصو ملي ٿو.واڌو ٽيڪس جي شرح سبب آمدن ۾ اُپت گهٽجڻ جا ٽي سبب ٿي سگهن ٿا.

جڏهن ماڻهو پنهنجي آمدن پاڻ وٽ نه رکي سگهندا ته هو وڌيڪ ڪمائڻ بدران گهٽ آمدن تي گذارو ڪندا ۽ ڪي وري پنهنجي گهروارين کي نوڪري ڪرڻ کان روڪي گهر جي ڪم ڪار ۾ لڳائي ڇڏيندا.اُن مان ڪي ماڻهو گهٽ وقت واريون نوڪريون ڪندا،جلدي ريٽائر ٿي ويندا يا وري اهڙي جڳهه تي نوڪري ڪندا جنهن ۾وڌيڪ موڪلون هونديون.

پهريون ،ٽيڪس جي وڌيڪ شرح ماڻهن کي وڌيڪ ڪم ڪرڻ کان روڪي ٿي جنهن سبب پيداوار گهٽجي وڃي ٿي.جڏهن واڌو ٽيڪس جي شرح 55 کان 60 سيڪڙو تائين پهچي ٿي ته ماڻهو پنهنجي آمدن جو تقريبن 60 سيڪڙو ٽيڪس جي مد ۾ ڏين ٿا.جڏهن ماڻهو پنهنجي آمدن پاڻ وٽ نه رکي سگهندا ته هو وڌيڪ ڪمائڻ بدران گهٽ آمدن تي گذارو ڪندا ۽ ڪي وري پنهنجي گهروارين کي نوڪري ڪرڻ کان روڪي گهر جي ڪم ڪار ۾ لڳائي ڇڏيندا.ان مان ڪي ماڻهو گهٽ وقت واريون نوڪريون ڪندا،جلدي ريٽائر ٿي ويندا يا وري اهڙي جڳهه تي نوڪري ڪندا جنهن ۾وڌيڪ موڪلون هونديون.ڪي ماڻهو اهڙا به هوندا جيڪي بيروزگاري جي حالت ۾ به نوڪري ڪرڻ کان انڪار ڪندا يا وري پگهارن ۾ فائدو حاصل ڪرڻ جو نه سوچيندا يا وري ڪنهن به رسڪي ڪاروبار جو حصو نه ٿيندا. ٽيڪس جي وڌيڪ شرح پيداواري صلاحيتون رکندڙ شهرن کي ٻين ملڪن ۾ وڃي ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪندي آهي جتي ٽيڪس جي شرح گهٽ هجي.اهي سڀ متبادل اُپت جي حجم کي گهٽائيندا جنهن سان پيداوار گهٽجي ويندي.

يقينن ڪي ماڻهو اهڙا به هوندا جيڪي پنهنجو ڪم جلد ئي نه ڪرسگهندا يا وري ٽيڪس جي واڌو شرح ۾ واڌاري کي ذهن ۾ رکندي گهٽ ڪم ڪندا.ٽيڪس جي وڌيڪ شرح سبب ٿي سگهي ٿو ته اُهي ماڻهو پنهنجو ڪم ڪندا رهن جيڪي سالن کان ان مسئلي کي منهن ڏئي رهيا آهن پر اُهي نوجوان جيڪي تازو ئي سکيا مڪمل ڪري چڪا آهن،پنهنجي سيٽ اپ ڪاروبار ڪرڻ بدران وڌيڪ سکيا حاصل ڪرڻ لڳائيندا.ان ريت ٽيڪس جي وڌيڪ شرح جا منفي اثر سالن تائين اُنهن تي نه پوندا.

ٽيڪس جي وڌيڪ شرح واپاري فائدن کي ٻين طريقن سان به گهٽائي سگهن ٿا.روزگار وارا ٽيڪسز(پگهاردارن تي لڳندڙ ٽيڪس)،روزگار ڏيندڙ ۽ مزدور ٻنهي لاءِ پريشان ڪن هوندا آهن.جتي روزگار ڏيندڙ پنهنجي ملازم کي وڌيڪ پگهار ڏيندو آهي پر ٽيڪس سبب ملازم تائين اها پگهار مڪمل طور نه پهچي سگهندي آهي.جيئن جيئن اهو فاصلو وڌندو تيئن تيئن بيروزگاري ۾ واڌارو ٿيندو ۽ مزدور انڊرگرائونڊ معيشيت ۾ ڪم ڪندا.جتي اُنهن جي ڪم کي قانوني حفاظت تمام گهٽ هوندي.ٽيڪس جي وڌيڪ شرح ماڻهن کي ان ڪاروبار طرف مائل ڪندي جتي گهٽ پيداوار ۽ ٽيڪس گهٽ هجي،مثال طور تيڪس جي وڌيڪ شرح پينٽنگ ۾ مهارت رکندڙن کي صرف پنهنجو گهر پينٽ ڪرڻ تائين محدود ڪري ڇڏيندي ۽ ان صورت ۾ رنگ ڪرڻ جا ماهر پنهنجيون صلاحيتون پڻ وڃائي سگهن ٿا.ٽيڪس جي وڌيڪ شرح نه هجڻ جي صورت ۾اهو ساڳيو پينٽر سُٺي پگهار تي ڪتي به پنهنجيون صلاحيتون مڃرائي سگهندو ۽ هو پنهنجي مرضي سان پنهنجي ڪم کي وڌيڪ وقت ڏئي سگهندو.

مثال طور تيڪس جي وڌيڪ شرح پينٽنگ ۾ مهارت رکندڙن کي صرف پنهنجو گهر پينٽ ڪرڻ تائين محدود ڪري ڇڏيندي ۽ ان صورت ۾ رنگ ڪرڻ جا ماهر پنهنجيون صلاحيتون پڻ وڃائي سگهن ٿا.ٽيڪس جي وڌيڪ شرح نه هجڻ جي صورت ۾اهو ساڳيو پينٽر سُٺي پگهار تي ڪتي به پنهنجيون صلاحيتون مڃرائي سگهندو ۽ هو پنهنجي مرضي سان پنهنجي ڪم کي وڌيڪ وقت ڏئي سگهندو.

ٽيڪس جي وڌيڪ شرح سبب گهڻا ماڻهو پاڻمرادو روزگار ڪندا(ان صورت ۾ هو نوڪري به ڪري سگهندا)چاڪاڻ ته پاڻمرادي روزگار ۾ اُنهن لاءِ پنهنجا ذاتي خرچ گهٽائڻ ۽ ڪاروباري لاڳت کي گهٽ ڏيکاري مختلف طريقن سان آمدني ڪمائي سگهن ٿا.ان قسم جو زيان ۽ معاشي ابتري ٽيڪس سان ملندڙ فائدن ۾ پيچيدگيون پيدا ڪندي.

ٻيو،ٽيڪس جي وڏيڪ شرح سرمايي جي پيداوار ۽ اثرائتي استعمال ڪي گهٽ ڪندي.ٽيڪس جي وڏيڪ شرح سبب پرڏيهي سيڙپڪاري رڪجي ويندي ۽ مقامي سيڙپڪار پنهنجو سرمايو ان ملڪ ڏانهن منتقل ڪندا جتي ٽيڪس جي شرح ۽ پيداواري سامان سستو هوندو جنهن سان معاشي واڌ ڪي هٽي ملندي. مقامي سيڙپڪار ٻه پنهنجي آمدن ڪي ٽيڪس کان بچائڻ لاءِ اهڙن منصوبن ۾ سيڙپ ڪندا جنهن تي ٽيڪس جي شرح گهٽ ۽ منافعو وڏيڪ هوندو.اهڙي قسم جي منصوبن سان وسيلن ۾ بهتري اچڻ بدران ماڻهن ڪي صرف ذاتي فائدو ٿئي ٿو.محدود سرمايو هميشه گهرج رهندي ۽ وسيلا وڏيڪ پيداوار ڏيندڙ منصوبن کان پري ٿي ويندا.

> ٽيڪس جي وڏيڪ شرح سبب پرڏيهي سيڙپڪاري رڪجي ويندي ۽ مقامي سيڙپڪار پنهنجو سرمايو ان ملڪ ڏانهن منتقل ڪندا جتي ٽيڪس جي شرح ۽ پيداواري سامان سستو هوندو جنهن سان معاشي واڌ ڪي هٽي ملندي

ٽيون،واڌو ٽيڪس جي شرح ماڻهن ڪي اُنهن شين ڏانهن آماده ڪندي جن تي ٽيڪس لڳل هوندو ۽ بغير ٽيڪس وارين شين جي کپت ضرورت هجڻ باوجود گهٽجي ويندي.جڏهن خريدارين جي مد ۾ ٽيڪس لڳندو ۽ اُهي ماڻهو جيڪي اُنهن شين ڪي خريد ڪندا ته اُهي اُن جو مڪمل اگهه ڏيڻ جي سگهه نه رکي سگهندا ڇاڪاڻ ته خرچا هجڻ سبب ٽيڪس جي مقدار گهٽجي وڃي ٿي.جڏهن واڌو ٽيڪس جي شرح وڏيڪ هوندي آهي تڏهن خرچن تي لڳندڙ ٽيڪس پاڻمرادو سستو ٿي ويندو آهي.

1970 ڌاري برطانيه ۾ ٺهندڙ رولز رائيس ڪارتمام گهٽي مقبول هئي.جنهن جي هڪ وجهه واڌو ٽيڪس جي شرح هئي جيڪا اُن وقت تقريبن 98 سيڪڙو هئي.جيڪڏهن ڪنهن ڪاروبار جو مالڪ خرچن جي مد ۾ ٽيڪس ادا ڪري رهيو آهي ته پوءِ ڇو نه هو هڪ مهانگي ڪار خريد ڪري؟مثال طور لک پائونڊ جي ڪار خريد ڪرڻ سان ڪاروبار جي مالڪ جو منافعو گهٽجي ويندو

جنهن مان هو اڳ ۾ صرف ٻہ هزار پائونڊ بچائي سگهي ها.پر ڪار خريد ڪرڻ ڪانپوءِ هو 98 سيڪڙو ٽيڪس ادا ڪرڻ ڪان بچي ويندو ۽ ڪار جي قيمت هڪ حساب سان سرڪار پاران ادا ڪئي ويندي.جڏهن واڌو ٽيڪس جي شرح 70 سيڪڙو تي وئي تڏهن رولز رائيس ڪار جو وڪرو پڻ ڊرامائي انداز ۾ گهٽجي ويو.هاڻي هڪ لک پائونڊ واري ڪار واپار ڪي ٻہ هزار پائونڊ بدران 30 هزار پائونڊ جي اگهہ ۾ پوندي.سرڪار اجان ٻہ 70 هزار پائونڊ ادا ڪري رهي هوندي پر هاڻي اها ڪار ڪاروبار جي مالڪ لاءِ وڌيڪ مهانگي هوندي.

واڌو شرح هترادو طور أنهن شين جا اگهہ گهٽائي ڇڏي ٿي جيڪي ٽيڪس جي دائري ۾ اچن ٿا.پر معاشري جي قيمت تي ڪو اثر نہ پوندو آهي.ان مان اها اڳڪٿي ڪري سگهجي ٿي تہ ٽيڪس ڏيندڙ واڌو ٽيڪس جي شرح ڪان بچڻ لاءِ عيش و عشرت وارين شين تي وڌيڪ خرچ ڪندا جيئن آفيس جي جوڙجڪ،پرڏيهہ ۾ ڪانفرنس جو انعقاد،بهترين گاڏيون ۽ ڪمپني جو ريٽائرمينٽ وارو منصوبو وغيره،چاڪاڻ تہ شين تي خرچ ڪري ٽيڪس ادا ڪرڻ سان واڌو ٽيڪس جي ادائيگي گهٽجي وڃي ٿي ۽ ماڻهو أنهن شين جي مڪمل قيمت ادا نہ ڪري رهيا هوندا.زيان ۽ لاپرواهي انهن فائدن جي پيداوار آهن.مختصر طور تي معاشي تجزيو ان ڳالهہ کي ظاهر ڪري ٿو تہ ٽيڪس جي واڌو شرح پيداوار جي گهٽتائي ،سرمايي جي جوڙجڪ ۾ گهٽتائي ۽ وسيلن جي غلط استعمال کي همٿائي ٿي.اهي طريقا جائيداد يا آمدن ۾ واڌاري جو ذريعو آهن.

ان مان اها اڳڪٿي ڪري سگهجي ٿي تہ ٽيڪس ڏيندڙ واڌو ٽيڪس جي شرح ڪان بچڻ لاءِ عيش و عشرت وارين شين تي وڌيڪ خرچ ڪندا جيئن آفيس جي جوڙجڪ، پرڏيهہ ۾ ڪانفرنس جو انعقاد، بهترين گاڏيون ۽ ڪمپني جو ريٽائرمينٽ وارو منصوبو وغيره، چاڪاڻ تہ شين تي خرچ ڪري ٽيڪس ادا ڪرڻ سان واڌو ٽيڪس جي ادائيگي گهٽجي وڃي ٿي ۽ ماڻهو أنهن شين جي مڪمل قيمت ادا نہ ڪري رهيا هوندا.

**مفت واپار:هڪ قوم اُهي شيون ۽ خدمتون ڪپائي ترقي ڪري ٿي جيڪي سستي اگهن تي پيدا ٿي سگهن ٿيون ۽ اُهي شيون خريد ڪري سگهي ٿي جيڪي سستي اگهن تي پيدا نہ ٿيون ڪري سگهجن.**

*مفت واپار جو مطلب ماڻهن ڪي هر اها شيءِ آزادي سان خريد ۽ وڪرو ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ آهي جيڪا هو چاهين ٿا.واپار تي حدن جي مقرري ائين اُهي جيئن جنگ ۾ هوائي جهاز حدن جي حفاظت ڪن ٿا.انهن ٻنهي ۾ فرق صرف ايترو آهي تہ حدن جا محافظ صرف ان ڳالهہ تي نظر رکن ٿا تہ اُنهن جو دشمن اُنهن جي حدن مان واپار نہ ڪري سگهي جڏهن تہ واپار تي حدبندي جو مقصد پنهنجي ئي ماڻهن ڪي واپار ڪان روڪڻ آهي.*

------------ هينري جارج

## اينٽي ڊمپنگ ڊيوٽي جا اثر

اينٽي ڊمپنگ ڊيوٽي هميشہ ملڪن جي وچ ۾ اقتصادي جنگ وڌائي آهي .هتي اهو اهم نہ آهي اينٽي ڊمپنگ ڊيوٽيز صحيح آهن يا نہ پر عام طورتي اهو ڏٺو ويو آهي تہ اهي ڊيوٽيز (تقريبن 14 ڪان 16 پيرا يورپي يونين پاران آمريڪا ۾ پاڪستاني ڪپڙي تي لڳايون ويون)هميشہ غلط ثابت ٿينديون آهن.ورلڊ ٽريڊ آرگنائيزيشن جي ريڪارڊ موجب اينٽي ڊمپنگ ڊيوٽيز هميشہ بنا ڪنهن وجهہ جي لڳايون وڃن ٿيون جڏهن تہ اهڙي قسم جون ڊيوٽيز لڳڻ جي صورت ۾ برآمد ڪندڙ ملڪ جي واهپيدارن يا درآمد ڪندڙ ملڪ جي مزدورن ڪي نقصان پهچي ٿو.جڏهن يورپي يونين پاڪستان جي ڪپڙي وارين شين تي اهي ڊيوٽيون لڳايون تہ ڪراچي ۽ فيصل آباد ۾ ڪپڙي جي صنعت ۾ ڪم ڪندڙ ڪيترا ئي مزدور بيروزگار ٿيا.

بنيادي طور تي عالمي واپار جا اصول پاڻمرادي ڏيتي ليتي جي اصولن جهڙا ئي آهن.مقامي واپار جي صورت ۾ عالمي واپار پنهنجي واپاري ڀاڱيدارن لاءِ ان ڳالهه کي ممکن بڻائي ٿو ته هو جيتريون چاهي شيون ۽ خدمتون ٺاهي کپائي سگهن ٿا.ان جا ٻه ٽي سبب آهن.

پهريون،هر قوم جا ماڻهو هڪ ٻئي سان سستي اگهن ۾ پيدا ٿيندڙ شين جي ڏيتي ليتي ڪري فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا.هرملڪ ۾ وسيلا ڪنهن ٻئي ملڪ کان مختلف هوندا آهن.ڪن ملڪن ۾ ڪجهه شيون ٺاهڻ جي پيداواري قيمت وڏيڪ هوندي آهي مثال طور گرم ملڪن جيئن برازيل يا ڪولمبيا کي ڪافي جي پيداوار فائدو ڏئي ٿي،ڪينيڊا ۽ آسٽريليا جتي زمين وافر مقدار ۾ ۽ ماڻهو گهٽ آهن،اُتي هو زرعي پيداوار تي زور ڏين ٿا جيئن ڪڻڪ ،ڪاڏوخوراڪ جون ٻيون شيون يا وڏي گوشت وارا جانور وغيره.جاپان جتي زمين گهٽ آهي ۽ مزدوري طاقت تمام سُٺي آهي اُتي جا شهري ڪيميرائون ،گاڏيون ۽ توانائي تي هلندڙ شيون ٺاهين ٿا.واپار سيني حصيدارن کي اهو موقعو فراهم ڪري ٿو ته هو پنهنجي وسيلن کي استعمال ڪندي مهانگيون شيون ٺاهڻ بدران سستيون شيون ٺاهي ٻين ملڪن کي وڪرو ڪري سگهن.ان قسم جي واپار جو نتيجو اهو نڪرندو ته ماڻهن جي مڪمل اُپت وڌي ويندي ۽ اُنهن جي رهڻي ڪهڻي پڻ بهتر ٿي ويندي جيڪا هو مهانگيون شيون ٺاهي حاصل نه ٿا ڪري سگهن.

ٻيو،عالمي واپار مقامي پيداوارن ۽ واهپيدارن کي اُنهن معيشتن مان فائدو پهچائي ٿو جيڪي تمام وڏي ۽ بهتر اُپت رکندڙ آهن.ننڍن ملڪن لاءِ اهو نقطو تمام اهم آهي.عالمي واپار ذريعي مقامي پيداوارن کي وڏي دائري ۾ سستي اگهن تي ڪم ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو جيڪو هو مقامي مارڪيٽ ۾ ڪم ڪري حاصل نه ڪري سگهندا آهن.واپار ذريعي هانگ ڪانگ ،تائيوان ۽ ڏکڻ ڪوريا جا ڪپڙو ٺاهيندڙ واپاري وڏي دائري ۾ واپار ڪري پنهنجي محنت جو قُل ڪمائين ٿا.جيڪڏهن هو پنهنجيون شيون ٻين ملڪن ۾ وڪرو نه ڪري

سگهن ها تہ اُنهن جي في کس پيداواري لاڳت تمام گهٽي هجي ها چاڪاڻ تہ اُنهن جي مقامي مارڪيٽ تمام ننڍي آهي.عالمي واپار ذريعي اهڙن ملڪن جون ڪپڙو ٺاهيندڙ صنعتون وڏي مقدار ۾ پنهنجيون شيون وڪرو ڪري عالمي مارڪيٽ ۾ بهتر مقابلو ڪن ٿيون .

عالمي واپار ذريعي مقامي واهپيدار پرڏيهہ جي وڏين صنعتن مان ٺهندڙ شيون سستي اگهن ۾ خريد ڪري فائدو حاصل ڪن ٿا،مثال طور اڄڪلهہ ٺهندڙ جهازن تي ايندڙ پيداواري لاڳت ڪنهن بہ هڪ ملڪ جي وس ۾ نہ آهي تہ هو اُن قيمت کي ادا ڪري سگهي پر عالمي واپار ذريعي بوئنگ ۽ ايئربس سستي اگهن تي وڏيڪ جهاز وڪرو ڪري سگهي ٿي.اُن جي نتيجي ۾ هرملڪ ۾ رهندڙ شهري سستي اگهن تي اُنهن جهازن ۾ سفر ڪري سگهن ٿا.

ٽيون،عالمي واپار مقامي مارڪيٽ ۾ مقابلي کي هٿي وٺرائي ٿو جنهن سبب واهپيدار ڪيترين ئي شيون سستي اگهن تي خريد ڪري سگهن ٿا.پرڏيهي واپاري مقابلي سبب مقامي شيون ٺاهيندڙ هر وقت جاڪوڙ ۾ رهن ٿا.مقابلو اُنهن کي پنهنجين شين کي بهتر بڻائڻ ۽ اگهہ گهٽ رکڻ تي مجبور ڪري ٿو.ساڳئي وقت پرڏيهي مارڪيٽن ۾ موجود شيون واهپيدارن کي چونڊ جا ڪيترا ئي موقعا ڏين ٿيون ۽ اهو سڀ ڪجهہ عالمي واپار جي بغير نہ ٿو ٿي سگهي.

آمريڪي گاڏيون ٺاهيندڙ صنعت ان نقطي کي وڏيڪ واضح ڪري ٿي،1980 جي ڏهاڪي ۾ آمريڪي گاڏيون ٺاهيندڙ صنعت کي جاپاني صنعت تمام ڌڪيو وقت ڏنو جنهن سبب هو پنهنجي گاڏين کي بهتر بڻائڻ لاءِ تمام گهٽي محنت ڪرڻ لڳا.اُن جي نتيجي ۾ ننڍين ٽرڪن ۽ گاڏين جي ڪارپٽ آمريڪي واهپيدارن جي اڳيان وڏي وئي ۽ پرڏيهي صنعت پاران مقابلي جي صورت ۾ اُنهن جا اگهہ بہ گهٽجي ويا.

حڪومت عام طور تي واپار کي محدود ڪرڻ لاءِ قانونسازي ڪندي آهي.اها قانونسازي ٽيرف(ٻاهرن گهرايل شين تي لڳندڙ ٽيڪس)ڪوٽا(ٻاهران گهرايل شين جي محدود مقدار)ايڪسچينج ريٽ ڪنٽرول(امپورٽ گهٽائڻ لاءِ مقامي ڪرنسي کي هٺرادو طور گهٽ رکڻ)يا وري درآمد ۽ برآمد ڪندڙن بابت جوڙيل قانون.انهن سيني عملن سان ڏيتي ليتي جي قيمت وڌي وڃي ٿي ۽ واپاري منافعو گهٽجي وڃي ٿو،جيئن هينري جارج چيو آهي ته واپاري پابنديون فوجي رنڊڪن جيان هونديون آهن جيڪي پنهنجي ئي ماڻهن تي لڳل هونديون آهن.اهي پابنديون ائين هونديون آهن جيئن ڪو ملڪ پنهنجي دشمن ملڪ کان بچڻ لاءِ لڳائيندو آهي پر ساڳي وقت هو پنهنجي ئي ماڻهن کي واپار ڪرڻ کان روڪي رهيو هوندو آهي.

## دوائن جي صنعت ۾ اقتصاديات جون حدون

دوائن جي صنعت جو داومدار ترقي ۽ تحقيقي سرگرمين تي هوندو آهي.انهن سرگرمين جي قيمت دوائن جي اگهن ذريعي منتقل ٿي ويندي آهي.پاڪستان ۾ دوائن جي مقامي ڪمپنين کي ترقياتي ۽ تحقيقي خرچن جي مد ۾ تحقيقي ڪمپنين کي فڪس ادائگيون ڪرڻيون پونديون آهن .اها حقيقت آهي ته أن فڪس اگهه جو حصو دوائن جي وڌن اگهن ۾ گهٽ هوندو جڏهن ته ننڍين مارڪيٽن ۾ في ڪس فڪس قيمت وڌيڪ هوندي.اهو ئي سبب آهي جو پاڪستان ۾ دوائن جا اگهه انڊيا کان وڌيڪ آهن.جيڪڏهن صحت واري وزارت يا ٻي ڪا قانونساز ڪمپني دوائن جي مارڪيٽ ۾ وڌ ۾ وڌ اگهه مقرر ڪري ٿي ته ان شيءِ جو مارڪيٽ ۾ بحران اٿڻ آهي ۽ ڪمپنيون پنهنجا وسيلا گهٽ منافعي وارين شين تي خرچ نه ڪندا.ان صورتحال ۾ أنهن دوائن جي برآمد کي هٿي ملندي جنهن جا ڪيترا ئي مثال پاڪستان ۾ ملن ٿا.

غير اقتصادي ماهر اها دليل ڏين ٿا ته برآمدي پابنديون روزگار جا موقعا پيدا ڪن ٿيون.ان بابت سوچڻ کان اڳ ۾ اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته هتي مسئلو پيداوار جو آهي نه ڪي روزگار جو .جيڪڏهن نوڪريون وڏيڪ آمدن جو ذريعو هجن ها ته اسان جيترا چاهيون روزگار جا موقعا فراهم ڪري سگهون ٿا.اسان سڀ هڪ ڏينهن کڏ کوٽڻ ۾ لڳائيندا سين ۽ ٻيو ڏينهن اُن کي پرڻ ۾.اسان سڀ روزگار سان ته لڳي ويندا سي پر ان سان گڏوگڏ اسان غريب به ٿي ويندا سين چاڪاڻ ته اهڙو روزگار نه ته شيون ٺاهي سگهندو نه ئي ماڻهن جي اهميت واريون خدمتون.جيڪڏهن اسان بهتر طرز زندگي حاصل ڪري رهيا آهيون ته ان لاءِ اسان کي اُنهن شين ۽خدمتن کي به وڌيڪ مقدار فراهم ڪرڻو پوندو جيڪي ماڻهن لاءِ اهميت رکن ٿيون.اسان کي واپار ذريعي ئي ائين ڪرڻ ۾ مدد ملي ٿي.جڏهن ڪنهن ملڪ جي رهواسين کي پنهنجي مرضي موجب ٻين ملڪن سان واپار جي اجازت هجي ٿي ته اُتي جا واهپيدار پنهنجي چاهه موجب سستي اگهن تي شيون خريد ڪري پنهنجا خرچ گهٽائي سگهن ٿا .ساڳي ريت مقامي شيون ٺاهيندڙ پنهنجين شين ۽ خدمتن کي جتي چاهين ،سُٺن اگهن ۾ کپائي سگهن ٿا.ان جي نتيجي ۾ واهپيدار پنهنجي ناڻي موجب شيون خريد ڪن ٿا ۽ وسيلن جا مالڪ وڌيڪ شيون ۽ خدمتون فراهم ڪن ٿا.اها ئي پيداوار ۽ کپت ۾ واڌ کي ظاهر ڪري ٿي نه ڪي نوڪرين ذريعي آمدن جي سطح يا رهڻي ڪهڻي ۾ بهتري اچي ٿي.

غير اقتصادي ماهر اها دليل ڏين ٿا ته برآمدي پابنديون روزگار جا موقعا پيدا ڪن ٿيون.ان بابت سوچڻ کان اڳ ۾ اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته هتي مسئلو پيداوار جو آهي نه ڪي روزگار جو .جيڪڏهن نوڪريون وڏيڪ آمدن جو ذريعو هجن ها ته اسان جيترا چاهيون روزگار جا موقعا فراهم ڪري سگهون ٿا.اسان سڀ هڪ ڏينهن کڏ کوٽڻ ۾ لڳائيندا سين ۽ ٻيو ڏينهن اُن کي پرڻ ۾.

## واپاري حدون ۽ انساني ڀلائي

واپاري حدن سبب ملڪن وچ ۾ اقتصادي جنگ ٿيڻ جي مثال پاڪستان ۽ ڪوريا جي اسٽيبل فائبر واري صنعت مان وٺي سگهجي ٿي.1999 ع ۾ ڪوريا پاران پاڪستان مان ڌاڳي جي برآمد تي پابنديون لڳايون ويون.ڏکڻ ڪوريا پاڪستان جي ڌاڳي لاءِ هڪ اهم مارڪيٽ آهي.ان عمل ڪري پاڪستان ۾ ڌاڳي جي پيداوار کي ڪاپاري ڌڪ لڳو.اها هڪ عجب جي ڳالهه آهي ته ڌاڳو ٺاهيندڙ ڪمپنيون ڌاڳي جي پيداوار لاءِ پوليسٽر اسٽيبل فائيبر ڏکڻ ڪوريا مان برآمد ڪنديون آهن.ڏکڻ ڪوريا جي ان پاليسي جي جواب ۾ پاڪستان ڪوريا کان پوليسٽر اسٽيبل فائبر برآمد ڪرڻ تي پابندي لڳائي ڇڏي.ڪهاڻي اتي ختم نہ ٿي ٿئي پر ڪپڙي جي صنعت کي ٻنهي پاسي کان ڌڪ لڳو.هڪ تہ ڌاڳي جي ايڪسپورٽ تي لڳندڙ پابنديون ۽ ٻيو وري پوليسٽر فائبر جي امپورٽ تي لڳندڙ پابندي ان ڌاتو کي مقامي مارڪيٽ ۾ مهانگو ڪري ڇڏيو.ان جو اثر ڪوريا تي تمام گهڻو پيو جتي پاڪستاني ڌاڳو برآمد نہ ٿيڻ سبب ڪپڙو ٺاهيندڙ ڪمپنيون پڻ پريشان ٿيون.ساڳي ريت اتي جي پوليسٽر اسٽيبل فائبر جي صنعت پاڪستاني درآمد تي پاڙڻ ڪري بري طريقي سان متاثر ٿي.پوليسٽر اسٽيبل فائيبر ٺاهيندڙ ڪمپنين جو وڏو انگ هڪڙي ئي شهر ۾ هو جنهن سبب شهري انتظاميہ اهو خدشو ظاهر ڪيو تہ پابنديون نہ هٽائڻ جي صورت ۾ ڪيترا ئي ماڻهو بيروزگار ٿي ويندا.ان ڳالهہ کي سامهون رکندي ٻنهي ملڪن پنهنجا فيصلا واپس وٺي ڇڏيا.

برآمدي پابنديون ان صورت ۾ روزگار جو دائرو وڌائي سگهن ٿيون جڏهن پابنديون مقدار يا وري سست رفتاري سان لڳايون وڃن.ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ انهن پابندين سان روزگار مڪمل طور تي بهتر ٿي ويندو .هتي متبادل اثرن کي جن بابت اسان اڳ ۾ ڳالهائي چڪا آهيون،سامهون رکڻ ضروري آهي.جڏهن پاڪستاني سرڪار جڏهن پرڏيهي واپارين کي مقامي مارڪيٽ ۾ شين جي وڪري کان روڪڻ لاءِ ٽيرف،ڪوٽا يا ٻئي قسم جون پابنديون لڳائي

تي تڏهن ساڳئي ئي وقت هو پرڏيهي واپارين جي پاڪستاني شيون خريد ڪرڻ جي صلاحيت کي پڻ گهٽ ڪري ٿي.اسان جي برآمد پرڏيهي واپارين کي اسان جي درآمد خريد ڪرڻ سگهه ڏئي ٿي.جيڪڏهن پرڏيهي واپاري پنهنجي گهرج موجب پاڪستان ۾ شيون وڪرو نہ ڪري سگهندا تڏهن اُنهن وٽ پاڪستاني شيون خريد ڪرڻ لاءِ پڻ گهٽ پيسا موجود هوندا،ان ڪري برآمدي پابنديون اڻ سڌي طرح درآمد کي گهٽائيندي‌يون.درآمدي صنعت ۾ اُپت ۽ روزگارگهٽجي ويندو.

جڏهن لوهہ جيان وسيلن تي واپاري پابنديون لڳايون وڃن ٿيون تڏهن اُنهن وسيلن کي استعمال ڪندڙ مقامي واپاري لوهہ مان ٺهندڙ شين (مثال طور گاڏيون ٺاهيندڙ ) جا اگهہ وڌائي ڇڏيندا ۽ اُنهن لاءِ عالمي مارڪيٽ ۾ مقابلو ڪرڻ ڏکيو ٿي ويندو.جيئن آمريڪا ۾ 2002 کان 2004 تائين لوهہ تي لڳايل ڪُوٽا سبب اُنهن ڪمپنين ۾ روزگار گهٽجي ويو جيڪي لوهہ جو استعمال ڪنديون هيون.ساڳي صورتحال آمريڪا ۾ کنڊ جي حوالي سان بہ صحيح ثابت ٿي جنهن سبب اُتي جي مقامي مارڪيٽ ۾ کنڊ جا اگهہ ٽيڻ تي وڌي ويا.گڏريل ڏهاڪي ۾ کنڊ جون ملون هلائيندڙ آمريڪا کي ڇڏي اُنهن ملڪن ڏانهن هليا ويا جتي کنڊ جي پيداواري لاڳت عالمي اگهن کان گهٽ آهي.

واپاري پابنديون نہ روزگار جا موقعا فراهم ڪن ٿيون ۽ نہ وري گهٽائين ٿيون،اُهي صرف روزگار کي هڪ جڳهہ کان ٻي جڳهہ تي منتقل ڪن ٿيون.پابندين سبب وسيلن کي استعمال ڪري شيون ٺاهيندڙ وسيلن جي مهانگي استعمال تي مجبور ٿي وڃن ٿا.اُنهن جاين تي اُپت ۽ روزگار گهٽجي وڃي ٿو جتي اسان جا وسيلا وڌيڪ پيداوار ڏيکاري سگهن ٿا.ان ڪري ليبر ۽ ٻيا وسيلا اهڙن علائقن مان منتقل ٿي اُنهن جاين جو رخ ڪن ٿا جتي گهٽ خرچ تي وڌيڪ پيداوار ڪري سگهجي ٿي.ملڪ ۾ اهڙيون پاليسيون اُپت ۽ آمدن ٻنهي کي گهٽائين ٿيون.

ڪيترا ئي آمريڪي ان ڳالھ کي مڃين ٿا تہ آمريڪي مزدور ٻين ملڪن جي اُنھن مزدورن سان مقابلو نہ ٿا ڪري سگھن جيڪي روزانو ٻہ يا ٽي ڊالرز ڪمائين ٿا.ان مان اھو ظاھر ٿئي ٿو تہ ھو متبادل فائدي ۽ وڏيڪ اجرت کي صحيح طور نہ سمجھي سگھيا آھن.آمريڪا ۾ مزدرو پڙھيل لکيل ۽ باشعور ھجن ٿا.اھي ٻئي عنصر بھتر پيداوار ۾ پنھنجو حصو وجھن ٿا ۽ وڏيڪ ناڻو ڪمائين ٿا.گھٽ اجرت وارن ملڪن جيئن ميڪسيڪو ۽ چين ۾ گھٽ پيداوار ھجڻ سبب اجرت کي گھٽ اھميت ڏني وڃي ٿي.

واپار اھڙي ئي فائدي جو عڪس ڏئي ٿو نہ کي اجرت جو.ھر ملڪ ۾ ڪا نہ ڪا شيءِ اھڙي ھوندي جيڪا ھو ٻين کان بھتر ڪري سگھن ٿا.گھٽ يا وڌ اجرت ڏيندڙ ملڪ ٻنھي صورتن ۾ ان وقت فائدو حاصل ڪري سگھن ٿا جڏھن پنھنجو ڌيان وسيلن جي بھتر استعمال ذريعي پيداواري سرگرمين ۾ لڳائيندا.وڏيڪ اجرت وارا ملڪ جيڪڏھن پرڏيھي شيون ٺاھيندڙن کان ڪا اھڙي شيءِ گھرائين ٿا جيڪا ملڪ اندر مھانگي اگھن تي پيدا ڪئي وڃي تہ اھو ھڪ عقلمند فيصلو ھوندو.ان صورت ۾ مھانگيون شيون ٺاھڻ تي اسان جا گھٽ وسيلا خرچ ٿيندا ۽ اسان پنھنجن ٻين وسيلن کي اُھي شيون ٺاھڻ ۾ لڳائي ڇڏيندا سين جيڪي پيداواري لاڳت جي حساب سان سستيون ھجن.

مثال طور جيڪڏھن ڪو پرڏيھي شيون ٺاھيندڙ واپاري آمريڪي شھرين کي مفت ۾ سياري جا ڪوٽ فراھم ڪرڻ چاھي ٿو تہ ڇا اُن صورت ۾ واپاري پابنديون لڳائڻ عقلمندي ھوندي تہ جيئن مقامي ڪوٽ ٺاھيندڙن کي بچائي سگھجي.يقينن اھا بيوقوفي ھوندي .ڇاڪاڻ تہ اُھي وسيلا جيڪي ماضي ۾ ڪوٽ ٺاھڻ جي ڪم ايندا ھئي ،اُھي بچي ويندا ۽ ٻي پيداوار ۾ ڪم آڻي سگھبا.اُيت ۽ شين جي فراھمي وڌي ويندي.ان ۾ ڪا بہ سياڻپ نہ ھوندي تہ پرڏيھي سستا ڪوٽ مارڪيٽ کان پري رکڻ لاءِ پابنديون لڳايون وڃن.

عالمي واپار خريداري جي سگهہ کي ڪيئن بهتر بڻائي ٿو.

نوڪريون بچائڻ واري مامري تي جيڪڏهن غور ڪجي ۽ اهو ڏسجي تہ واپاري پابندين سان روزگار جا موقعا محفوظ رهن ٿا تہ پوءِ واپاري پابنديون لڳائڻ بهتر فيصلو هوندو.اها هڪ حقيقت آهي تہ پاڪستان انڊيا کان دوائن جي امپورٽ،چين کان موبائل فون،ايران کان بجلي،افغانستان مان ميوا ۽ پاڇيون ۽ سري لنڪا مان توانائي وارا اوزار خريد ڪرڻ جي صورت ۾ مُک نوڪريون وڃائي (يا حاصل نہ ڪري) ويهندو آهي.اهي سيئي شيون پاڪستان ۾ پيدا ٿي سگهن ٿيون.جيتوڻيڪ پاڪستاني واهپيدار انهن شين کي مقامي طور پيدا ڪرڻ جي پيٽ ۾ پاهران گهرائڻ کي سستو سمجهن ٿا،پاڪستان ڪپڙو،اسپتال جا اوزار،سيمينٽ ۽ ٻين شين جي درآمد ذريعي منافعو ڪمائي ٿو.جنهن سبب پاڪستان کي سستي اگهن تي ٻيون شيون خريد ڪرڻ جي سگهہ ملي ٿي.

ڪيترا ئي ماڻهو اهو خيال رکن ٿا تہ پاڙيسري ملڪن وچ۾ مفت واپار ملڪي ترقي جو هڪ ذريعو آهي.ٻين ملڪن مان برآمد نوڪرين لاءِ هاجيڪار تہ نہ ٿي ٿئي پر ڪافي مزدور درآمدي صنعت ۾ ڪم ڪري وڌيڪ پيداوار ۽ وڌيڪ آمدن ڪمائي سگهن ٿا.جيڪڏهن مفت واپار پاڙيسري ملڪن ۾سهڪار ۽ بهتر لاڳاپن کي هٿي وٺرائي سگهي ٿو تہ پوءِ ٻين ملڪن سان مفت واپار ذريعي بہ ائين ڪري سگهجي ٿو.

جيڪڏهن واپاري پابنديون معاشي ترقي جي رستا روڪ ڪن ٿيون ،جيئن واضع طور ائين ئي ٿيندو آهي تہ پوءِ ملڪ انهن کي ڇو ٿا اپنائين.ان جو جواب سڌو سنئون آهي تہ اهو صرف سياسي طاقت سبب ۽ ڪجهہ صنعتن ۾ روزگار جي بچاءُ لاءِ ڪيو ويندو آهي.واپاري پابنديون صرف ڪجهہ شيون ٺاهيندڙن ۽ اُنهن کي وسيلا فراهم ڪندڙن ،ڪجهہ مزدورن کي واهپيدارن ۽ اُنهن صنعتن کي وسيلا فراهم ڪندڙ ٻين سپلائير جي قيمتن آهر فائدا پهچائين ٿيون.عام طور تي ڪا هڪ صنعت جيڪا سرڪاري چانو هيٺ هلي ٿي،اُها

سيني کان اڳتي نظر اچي ٿي،جڏهن ته واهپيدار پيا مزدور ۽ پيا وسيلا سپلاءِ کندڙ عالمي واپار مان فائدو حاصل ڪرڻ کان تمام پري هوندا آهن.ان مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته مختلف مفاد پسند ٽولا سرڪاري اختيارين جي ووٽن،چونڊ سرگرمين ۽ ٻين معاملن ۾ مدد ڪندا آهن ان ڪري سياسي طور اُنهن جي سوچ اهميت رکي ٿي.مثال طور لوهه جي صنعت ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن کي اُن وقت روزگار جي حوالي سان ڏکيائيون پيش اچن ٿيون جڏهن پرڏيهي مارڪيٽ ۾ لوهه جي پيداوار سستي هجي.ساڳي ريت ٻين صنعتن ۾ ملازمن جو نوڪري مان برطرف ٿيڻ ايتري اهميت نه ٿو رکي.واپاري پابندين جي صورت ۾ بهتر معيشيتون سياسي طور تي معاملن ۾ فتح حاصل ڪن ٿيون.پر ان سان حقيقي طور صورتحال تبديل نه ٿيندي آهي .عالمي واپار جي دائري ۾ واڌ سبب وڏ کان وڏ شيون سستي اگهن تي فراهم ٿي رهيون آهن.

جڏهن ته واهپيدار پيا مزدور ۽ پيا وسيلا سپلاءِ ڪندڙ عالمي واپار مان فائدو حاصل ڪرڻ کان تمام پري هوندا آهن.ان مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته مختلف مفاد پسند ٽولا سرڪاري اختيارين جي ووٽن،چونڊ سرگرمين ۽ ٻين معاملن ۾ مدد ڪندا آهن ان ڪري سياسي طور اُنهن جي سوچ اهميت رکي ٿي.

خاص طور تي غربت جي لڪير کان هيٺ زندگي گذاريندڙ لکين ماڻهن گذريل ڏهاڪي کان هيل تائين ان مان فائدا حاصل ڪيا آهن.آمريڪي شهري پڻ وڏندڙ واپار مان فائدو حاصل ڪري رهيا آهن.اسان پنهنجي طرز زندگي کي بهتر بڻائڻ لاءِ عالمي واپار جي مثال تي عمل ڪري سگهون ٿا.ملڪن پاران واپار تان پابنديون ختم ڪرائڻ لاءِ اسان کي نه صرف ثبوتن جي بنياد تي اُنهن کي سمجهائڻو پوندو پر اُنهن جي پويان لڳڻو پوندو.اسان کي ٻين پاران اپنايل ڏکين پاليسين جي آڙ ۾ ڏکيون پاليسيون نه جوڙڻ گهرجن. مثال

طور آمريڪا ۾ جيڪڏهن 10 سال اڳ لڳايل سموريون واپاري پابنديون هٽائي ڇڏي ته هو وڏيڪ فائدا ماڻي سگهي ٿو، اهڙي عمل سان نه صرف آمريڪي شهرن جي طرز عمل ۾ بهتري ايندي پر ان سان گڏوگڏ دنيا ۾ معاشي حالتون پڻ بهتر ٿينديون.

پي ڪنهن به انفرادي عمل بدارن جيڪڏهن هڪ ئي وقت ۾ سموريون پابنديون هٽايون وڃن ته نه صرف دنيا ۾ واپار لاءِ هڪ بهتر ماحول پيدا ٿيندو پر امن سان گڏوگڏ دنيا وڌيڪ ترقي ڪندي.ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته دنيا ۾ اهڙي ڪا به جادوئي لٺ موجود نه آهي جيڪا اُن مان جنگن ۽ دهشتگردي جو خاتمو آڻي سگهي پر واپار ذريعي دنيا جي غريب ماڻهن کي پنهنجي رهڻي ڪهڻي بهتر بڻائڻ لاءِ تباهه ڪاري واريون سرگرميون ڇڏي پيداواري سرگرمين ڏانهن اچڻو پوندو.

ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته دنيا ۾ اهڙي ڪا به جادوئي لٺ موجود نه آهي جيڪا اُن مان جنگن ۽ دهشتگردي جو خاتمو آڻي سگهي پر واپار ذريعي دنيا جي غريب ماڻهن کي پنهنجي رهڻي ڪهڻي بهتر بڻائڻ لاءِ تباهه ڪاري واريون سرگرميون ڇڏي پيداواري سرگرمين ڏانهن اچڻو پوندو.

## اختتامي خيال

ادارا ۽ پاليسيون ڪيتري اهميت رکن ٿيون؟ان سوال جي جواب لاءِ اسان کي مختلف ملڪن جي ادارن ۽ پاليسين کي پيٽن جي ضرورت آهي.1980 ڌاري برٽش ڪولمبيا جي فريزر انسٽيٽيوٽ آف وينڪوئر ملڪن وچ ۾ معاشي آزادي کي ماپڻ لاءِ هڪ خصوصي منصوبو تيار ڪيو.ان ڪوشش ۾ دنيا جي نامور اسڪالرز ۽ نوبل انعام يافته ملٽن فريڊ مين ،گيري بيڪر ۽ ڊگلس نارٿ حصو ورتو.ان منصوبي جي نتيجي ۾ ايڪنامڪ فريڊم آف دي ورلڊ (دنيا جي معاشي آزادي )انڊيڪس وجود ۾آ يو جيڪو اڄ دنيا جي تقريبن 50 ادارب پاران

چاپيو وڃي ٿو جنهن ۾ مختلف ملڪن جي ادارن ۽ پاليسين ۾ معاشي آزادي ۽ ان تحت ملندڙ انفرادي چاهه ،نجي مالڪي،پاڻمرادو ڏيتي ليتي ،مقابلي وارين مارڪيٽن کي پرکيو وڃي ٿو.هي انڊيڪس 38 مختلف جزن تي مشتمل آهي جيڪو تقريبن دنيا جي سو ملڪن بابت 1980 کان اڄ تائين جي درجا بندي ٻڌائي ٿو.

ٻي پاسي اهو انڊيڪس معاشي ترقي جي عنصرن کي پڻ عيان ڪري ٿو.جيڪڏهن ڪو ملڪ ان انڊيڪس ۾ تمام مٿانهون درجو حاصل ڪرڻ چاهي ٿو ته ان لاءِ اهو لازمي آهي ته هو نجي ملڪيت جو تحفظ ڪري،معاهدن جي انصاف جي بنياد تي پورائي کي يقيني بڻائي ۽ مستحڪم مالياتي ماحول فراهم ڪري.اتي اهو به ضروري آهي ته اهو ملڪ ٽيڪس جي شرح گهٽ رکي،پرڏيهي ۽ عالمي واپار تي پابنديون لڳائڻ کان پاسو ڪري ۽ سرڪاري خرچن بدران مارڪيٽن تي ڀاڙڻ سان گڏوگڏ وسيلن ۽ شين کي صحيح نموني استعمال ڪرڻ لاءِ قانونسازي ڪري.جيڪڏهن اهي سڀ مسئلا معاشي ڪارڪردگي تي اثر انداز ٿين ٿا ته مٿانهين EFW ريٽنگ رکندڙن کي هيٺاهين ريٽنگ رکندڙن کان وڌيڪ بهتر طور ڪم ڪرڻو پوندو.

پرڏيهي ۽ عالمي واپار تي پابنديون لڳائڻ کان پاسو ڪري ۽ سرڪاري خرچن بدران مارڪيٽن تي ڀاڙڻ سان گڏوگڏ وسيلن ۽ شين کي صحيح نموني استعمال ڪرڻ لاءِ قانونسازي ڪري.جيڪڏهن اهي سڀ مسئلا معاشي ڪارڪردگي تي اثر انداز ٿين ٿا ته مٿانهين EFW ريٽنگ رکندڙن کي هيٺاهين ريٽنگ رکندڙن کان وڌيڪ بهتر طور ڪم ڪرڻو پوندو.

ٽيبل 2 2008 جي في ڪس آمدني وارا انگ اکر ٻڌائڻ سان گڏوگڏ دنيا جي 10 ملڪن جي2007 لاءِ ايڪنامڪ فريڊم درجابندي ظاهر ڪري ٿي.دنيا جي 139 ملڪن مان هانگ ڪانگ،سنگاپور،نيوزيلينڊ ۽ سوئٽزرلينڊ ان درجابندي ۾ معاشي آزادي جي حساب سان سيني کان مٿي رهيا.جڏهن ته

انگولا،وينزويلا،مرڪزي جهموريه آفريقا ۽ عوامي جهموريه ڪانگو سڀني ڪان هيٺ رهيا.10 آزاد معيشيتن جي سرسري في ڪس آمدني 38 هزار 7 سو ڊالر رهي جيڪا گهٽ آزادي وارن ملڪن جي ڀيٽ (2000 ڊالر) ۾ 19 ڀيرا وڌيڪ هئي.آزاد معيشيتن وارا ملڪ انگولا ۽ چاڊ ڪان سواءِ گهٽ آزاد معيشيت واري ملڪن جي ڀيٽ ۾ نه صرف آمدن جي حساب سان بهتر هئا پر تيزي سان ترقي ڪندڙ به هئا.

اتي به ساڳي صورتحال ظاهر ٿئي ٿي ته آزاد معيشيتن ۾ نه صرف في ڪس آمدني جي حد تمام وڌيڪ هوندي آهي پر معاشي ترقي به تيز هوندي آهي.معاشي آزادي جي حساب سان 2007 جي انگن اکرن موجب آزاد معيشيتن جي في ڪس آمدني 32 هزار 4 سو 43 ڊالر هئي جيڪا گهٽ معاشِي آزادي وارن ملڪن ڪان 8 ڀيرا (3802 ڊالر) وڌيڪ هئي.ساڳي ريت مٿانهين گروپ جي ترقي جي شرح 2.4 سيڪڙو هئي جڏهن ته هيٺاهين گروپ جي ترقي جي شرح 0.9 سيڪڙو هئي.

شڪل 1 (ايندڙ صفحي تي)پڙ 141 ملڪن جي EFW درجابندي جي آڌار تي ساڳيا انگ اکر پيش ڪري ٿي.اتي به ساڳي صورتحال ظاهر ٿئي ٿي ته آزاد معيشيتن ۾ نه صرف في ڪس آمدني جي حد تمام وڌيڪ هوندي آهي پر معاشي ترقي به تيز هوندي آهي.معاشي آزادي جي حساب سان 2007 جي انگن اکرن موجب آزاد معيشيتن جي في ڪس آمدني 32 هزار 4 سو 43 ڊالر هئي جيڪا گهٽ معاشِي آزادي وارن ملڪن ڪان 8 ڀيرا (3802 ڊالر) وڌيڪ هئي.ساڳي ريت مٿانهين گروپ جي ترقي جي شرح 2.4 سيڪڙو هئي جڏهن ته هيٺاهين گروپ جي ترقي جي شرح 0.9 سيڪڙو هئي.جڏهن گهٽ آمدن رکندڙ ملڪ ادارن ۽ پاليسين کي صحيح طرح ترتيب ڏين ٿا تڏهن هو وڌندڙ ترقي جي شرح ۽ بين ملڪن جي آمدن جي ڀيٽ ۾ پيدا ٿيل فاصلو حاصل ڪري سگهن ٿا.

**Figure: 1**

**Economic Freedom and Cross-Country Differences in Income levels and Growth Rates**

---

**Please insert exhibit 1.6 and 1.7 from page 19 of the Economic Freedom of the World (Special Pakistan Edition)**

---

هانگ ڪانگ سنگاپور، سوئٽزرليند، ڪينيڊا،آئرليند ۽ چلي جهڙا ملڪ ان نقطي کي ظاهر ڪن ٿا تہ هاڻوڪي ڏهاڪي ۾ انهن ملڪن معاشي آزادي لاءِ جوڳا اُپاءَ ورتا ۽ اڄ اهي ملڪ نہ صرف تيزي سان ترقي ڪري رهيا آهن پر اُنهن ملڪن جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي پڻ بهتر ٿي وئي آهي.1980 ع ۾ دنيا جي وڏيڪ آبادي رکندڙ ملڪن چين ۽ ڀارت ۾ معاشي آزادي تمام گهٽ هئي.گذريل ٻن ڏهاڪن ۾ هو مسلسل معاشي آزادي طرف وڌي رهيا آهن ۽ ان عرصي دوران اُنهن جي معاشي ترقي جي شرح پڻ بهتر ٿي وئي آهي.معاشي نظريي ۽ انگن اکرن جا ثبوت اهو ظاهر ڪن ٿا تہ جڏهن ملڪ مڪمل اقتصادي آزادي واري حڪمت عملي جوڙين ٿا تہ اُهي نہ صرف سيڙپڪاري کي پاڻ ڏانهن ڇڪين ٿا پر تيزي سان ترقي ڪري آمدن جي هڪ بهتر سطح

گذريل ٻن ڏهاڪن ۾ هو مسلسل معاشي آزادي طرف وڌي رهيا آهن ۽ ان عرصي دوران اُنهن جي معاشي ترقي جي شرح پڻ بهتر ٿي وئي آهي.معاشي نظريي ۽ انگن اکرن جا ثبوت اهو ظاهر ڪن ٿا تہ جڏهن ملڪ مڪمل اقتصادي آزادي واري حڪمت عملي جوڙين ٿا تہ اُهي نہ صرف سيڙپڪاري کي پاڻ ڏانهن ڇڪين ٿا پر تيزي سان ترقي ڪري آمدن جي هڪ بهتر سطح حاصل ڪن ٿا.

حاصل ڪن ٿا.حقيقت ۾ ادارن ۽ پاليسين جي صحيح هجڻ سان ئي اقتصادي ترقي حاصل ٿئي ٿي.جيترو جلد سياستدان ۽ تجزيہ نگار معاشي آزادي طرف وڌندا،اُترو ئي دنيا کي اُن جو فائدو ملندو.

| تيبل 2:<br>اقتصادي آزادي،مجموعي قومي پيداوار ۽ في کس آمدن | | | | |
|---|---|---|---|---|
| **Rank in Economic Freedom** | **Country** | **Economic Freedom Index (2007)** | **Per Capita Income $ (2008)** | **GDP Growth Rate (%) (2000-08)** |
| **10 Highest Rated Countries** | | | | |
| 1 | Hong Kong | 8.97 | 31420 | 5.2 |
| 2 | Singapore | 8.66 | 34760 | 5.8 |
| 3 | New Zealand | 8.30 | 27830 | 3.1 |
| 4 | Switzerland | 8.19 | 55510 | 1.9 |
| 5 | Chile | 8.14 | 9370 | 6.6 |
| 6 | United States | 8.06 | 47930 | 2.4 |
| 7 | Ireland | 7.98 | 49770 | 5.0 |
| 8 | Canada | 7.91 | 43640 | 2.5 |
| 9 | Australia | 7.89 | 40240 | 3.3 |
| 10 | United Kingdom | 7.89 | 46040 | 2.5 |

| 10 Lowest Rank Countries | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 130 | Burundi | 5.54 | 140 | 2.9 |
| 131 | Algeria | 5.34 | 4190 | 4.3 |
| 132 | Niger | 5.11 | 330 | 4.4 |
| 133 | Chad | 5.09 | 540 | 11.9 |
| 134 | Congo Democratic | 5.00 | 150 | 5.2 |
| 135 | Guinea-Bissau | 4.84 | 250 | 0.6 |
| 136 | Central African Rep | 4.79 | 410 | 0.5 |
| 137 | Congo Republic | 4.44 | 1790 | 3.9 |
| 138 | Venezuela | 4.33 | 9230 | 5.2 |
| 139 | Angola | 4.04 | 3390 | 13.5 |

*Source: derived from World Bank, World development indicators: 2010 and WEF Report 2009.*

# حصوٿيون اقتصادي ترقيءَ حڪومتي ڪردار بابت واضع سوچ جاڏهہ عنصر

1. حڪومت فردن جي حقن ۾ اُهي شيون جيڪي مارڪيٽ ۾ موجود نہ هجن،اُنهن جي رسد ڪي يقيني بڻائي معاشي ترقي هٿي وٺرائي ٿي.
2. حڪومت هڪ تصيح ڪندڙ پرزو نہ آهي.
3. حڪومت جون قيمتون صرف ٽيڪس نہ آهن.
4. جيسيتائين آئيني پابنديون نہ هونديون تيسيتائين ذاتي مفاد رکندڙ ماڻهو سياسي جهموري عمل ذريعي ٽيڪس ڏيندڙن ۽ واهپيدارن کي پريشان ڪندا رهندا.

5. جيسيتائين آئيني پابنديون نہ هونديون تيسيتائين قانوندان وڏيڪ خرچا ڪري مالي خسارو پيدا ڪندا رهندا.
6. حڪومت اُن وقت معاشي ترقي کي سست ڪري ڇڏيندي آهي جنهن وقت هو ڪيترن ئي ماڻهن جي قيمت تي صرف ڪجهہ ماڻهن جي مدد ڪرڻ چاهيندي آهي.
7. حڪومتي آمدن جي منتقلي جي قيمت اصل فائدو ڪمائيندڙن ڪان بہ وڏيڪ هوندي آهي.
8. مرڪزي منصوبہ بندي مارڪيٽن کي سياست ۾ تبديل ڪري ٿي جنهن سبب وسيلن جو زيان ٿئي ٿو ۽ معاشي ترقي گهٽجي وڃي ٿي.
9. حڪومت ۾ بہ مارڪيٽ جيان مقابلو تمام اهم آهي.
10. اُهي آئيني قاعدا جيڪي سياسي عمل ۾ بهتر اقتصاديات ۾ شانتي آڻي معاشي ترقي هٿي وٺرائين ٿا

## تعارف

حڪومت هڪ ڪاڏي جيان هوندي آهي ۽ ڪاڏو تمام گهڻو اهم هوندو آهي پر جيڪڏهن اُن کي وڏيڪ مقدار ۾ ڪاڏو وجي تہ اُهو توانائي جي ڪوٺ ۽ بيبن جسماني مسئلن جو ڪارڻ بڻجي ويندو آهي.ساڳي ريت حڪومت بہ حدن ۽ پابندين ۾ رهڻ واري هڪ طاقتور فوج آهي پر جڏهن حڪومت اُهي عمل ڪري ٿي جيڪي حڪومت کي نہ ڪرڻ گهرجن تہ حڪومت معاشي ترقي کي گهٽائي ڇڏي ٿي.

جڏهن فيصلا جهموري طور تي ڪيا ويندا آهن تہ اُتي ووٽ ڏيندڙن کي حڪومت جون ڪمزوريون ۽ خوبيون ذهن ۾ رکڻ گهرجن.جڏهن ماڻهو غير حقيقي اُميدون لڳائين ٿا تہ اُتي نااُميدي اڀٽر ٿي ويندي آهي.معيشيت سياسي

طريقي ڪار تي گهري نظر رکڻ بابت سمجهائي ٿي.هن حصي ۾ سياسي عمل کي معاشي طور تي پرکڻ بابت ٻڌايو ويو آهي.اسان توهان کي اهو ٻڌائيندا سين تہ سياسي نتيجا آخر ڇو واعدن کان مختلف هجن ٿا.اسان ان ڳالهہ تي بہ غور ڪندا سين تہ آخر حڪومتون اُهي قدم ڇو کڻن ٿيون جن سان وسيلن جو زيان ٿئي ٿو ۽ ماڻهن جي آمدن گهٽجي ٿي.آخر ۾ اسين ڪجهہ آئيني قاعدن جي ڳالهہ ڪندا سين جيڪي سرڪار کي عوام جي بهتر رهڻي ڪهڻي ۽ معاشي ترقي کي هٿي وٺرائڻ بابت پابند ڪن ٿا.

اسان ان ڳالهہ تي بہ غور ڪندا سين تہ آخر حڪومتون اُهي قدم ڇو کڻن ٿيون جن سان وسيلن جو زيان ٿئي ٿو ۽ ماڻهن جي آمدن گهٽجي ٿي.آخر ۾ اسين ڪجهہ آئيني قاعدن جي ڳالهہ ڪندا سين جيڪي سرڪار کي عوام جي بهتر رهڻي ڪهڻي ۽ معاشي ترقي کي هٿي وٺرائڻ بابت پابند ڪن ٿا.

**حڪومت فردن جي حقن ۽ اُهي شيون جيڪي مارڪيٽ ۾ موجود نہ هجن،اُنهن جي رسد کي يقيني بڻائي معاشي ترقي هٿي وٺرائي ٿي.**

*هڪ عقلمند حڪومت اها آهي جيڪا ماڻهن کي هڪ ٻئي سان وڙهڻ کان بچائي،يا وري اُنهن کي صنعتن ۾ پنهنجي مرضي مطابق قاعدا جوڙڻ جي اجازت ڏي ۽ مزدورن جي منهن مان ڪمايل گرهہ نہ کسي.اها ئي هڪ بهترين حڪومت آهي.*

-----ٿامس جيفرسن

حڪومت سڀ کان پهرين سماجي سهڪار ۽ پنهنجي شهرين جي ڀلائي ٻن طريقن سان ڪري سگهي ٿي.(1)شهرين جي زندگين،آزادي ۽ جائيداد جي حفاظت ڪري(ايسيتائين ،جيسيتائين اُها آزادي ۽ جائيداد ڪنهن طاقت چوري يا

فرادِ جي صورت ۾ نہ هجي) ۽ (2)اُنهن شين تائين رسائي جيڪي مارڪيٽ ۾ مشڪل سان ملي سگهن.نوبل انعام يافتہ جيمز بڪانن ان طريقن کي حڪومت جا حفاظتي ۽ پيداواري عمل سمجهي ٿو.

حفاظتي عمل جو مطلب هڪ اهڙو طريقہ ڪار جوڙڻ آهي جنهن ۾ ماڻهن کي خراب حالتن فرادِ ۽ چوري کان بچائڻ لاءِ قانونسازي ڪئي وڃي .سرڪار وٽ فوج جي استعمال جا سمورا اختيار هوندا آهن تہ جيئن هو پنهنجي شهرين کي هڪبئي ۽ ٻاهرين ماڻهن کان محفوظ رکي سگهن.ان ڪري تہ جيئن ماڻهو ٻين ماڻهن يا قاعدن جي خلاف ڪو قدم کڻڻ بدران شهڪار ذريعي هڪ ٻئي سان واسطيداري رکي سگهن.ان طريقي ڪار جو مُک مقصد ماڻهن جي جان ۽ جائيداد کي قبضا خورن کان بچائڻ،معاهدن کي عملو جامو پارائڻ ،پابنديون مڙڻ ،قاعدا جوڙڻ ۽ امتيازي ٽيڪسن کان محفوظ رکڻ هوندو آهي.

جڏهن حڪومت بهتر نموني حفاظتي اُپائن تي عمل ڪري رهي هوندي آهي تڏهن شهرين کي پنهنجي سرڪار تي اهو اعتماد هوندو آهي تہ هو نہ صرف اُنهن کي ڪين ڏوڪي کان بچائيندي پر اُنهن جي دولت پڻ ڪنهن قبضا خور ،حڪومتي ٽيڪسن،قاعدن جي باريا مهانگائي کان محفوظ رهندي.اها حفاظت شهرين کي اهو پڻ يقين ڏياري ٿي تہ جيڪو هو پوکيندا،اُهو ئي لڻندا.جڏهن اهو سڀ سچ هوندو تہ ماڻهو تمام گهڻي مقدار ۾ پوکيندا ۽ لڻندا جنهن جي نتيجي ۾ معاشي خوشحالي ايندي.

حڪومتي ٽيڪسن،قاعدن جي باريا مهانگائي کان محفوظ رهندي.اها حفاظت شهرين کي اهو پڻ يقين ڏياري ٿي تہ جيڪو هو پوکيندا،اُهو ئي لڻندا.جڏهن اهو سڀ سچ هوندو تہ ماڻهو تمام گهڻي مقدار ۾ پوکيندا ۽ لڻندا جنهن جي نتيجي ۾ معاشي خوشحالي ايندي.

مسئلا اُن وقت پيدا ٿين ٿا جڏهن سرڪار پنهنجا حفاظتي فرض صحيح نموني ادا نہ ڪندي آهي.جيڪڏهن نجي مالڪي جا حق صحيح نموني بيان نہ ڪيل هوندا ۽ اُنهن تي صحيح عملدرآمد نہ ڪرايو ويندو تہ ان صورتحال ۾ بيون قوتون اُنهن ماڻهن لاءِ ڏکيائيون پيدا ڪنديون.ماڻهن جي جائيداد قيمت جي ادائيگي بنا ئي استعمال ڪئي ويندي .جڏهن ماڻهن کي بنا معاوضي جي اهڙي قيمت ادا ڪرڻي پوندي تڏهن مارڪيٽ مان شين جي اصل پيداواري قيمت جو اندازو لڳائڻ مشڪل هوندو.ان ڪري جڏهن وسيلن تي مالڪي جا حق صحيح نموني واضع نہ هوندا تہ پوءِ وسيلا غير محفوظ ۽ غير فائديمند طور تي استعمال ٿيندا.ان ۾ حيرت جي ڪا بہ ڳالهہ نہ آهي تہ اسان وٽ بي پناهہ ماحوليات ۽ پاڻي آهي ڇاڪاڻ تہ اهي وسيلا نہ ئي آساني سان مالڪي جا حامل هجن ٿا ۽ نہ ئي انهن کي نجي جائيداد جيان وڪرو ڪري سگهجي ٿو.

حڪومت جو ٻيو بنيادي ڪم پيداوار جو آهي جنهن کي اقتصادي ماهر عوامي شيون سڏين ٿا.ان قسم جي شين جا بہ مختلف ڪردار هوندا آهن.(1)ڪنهن هڪ ماڻهو تائين انهن شين کي پهچائڻ جپ مقصد اهو آهي تہ اُهي ٻين لاءِ فراهم ڪري سگهجن ۽(2)اهو مشڪل آهي جيڪڏهن ناممڪن نہ آهي تہ.اُنهن شين جو استعمال صرف اُنهن ماڻهن تائين هجي جيڪي اُن جي قيمت ادا ڪري سگهن جيئن قومي دفاع، ٻوڏ تي ضابطي وارا منصوبا،مڇرن جي خاتمي جا پروگرام وغيره.عوامي شين جي طور تي هوندا آهن.

ان مشڪل کي سمجهندي صلاحيت رکندڙ منافعي خور انهن منصوبن جي لاڳت تي خرچ ڪرڻ لاءِ راضي نہ هوندا آهن.هر شخص کي ٻي ماڻهو کان ادائيگي ڪرائڻ جو اختيار هوندو آهي.جڏهن ائين ٿيندو آهي تہ پوءِ منصوبا نہ ئي پنهنجي تڪميل تي پهچي سگهندا آهن ۽ نہ ئي اُنهن تي خرچ ٿيندڙ رقم مان ڪو فائدو ملي سگهندو آهي.ڪيترن ئي حوالن سان اهو تمام آسان آهي تہ ادائيگي ۽ رسيد ۾ ڪو رابطو جوڙي سگهجي ٿو.جيڪڏهن توهان ڪنهن

آئسڪريم جي گيلن ،گاڏي،ٽي وي سيٽ،ڊي وي ڊي پليئر جي قيمت ادا نہ ڪندئو تہ اُنهن شين جو وڪرو ڪندڙ توهان کي اُهي شيون فراهم نہ ڪندو ۽ توهان اُنهن شين مان مفت ۾ فائدو حاصل نہ ڪري سگهندئو ان ڪري عوامي شيون تمام گهٽ هونديون آهن.پر جڏهن فطري طور تي ادائيگي ۽ رسيد وچ ۾ رابطو جوڙڻ مشڪل ٿي ويندو آهي تہ ان صورتحال ۾ ماڻهو حڪومتي عملن ذريعي فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا.حڪومت پاران عوام لاءِ حقيقي معنيٰ ۾ انهن شين جي فراهمي ان ريت هجڻ گهرجي جيئن ابراهام لنڪن چيو هو تہ "حڪومت جو اصل مقصد ماڻهن لاءِ اهو سڀ ڪرڻ آهي جيڪي هو چاهين ٿا يا چاهيندا هئا پر حڪومت مختلف ماڻهن لاءِ مختلف طريقن سان انفرادي طور تي سڀ ڪجهہ نہ ٿي ڪري سگهي.

آمريڪي سرڪار سان ڪڏهن محبت ڪن ٿا ۽ ڪڏهن نہ ٿا ڪن.آمريڪي آئين وفاقي سرڪار جون حدون مقرر ڪيون آهن ۽ هڪ صدي کان بہ وڌيڪ عرصو گذرڻ باوجود آمريڪي سرڪار پنهنجي حدن ۾ رهي حفاظتي ۽ پيداواري عمل جاري رکيو پئي اچي.ان جي باوجود تہ معاشي باڙائي حڪومتي بدانتظامي (مثال طور ناڻي واڌ ۾ معمولي گهٽتائي،1930 ع ۾ ٽيرف ۾ واڌ ۽ 1932 ۾ ٽيڪسز ۾ واڌ)حڪومتي ڪردار کي ويتر وائڪو ڪيو.1960 ڌاري آمريڪي شهرين اهو سوچيو تہ سرڪار سڀ ڪجهہ نہ ٿي ڪري سگهي.غربت گهٽائڻ لاءِ تمام گهٽي آمدن منتقل ٿيڻ لڳي،اسپتالون پوڙهن ۽ غريبن کي مفت صحت جون سهولتون فراهم ڪرڻ لڳا ۽ مالي خسارو

1960 ڌاري آمريڪي شهرين اهو سوچيو تہ سرڪار سڀ ڪجهہ نہ ٿي ڪري سگهي.غربت گهٽائڻ لاءِ تمام گهٽي آمدن منتقل ٿيڻ لڳي،اسپتالون پوڙهن ۽ غريبن کي مفت صحت جون سهولتون فراهم ڪرڻ لڳا ۽ مالي خسارو معاشي سرگرمين ۾ تبديل ٿي بيروزگاري گهٽائڻ لڳو. جيتوڻيڪ سرڪار حفاظتي ۽ پيداوازي عمل کان تمام پري هلي وئي پر ان جا نتيجا واعدن کان بہ وڌيڪ بهتر هئا.

معاشي سرگرمين ۾ تبديل ٿي بيروزگاري گهٽائڻ لڳو.جيتوڻيڪ سرڪار حفاظتي ۽ پيداواري عمل ڪان تمام پري هلي وئي پر ان جا نتيجا واعدن ڪان ٻه وڌيڪ بهتر هئا.1980ع ۾ 1960 جي فيصلن جا برا اثر ظاهر ٿيڻ بعد ماڻهن جو سرڪار سان پيار وارو جذبو پڻ ختم ٿڌو ٿي ويو.

پر ماڻهن جي يادداشت تمام گهٽي ڪمزور هوندي آهي ۽ جڏهن حڪومت نااُميدي سان ڀريل نتيجا ڏيکارڻ شروع ڪندي آهي ته ماڻهو اهو سوچڻ لڳن ٿا ته اهو سڀ ڪجهه غلط ماڻهن جي اقتدار ۾ اچڻ ڪري ٿي رهيو آهي.جيڪڏهن ڪجهه ٻيا ماڻهو چونڊيا ويا ته حالتون وڌيڪ خراب ٿي وينديون.هڪ ڀيرو ٻيهر حڪومت سان محبت جو جذبو اُڀرندو نظر اچي ٿو.اقتصاديات وٽ حڪومتي عملن بابت ڳالهائڻ لاءِ گهٽو ڪجهه آهي ته سرڪار ڪيئن ڪم ڪري ٿي،نتيجا ايڏا خراب ڇو نڪرن ٿا ۽ ان جي بهتر نتيجن لاءِ ڇا ڪري سگهبو هو.جيئن ته هي حڪومت جي ڳالهه آهي ،اقتصاديات هتي رومانوي سوچ کي حقيقي اُميدن سان تبديل ڪري ٿي.بعد ۾ان ۾ پرجوشي پلي نه هجي پر اها اُن سوچ کي مفاهمت طرف وٺي ويندي آهي ۽ نااُميدي گهٽجي ويندي آهي.

اقتصاديات وٽ حڪومتي عملن بابت ڳالهائڻ لاءِ گهٽو ڪجهه آهي ته سرڪار ڪيئن ڪم ڪري ٿي،نتيجا ايڏا خراب ڇو نڪرن ٿا ۽ ان جي بهتر نتيجن لاءِ ڇا ڪري سگهبو هو.جيئن ته هي حڪومت جي ڳالهه آهي ،اقتصاديات هتي رومانوي سوچ کي حقيقي اُميدن سان تبديل ڪري ٿي.بعد ۾ان ۾ پرجوشي پلي نه هجي پر اها اُن سوچ کي مفاهمت طرف وٺي ويندي آهي ۽ نااُميدي گهٽجي ويندي آهي.

حڪومت تصحيح ڪندڙ اوزار نہ آهي.

ماڻهو عام طور تي حڪومت بابت ۽ خاص طور تي جمهوري حڪومت بابت اهو سوچين ٿا تہ هو هڪ تصحيح ڪندڙ اوزار آهي.هو ائين ورتاءُ ڪن ٿا جيئن حڪومت ڪا جادوئي لٺ رکي ٿي جنهن سان سڀ مسئلا حل ٿي وڃن ٿا.اهو خيال غلط آهي.هڪ جمهوري سرڪار اها هوندي آهي جيڪا هڪ سماجي اداري وانگر ڪم ڪري ٿي،هڪ اهڙو عمل جنهن ذريعي ماڻهو گڏيل طور فيصلا ڪري سرگرميون ڪن ٿا.ان جي ڪا بہ پڪ نہ هوندي آهي تہ اڪثريت پاران مجيل فيصلا معاشي ترقي جا ضامن هجن.ان ۾ اُميد رکڻ جو هڪ سبب اهو آهي تہ جيسيتائين ماڻهن جي اڪثريت ڪنهن فيصلي کي نہ مجيندي ،تيسيتائين ڪا مقبول حڪومت بہ معاشي ترقي سان لاڳاپيل فيصلو نہ ڪري سگهندي.

ٽيبل 3 (ايندڙ صفحي تي) ان ڳالهہ کي آساني سان سمجهائي ٿي .ٽيبل ۾ هڪ منصوبي جي لاڳت بيان ڪئي وئي آهي جيئن ڪا عمارت ،ڪنهن روڊ جي تعمير وغيره .هڪ مثال جوڙڻ لاءِ اسان پنج ماڻهن جي معيشيت تي غور ڪندا سين.جيتوڻيڪ ان جو جواب اهڙو ئي هوندو آهي جهڙو هزارين(يا لکين) ووٽ ڏيندڙن جو هجي.منصوبي جي لاڳت 60 ڊالر آهي ۽ شهرين لاءِ صرف 50 ڊالر جو فائدو حاصل ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ تہ پيداواري لاڳت اُپت کان گهٽ هجڻ ڪري اهو صاف ظاهر آهي تہ هي منصوبو غير پيداواري هوندي ۽ ان ڪري ان کي رد ڪرڻ گهرجي.پر جيڪڏهن پيداواري لاڳت سيني ووٽرن ۾ برابر تقسيم ڪئي وڃي(پلان A) ۽ اهو معاملو اڪثريتي ووٽن سان حل ڪرايو وڃي تہ هي منصوبو ايڊم،برائون ۽ گرين پاران ڪنيو ويندو.

تيبل 3
ڪار جي هڪ غير حقيقي منصوبي جي لاڳت ۽

| | | TAX PAYMENT | |
|---|---|---|---|
| voter | Benefits Received | Plan A | Plan B |
| Adams | $15 | $12 | $18.00 |
| Brown | 15 | 12 | 18.00 |
| Green | 15 | 12 | 18.00 |
| Jones | 3 | 12 | 3.60 |
| Smith | 2 | 12 | 2.40 |
| **TOTAL** | **$50** | **$60** | **$60.00** |

سيني کي پيداواري لاڳت کان وڌيڪ فائدا حاصل ٿيا(12 ڊالرز جي پيٽ ۾ 15 ڊالرز) ۽ اُنهن جا هاڪاري ووٽ اڪثريت ۾ آهن.جونز ۽ اسمٿ تي ايندڙ قيمتن جو اثر يقينن فائدن کان وڌيڪ هوندو پر ڇاڪاڻ تہ هو اقليت ۾ آهن ان سبب هو ان بابت ڪجهہ نہ ٽا ڪري سگهن.

ڇا چونڊ جي نظام ۾ اهڙي ريت اصلاح ڪري سگهجي ٿي تہ جيئن سرڪار جي ڪم ڪرڻ جي طريقہ ڪار کي بهتر بڻائي سگهجي؟پلان B ان حوالي سان هڪ بيو امڪان ظاهر ڪري ٿو .پلان B موجب پيداواري لاڳت جي

مقرري فائدن جي حصول جي حساب سان لڳائي وڃي.اُهي ووٽر جيڪي فائدن جو وڏيڪ حصو کڻن ٿا.اُنهن لاءِ پيداواري لاڳت جو حصو به وڏيڪ هجڻ گهرجي.ان ڪري چاڪاڻ تہ ايڊم،براﺋون ۽ گرين منصوبي مان 30 سيڪڙو فائدو حاصل ڪندا.(50 ڊالرز مان 15 ڊالرز)ان ڪري هنن کي منصوبي جي سهڪار لاءِ 30 سيڪڙو ٽيڪس ڏيڻ گهرجي.ساڳي ريت جونز ۽ اسمٿ ڪل لاڳت جو صرف 6 ۽ 4 سيڪڙو ادا ڪن چاڪاڻ تہ اهو سندن فائدن جو حصو آهي.جڏهن پيداواري لاڳت فائدن جي حصول جي حساب سان تقسيم ڪئي ويندي تہ سيئي ووٽر ان منصوبي لاءِ ناڪاري ووٽ ڏيندا چاڪاڻ تہ حاصل ٿيندڙ فائدا اُنهن جي ادا ڪيل قيمت ڪان گهٽ هوندا.

متي ڏنل سادي مثال هڪ تمام اهم نقطي کي اُجاگر ڪري ٿي تہ جڏهن سيئي ووٽر فائدن جي حساب سان پنهنجو ڪردار ادا ڪندا تہ ان صورتحال ۾ جيڪڏهن سرڪاري منصوبو غيرپيداواري هوندو تہ ماڻهن کي نقصان ٿيندو ۽ جيڪڏهن منصوبو پيداواري هوندو تہ ماڻهن کي فائدو ٿيندو.ان ڪري جڏهن فائدن ۽ پيداواري لاڳت جو واسطو براہ راست ووٽرن سان هوندو تہ ماڻهن جي اڪثريت غير پيداواري منصوبن جي مخالفت ڪندي ۽ جيڪڏهن منصوبو پيداواري هوندو تہ ماڻهن جي اڪثريت اُنهن جي حمايت ڪندي.ڪيترا ئي اقتصادي ماهر ان ڳالهہ تي يقين رکن ٿا تہ جيڪڏهن سرڪاري خرچ ڪرڻ لاءِ عوامي اڪثريت ڪان اجازت ورتي وڃي تہ ٽيڪس ڏيندڙن جو پيسو پيداواري طريقي سان استعمال تي سگهندو.وڏيڪ

ان ڪري جڏهن فائدن ۽ پيداواري لاڳت جو واسطو براہ راست ووٽرن سان هوندو تہ ماڻهن جي اڪثريت غير پيداواري منصوبن جي مخالفت ڪندي ۽ جيڪڏهن منصوبو پيداواري هوندو تہ ماڻهن جي اڪثريت اُنهن جي حمايت ڪندي.ڪيترا ئي اقتصادي ماهر ان ڳالهہ تي يقين رکن ٿا تہ جيڪڏهن سرڪاري خرچ ڪرڻ لاءِ عوامي اڪثريت ڪان اجازت ورتي وڃي تہ ٽيڪس ڏيندڙن جو پيسو پيداواري طريقي سان استعمال تي سگهندو.

اڪثريت پاران منصوبي جي حمايت ان ڳالهه کي ظاهر ڪندي ته منصوبو پيداواري هوندو.بي صورت ۾ جيڪڏهن منصوبي کي اڪثريت جي حمايت حاصل نه هوندي ته مطلب منصوبو غير معياري هوندو.ووٽن ۾ اڪثريت جي پيٽ ۾ وڌيڪ اڪثريت سرڪار پاران شروع ڪيل غير منافعي بخش منصوبن کي پڻ ختم ڪرائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندي ۽ ان ڳالهه جي پڪ ڏيارينديء ته سرڪار جا پيا منصوبا عام ماڻهن جي معاشي ڀلائي لاءِ بهتر ثابت ٿيندا.

حڪومت بابت سوچڻ کان اڳ ۾ ان ڳالهه کي سمجهڻ ضروري آهي ته سياسي جمهوريت ۽ مارڪيٽ ۾ ڪجهه بنيادي اختلاف هوندا آهن.جڏهن سرڪار ٽيڪس لڳائي ٿي ته هو اهو سڀ ڪجهه زبردستي لڳائي ٿي.پوئتي پيل اقليتن کي ان ڳالهه کان هٽي ڪري ته اهو ٽيڪس ڪين ڪو فائدو ڏيندو يا نه،اُنهن کي اهو ٽيڪس ادا ڪرڻو پوندو.سرڪار پاران ٽيڪس لڳائڻ جي اختيار جو مطلب اهو آهي ته هو بنا ڪنهن اجازت جي فردن کان ملڪيت (مثال طور آمدن) کسي سگهي ٿي.

نجي شعبي ۾ زبردستي جهڙي ڪا به طاقت موجود نه آهي.نجي ڪمپنيون مهانگا اگهه مقرر ڪري سگهن ٿيون پر هو ڪنهن کي به اُنهن اگهن تي شين جي خريد لاءِ دٻاءُ نه ٿيون وجهي سگهن.ايسيتائين اُهي ڪمپنيون واهپيدارن جو پيسو حاصل نه ٿيون ڪري سگهن جيسيتائين هو اُنهن لاءِ اُنهن جي ضرورت جي شيءِ نه ٺاهين.واهپيدارن لاءِ ضروري آهي ته شيون ۽ خدمتون اُنهن لاءِ پيداواري لاڳت کان وڌيڪ اهم هجن.بي صورت ۾ هو اُهي شيون خريد نه ڪندا.پر جيڪڏهن حڪومتي بيورو يا انٽرپرائيز کان ٽيڪسن ذريعي رعايت مليل هوندي ته ان صورتحال ۾ اها پڪ نه ٿي ڏئي سگهجي ته ماڻهو جيڪي شيون يا خدمتون استعمال ڪري رهيا آهن،اُهي اُنهن لاءِ پنهنجي پيداواري لاڳت کان وڌيڪ اهم آهن.

هڪ ٻيو اهم بنيادي فرق اهو به آهي ته لامحدوديت وارو سياسي جهموري نظام هڪ اُهو نظام آهي جتي اڪثريت راڄ ڪري ٿي جڏهن ته مارڪيٽ جو نظام برابري جي بنياد تي نمائندگي وارو نظام آهي.جڏهن سياسي طور تي فيصلاڪيا وڃن ٿا ته اقليت کي مجبورن اڪثريت جي فائدن لاءِ قيمت ادا ڪرڻي پوي ٿي پوءِ ڀلي اهو بيس بال اسٽيڊيم هجي،ڪرڪيٽ جوميدان هجي،فوجي ڇانوٽيون هجن يا ٻيو ڪجهه.ٻئي پاسي مارڪيٽ مختلف گروهن کي هر اُن شيءَ لاءِ ووٽ جو حق ڏئي ٿي جيڪا هو چاهين ٿا.

مثال طور اسڪولن جي فراهمي حڪومت بدران مارڪيٽ ذريعي ٿئي ٿي،ڪجهه ماڻهو اُنهن اسڪولن جي چونڊ ڪن ٿا جتي مذهبي قدرن جي سکيا ڏني وڃي ٿي جڏهن ته ٻيا سيڪيولرزم واري اسڪولن ۾ وڃن ٿا،ڪي وري بنيادي سکيائن ،ثقافتي تبديلين يا ووڪيشنل تيارين وارا اسڪول چونڊيندا.مارڪيٽ سبب هر متبادل اهميت کي طمئن ڪري سگهجي ٿو.ڪنهن کي به اڪثريت جي فيصلي کي مڃڻ جي ضرورت نه پوندي .جيسيتائين انفرادي طور (يا گروهن ۾)ڪو شخص ڪنهن شيءَ جي قيمت ادا نه ٿو ڪرڻ چاهي ته مارڪيٽ اُن جي اهميت کي عزت ڏيندي ۽ ڪيترين ئي اقليتون مختلف انگن ۾ پنهنجي خريداري جي حوالي سان پنهنجي نمائندگي ڪري سگهنديون.ان کان علاوه اڪثريت پاران فيصلا مڙهڻ وارا مسئلا پڻ پيدا نه ٿيندا.

## سرڪار جي قيمت صرف ٽيڪس نه آهن

سياستدان عام طور تي ائين ڳالهائين ٿا جيئن سرڪار جي قيمت صرف ٽيڪس هجن.جيتوڻيڪ ٽيڪسن جي ادائيگي سرڪار جي ڪنهن عمل يا پاليسي جي قيمت جو حصو آهن پر اُهي مڪمل قيمت نه آهن. ڪنهن به شيءَ جي قيمت جو مطلب اهو آهي ته اسان اُن جي پيداوار ختم ڪري ڇڏي آهي ۽

سرڪار اُن جي جوابده نہ آهي.سرڪار پاران خدمتن ۽ شين جي بدلي ٽيڪس لڳائي قيمت اوڳاڙڻ جا ٽي طريقا آهن.

پهريون،تہ نجي شعبي جي اُپت جو نقصان آهي جيڪا اُنهن وسيلن ذريعي شيون ۽ خدمتون فراهم ڪري سگهي ها جيڪي سرڪار جي استعمال ۾ آهن.اُهي وسيلا جيڪي پوليس تحفظ،هاءِ ويز،ميزائيل،تعليم،صحت يا ٻين سرڪاري منصوبن ۾ استعمال ٿين ٿا.اُنهن جو متبادل استعمال پڻ ممڪن هو.جيڪڏهن اُهي سرڪاري شعبي پاران استعمال نہ ڪيا وڃن ها تہ اُنهن جو استعمال نجي شعبو ڪري ها.جيتوڻيڪ سرڪار پاران فراهم ٿيندڙ خدمتن جي قيمت ڪڏهن تہ ٽيڪسن ذريعي اوڳاڙي وڃي ٿي ۽ ڪڏهن وري اُنهن جي قيمت قرض ڪڻي يا نوٽ ڇاپي ادا ڪئي وڃي ٿي،اهو سلسلو اُن وقت ئي ختم ٿي سگهي ٿو جڏهن سرڪار پنهنجي خريداري جو دائرو ننڍو ڪري.

جيڪڏهن اُهي سرڪاري شعبي پاران استعمال نہ ڪيا وڃن ها تہ اُنهن جو استعمال نجي شعبو ڪري ها.جيتوڻيڪ سرڪار پاران فراهم ٿيندڙ خدمتن جي قيمت ڪڏهن تہ ٽيڪسن ذريعي اوڳاڙي وڃي ٿي ۽ ڪڏهن وري اُنهن جي قيمت قرض ڪڻي يا نوٽ ڇاپي ادا ڪئي وڃي ٿي،

ٻيو،قيمت جو اُهو قسم جيڪو ٽيڪسن جي اوڳاڙي ۾ وسيلا خرچ ڪرڻ جي صورت ۾ هوندي آهي.ٽيڪس جي قاعدن ۽ قانونن تي عملدرآمد لازمي آهي.ٽيڪس ريٽرنز ۽ ٽيڪس سان لاڳاپيل هر دستاويز ضروري طور ثاهيو ۽ نظر هيٺ رکيو وڃي.اُهي وسيلا جيڪي ٽيڪس نظام تي نظرداري ۽ ٽيڪس جي قانونن،قاعدن ۽ ضابطن تي عملدرآمد ڪرائڻ لاءِ خرچ ٿيندا ،اُهي نجي يا حڪومتي شعبي جي ڪنهن ٻي پيداواري عمل جو حصو نہ ٿي سگهندا.آمريڪي تحقيق جنهن ۾ فردن ۽ ڪاروبارن کي چونڊيو ويو ،اُها ٻڌائي ٿي تہ تقريبن سال ۾ 5.5 ارب ڪلاڪ(تقريبن 27 لک ماڻهن جي ڪم جو

وقت)صرف ٽيڪس جي ڪاغذن تي ڪم ڪرڻ ۾ استعمال ٿين ٿا.آمريڪا ۾ انهن ڪمن جو وفاقي سطح تي جڏهن ڪاٿو لڳايو ويو ته سال 2000 495 ارب ڊالرز ان تي خرچ ٿيا جيڪا في ڪس مزدور جي حساب سان 4800 ڊالرز تي وڃي ٿي.

جڏهن 348 ارب ڊالرز قاعدن خلاف ڳٽ جوڙ لاءِ خرچ ٿين ٿا(تفصيل لاءِ ڏسو عنصر 3،حصو ٻيو)تڏهن سال 2000 ۾ اُنهن جو انگ 843 ارب ڊالرز تي وڃي ٿو يا في ڪس جي حساب سان 8200 ارب ڊالرز.انهن انگن اکرن کي سامهون رکندي جيڪڏهن ٽيڪس اوڳاڙين جو حساب لڳايون ته اُهي تقريبن 19600 ڊالرز في ڪس جي حساب سان ٿين ٿا.ان جو مطلب ته سرڪار پاران في ڪس جي حساب سان 27 هزار 8 سو ڊالرز گڏ ڪيا وڃن ٿا جن مان 70 سيڪڙو ٽيڪسز جي مد ۾ ۽ 30 سيڪڙو ڳٽ جوڙ ۽ عملدرآمد جي مد ۾.

ٽين قيمت اگهن ۾ پيچيدگين جي آهي جيڪا ٽيڪسز ۽ قرضن جو نتيجو آهي.ٽيڪسز سان فائدا گهٽجي وڃن ٿا،ٽيڪسن ذريعي خريدار ۽ شيون ڏاهيندڙ پاران ادا ڪيل ۽ ورتل قيمتن هڪ مفاصلو پيدا ٿئي ٿو(ٽيڪسن ذريعي خريدار وڌيڪ قيمت ادا ڪن ٿا پر وڪرو ڪندڙ خريدار جي ادا ڪيل قيمت کان گهٽ وصول ڪن ٿا).ان حساب سان وڌيڪ فائدو پهچائيندڙ ڏيتيون ليتيون غيرمنافعي بخش ٿي وينديون ۽ اڳتي هلي خت ٿي وينديون.

انهن اثرائتي فائدن جي ختم ٿيڻ جي قيمت معيشيت کي ادا ڪرڻي پوي ٿي.بي پاسي ٽيڪس فردن کي پيداواري سرگرمين بدران وڌيڪ عيش وعشرت ڏانهن موڙيندا جنهن سان پيداوار ۾ گهٽتائي ٿيندي.بي پاسي ماڻهو گهٽ ٽيڪس واري سرگرمين ڏانهن راغب ٿيندا.جنهن جي قيمت پڻ معيشيت کي ادا ڪرڻي پوندي.ان ڪري حڪومتي منصوبن جي فائدن بابت سوچڻ کان اڳ ۾ قيمتن تي ڌيان رکڻ ضروري آهي.

## پاڪستان ۾ ٽيڪس جي قيمت فائدن کان وڌيڪ آهي

پاڪستان جي صورتحال ۾ اسان وٽ ڪيترا ئي دلچسپ مثال موجود آهن.پاڪستاني سرڪار 1997 ع تائين دولت جي حساب سان ٽيڪس اوڳاڙي ڪئي ويندي هئي جيڪا ڪُل ٽيڪس اوڳاڙين جو 0.5 سيڪڙو مس هئي.جڏهن تہ وڪيلن گڏ جوڙ ڪورٽن ۾ دولت جي جانچ پڙتال ڪرڻ تي ٿيندڙ خرچ ڪُل ٽيڪس اوڳاڙين کان بہ وڌيڪ اچڻ لڳو جنهن ڪري سرڪار ڪي اهو ٽيڪس ختم ڪرڻو پيو.بي پاسي ڪپهہ تي سيلز ٽيڪس جي غير مناسب اوڳاڙي هئي،اهو ٽيڪس ٽيڪسٽائيل ملز کان ڪپهہ جي وڪري وقر اوڳاڙيو ويندو هو.جيڪو بعد ۾ ٽيڪسٽائيل ملز پاران ڪپڙي جي درآمد ٿيڻ جي صورت ۾ واپس ڪيو ويندو هو جنهن مان تقريبن 92 سيڪڙو واپس ڪيو ويندو آهي.اتي اهو پڻ ڏٺو ويو تہ ڪجهہ ملز جون رهتون ايڪسپورٽ کان بہ وڌيڪ اچڻ لڳيون .اهو ٽيڪس وفاقي سرڪار پاران پيداوار ۾ تحقيق ۽ ترقي ،ڪپهہ جا مختلف قسم اُپائڻ لاءِ گڏ ڪيو ويندو هو.اهو پڻ محسوس ڪيو ويو تہ ان ٽيڪس جو 90 سيڪڙو انتظامي خرچن جي نظر ٿيندو رهيو.

## جيسيتائين ڪا آئيني قانونسازي نہ هوندي تيسيتائين ذاتي سوچ رکندڙ گروهہ ٽيڪس ڏيندڙن ۽ واهپيدارن کي سياسي جهموري عمل ذريعي پريشان ڪندا رهندا.

جڏهن حڪومتي پاليسيون پنهنجي صحيح ڪمن جي حوالي سان محدود هونديون تڏهن سرڪار معاشي بهتري ۾ وڏ ۾ وڏ حصو وٺي سگهي ٿي.جيتوڻيڪ ان لاءِ نہ صرف اڪثريت کان بہ وڌيڪ حڪمراني پر قانونسازي جي مقبول چوندڙ بہ ضروري آهي.

بدقسمتي سان جهموري طور چونڊيل نمائندا به ذاتي سوچ رکندڙ گروهن جون ساڳيون پاليسيون اپنائي ماڻهن جي قيمت تي فائدا حاصل ڪري سگهن ٿا.ٿوري دير لاءِ ڪنهن اهڙي پاليسي تي غور ڪيون ٿا جيڪا هڪ بهتر نموني تنظيمي گروهه کي ٽيڪس ڏيندڙن ۽ واهپيدارن جي پيٽ ۾ ڪيترا ئي فائدا پهچائي سگهي ٿي(مثال طور واپارين جو ڪو گروهه جيڪو واپارين جي ،ليبر يونين جي يا ڪنهن ڪمپني جي نمائندگي ڪري رهيو هجي.)جڏهن ته انهن گروهن جي تعداد ٽيڪس ڏيندڙن جي پيٽ تمام گهٽ هوندي آهي.ٻي پاسي ٽيڪس ڏيندڙ ۽ واهپيدار نقصان کي منهن ڏئي رهيا هوندا آهن.ان سان هڪ ته تمام گهٽ قيمت ڪين ادا ڪرڻي پوي ٿي ۽ ٻيو ته ان قيمت جا وسيلا ظاهر ڪرڻ به مشڪل هوندو آهي.

جڏهن ته انهن گروهن جي تعداد ٽيڪس ڏيندڙن جي پيٽ تمام گهٽ هوندي آهي.ٻي پاسي ٽيڪس ڏيندڙ ۽ واهپيدار نقصان کي منهن ڏئي رهيا هوندا آهن.ان سان هڪ ته تمام گهٽ قيمت ڪين ادا ڪرڻي پوي ٿي ۽ ٻيو ته ان قيمت جا وسيلا ظاهر ڪرڻ به مشڪل هوندو آهي.

ان قسم جي معاملن ۾ سياستدانن لاءِ ذاتي فائدي واري سوچ رکندڙ گروهن جي مدد ڪرڻ آسان ٿي ويندو آهي.جيڪڏهن انهن گروهن جي نمائندن کي ڪٿي ڪو وڏيڪ ذاتي فائدو نظر ايندو ته هو ٻين ماڻهن سان ڳٽ جوڙ ڪري قانونسازي کي اهواحساس ڏياريندا ته هو اُن معاملي جي حل بابت تمام گهٽي ڄاڻ رکن ٿا.ڪيترا ئي مفاد پرست ڪنهن سياستدان کي ووٽ ڏيڻ کان اڳ اهو سوچيندا ته ڪهڙو سياستدان ڪهڙي مسئلي تي ڪين مفاد پورا ڪرائي سگهندو.ڇاڪاڻ ته مفاد پرست ٽولي جو مسئلو ٻين ووٽ ڏيندڙن تي ذاتي طور گهٽ اثر وجهي ٿو ۽ عام طور تي ڪيترا ئي ووٽر ان بابت سوچيندا به نه.

جيڪڏهن توهان کي ووٽ گهرندڙ سياستدان هجو ها ته توهان ڇا ڪيو ها؟اهو واضع آهي ته توهان هڪ مخصوص مفاد پرست ٽولي ۾ اڻ ڇاهيندڙ اڪثريت جي مدد سبب بهتر چونڊ مهم نه هلائي سگهو.پر اهڙن ٽولن جي ڪم

اچڻ سان توهان کي ڳالهائيندڙ حمايتي،چونڊ مهم لاءِ مزدور ۽ مهم ۾ تمام گهٽيون خاص حصيداريون ملي وينديون.ميڊيا جي سياست جي دور ۾ سياستدان اهڙن ٽولن جي مدد ڪرڻ سبب سخت دٻاءُ هيٺ رهن ٿا ۽ انهن منصوبن تي خرچ ڪن ٿا جيڪي ٽي وي تي فائديمند ڀڏايا وڃن ٿا.سياستدانن کي نه چاهيندي به سرڪاري ناڻي مان پنهنجي حمايت خاطر اهڙن ٽولن جي مدد ڪين نقصان پهچائي ٿي.اڄ ڪلهه جي دور ۾ اهڙن ٽولن جي سياسي سهڪار ڪنهن ٽين قوت جو عڪس ڏئي ٿي ۽ ان جي نتيجي ۾ غير اثرائتيون پاليسيون جڙن ٿيون.

ڳالهه بالڪل صاف آهي ته اڪثريت پاران چونڊيل سرڪار اهڙن ٽولن کي بهتر نموني هلائي نه ٿي سگهي.جڏهن ته غير پابند سياسي عمل مفاد پرست ٽولن لاءِ اهڙن ڪيترن ئي منصوبن کي واضع ڪري ٿو جن سان معاشي ترقي گهٽجي وڃي ٿي.مثال طور ان جو اندازو تقريبن ڪنڊ،ڪٽڪ ۽ ڪمند جي 60 هزار آبادگارن مان لڳائي سگهجي ٿو.سرڪار کنڊ جي برآمد تي تمام مهانگيون ڊيوٽيون لڳائي ٿي ته جيئن مقامي کنڊ ناهيندڙ عالمي مارڪيٽ کان به مهانگي اگهن ۾ کنڊ کي وڪرو ڪن.مثال طور فيبروري 2004 ۾ کنڊ جومقامي اگهه في پائونڊ جي حساب سان 20 سينٽ هو جڏهن ته عالمي اگهه 6 سينٽ هو.ان جي نتيجي ۾ ڪمند اُپائيندڙن تقريبن هڪ ڏهائي 9 ارب ڊالرز جو فائدو حاصل ڪيو جيڪو في آبادگار جي حساب سان 30 هزار ڊالرز کان به وڌيڪ ٿئي ٿو.گهٽو ڪري اهڙن منصوبن جو فائدو وڌيڪ پيداوار وارن کي ٿيندو آهي جن جي آمدن سرسري قومي آمدن کان وڌيڪ هوندي آهي.بي پاسي في آمريڪي

مثال طور فيبروري 2004 ۾ کنڊ جومقامي اگهه في پائونڊ جي حساب سان 20 سينٽ هو جڏهن ته عالمي اگهه 6 سينٽ هو.ان جي نتيجي ۾ ڪمند اُپائيندڙن تقريبن هڪ ڏهائي 9 ارب ڊالرز جو فائدو حاصل ڪيو جيڪو في آبادگار جي حساب سان 30 هزار ڊالرز کان به وڌيڪ ٿئي ٿو.گهٽو ڪري اهڙن منصوبن جو فائدو وڌيڪ پيداوار وارن کي ٿيندو آهي جن جي آمدن سرسري قومي آمدن کان وڌيڪ هوندي آهي.

شهري جي حساب سان هر سال وڌيڪ اگهن جي صورت ۾ 20 ڊالرز رعايت طور ادا ڪيا ويندا آهن ۽ ان ڪان به وڌيڪ آمريڪي پنهنجا وسيلا بهتر پيداوار واري منصوبن تي خرچ ڪرڻ بدران ضايع ٿي وڃن ٿا.جنهن جي نتيجي آمريڪي اجان وڌيڪ بدتر ٿي ويندا.

ان جي باوجود به آمريڪي پارليمان هن پروگرام جي حمايت جاري رکي ٿو ۽ اهو ڏسڻ تمام آسان آهي ته ڇو.جيڪڏهن ڪنڊ جي حوالي سان اهو منصوبو ڪمند جي آبادگارن ۽ ڪنڊ جي واپارين جي ذاتي دولت وڌائي ٿو ته هو پنهنجي دولت سياسي واسطيداري ۽ سياستدانن لاءِ فائدن تي خرچ ڪري ڇڏيندا.2000 جي چونڊ ۾ ڪنڊ مافيا پنهنجي اُميدوار کي ڪامياب ڪرائڻ لاءِ تقريبن 13 ڪروڙ ڊالرز خرچ ڪيا ،پي پاسي هڪ سرسي ووٽ ڏيندڙ کي ان ڳالهه جو خيال به نه هجي ٿو ته ان بابت جاچ ڪئي وڃي.يا ان مسئلي کي ڪا اهميت ڏني وڃي.ان صورت ۾ ووٽ ڏيندڙ اهڙن منصوبن تي ٿيندڙ خرچ کان واقف هوندا آهن.نتيجي ۾ سياستدان ڪنڊ ڏاهيندڙن جي مدد ڪري يا اُنهن کي رعايتون ڏئي وسيلن کي زيان ڪري پنهنجا فائدا حاصل ڪندا رهندا.ان جي مثال پاڪستان ۽ ٻين ترقي پذير ملڪن ۾ با آساني ملي ٿي.

ٽيڪس ڏيندڙن ۽ واهپيدارن کي ڌوڪو ڏيڻ مان مراد صرف ڪجهه ڄاتل سُڃاتل ماڻهن کي فائدا پهچايا وڃن ۽ اڄڪلهه جديد سياست ۾ اهو هڪ وڏو ڏنڊو بڻجي ويو آهي.آمريڪي ٽيڪس ڏيندڙ ۽ واهپيدار کاڌوخوراڪ جي جنسن،ڪپهه،تمباڪو،اُن،ڪاڇن يا ڪير وارن منصوبن تي هر سال 20 ارب ڊالرز خرچ ڪن ٿا. مفاد پرستن جي سياسي طاقت واپار ۾ لوهه،جوتن،ڪپڙي ۽ ٻين ڪيترين ئي شين تي ٽيرف ۽ ڪوٽا جي صورت ۾ نظر اچي ٿي. قانون سبب الاسڪا مان نڪرندڙ تيل ڪنهن سستي ٽرانسپورٽ ڪمپني بدران آمريڪي ميري ٽائيم صنعت ذريعي وڌيڪ اگهن تي رسائڻ معاشي ضرورتن بجاءِ سياسي ملي ڀڳت کي ظاهر ڪري ٿو.وفاق پاران شروع ڪيل آبپاشي جا منصوبا،سستي اگهن تي زراعت ڪرڻ جا حق،سستا واپاري قرض ۽ ايئرپورٽ تي ملندڙ

رعايتن جهڙيون پاليسيون آمريڪي شهرين بدران مفادپرست ٽولن جي فائدن کي ظاهر ڪن ٿيون.جيتوڻيڪ اهي سيئي منصوبا انفرادي طور تہ مام گهٽ نقصان پهچائيندا آهن پرگڏيل طور تي اهي بجيٽ جي تباهي،وسيلن جو زيان ۽ رهڻي ڪهڻي ۾ بدتري ذريعي معيشيت کي تباهہ ڪن ٿا.

آمريڪي آئين ساز جمهوري سياست جي ان پهلو کان واقف هئا.ان ڪري آمريڪي آئين ذريعي اهڙين قدمن کي محدود ڪري عوامي پلائي ۽ عام بچاءُ لاءِ هڪجهڙي ٽيڪس منصوبن جي شروعات لاءِ ڪوشش ڪئي وئي.آئين ۾ اها شق ان ڪري شامل ڪئي وئي تہ جيئن ٽيڪس مان گڏ ٿيندڙ رقم آبادي جي ننڍين طبقن کي فائدو پهچائي سگهجي.مختلف ڪورٽ فيصلن ۽ آئيني قدمن ان شق جو مطلب ئي تبديل ڪري ڇڏيو آهي ان ڪري اڄڪلهہ ان جو مطلب اهو ڪڍيو وڃي ٿو تہ آئين مفاد پرست ٽولن طرفان ڪو بہ سياسي دٻاءُ برداشت ڪرڻ جي سگهہ نہ ٿو رکي.

هتي اهڙا ڪيترا ئي مفاد پرست ٽولا آهن جيڪي وقت سر وقت پين بدران پاڻ فائدا حاصل ڪن ٿا.حقيقت ۾ اڄ ڪلهہ هر ماڻهو ڪنهن نہ ڪنهن ٽولي جو حصو ٿي معيشيت جي ڪيڪ مان وڏ ۾ وڏ حصو رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.افسوس جي ڳالهہ اها آهي تہ سيني لاءِ وڏو حصو ڪٽڻ ناممڪن آهي.ان کان علاوه اُهي ٽولا جيڪي پارليامينٽ ذريعي پنهنجي مرضي سان قانونسازي ڪرائين ٿا اُهي ملڪ جي مڪمل معاشي واڌ کي گهٽائي ڇڏين ٿا ان ڪري جيڪڏهن ڪو ٽولو سياسي طور تي ڪيڪ جو وڏيڪ حصو ڪائڻ جي ڪوشش ڪندو تہ ان کي ڪڏهن بہ ڪيڪ جو وڏيڪ حصو نہ ملي سگهندو.وسيلن کي پيداوار کان هٽائي ڪنهن خاص سياسي سرگرمي ۾ لڳائڻ سان ڪيڪ جو مڪمل حصوپڻ گهٽجي ويندو آهي ان ڪري مفاد پرست ٽولن جي سياست سبب مفادپرست گروهن جو حصو پڻ گهٽجي ويندو آهي.عنصر نمبر 7 ۾ ان معاملي کي وڏيڪ بيان ڪيو ويو آهي.

## جيسيتائين آئيني پابنديون نہ هونديون ،قانونساز وڏيڪ خرچ ۽ بجيٽ خسارا ڪندا رهندا.

*قرض ذريعي خرچن جي پورائي سياستدانن لاءِ عام ڳالهہ بڻيل آهي.قرضا بنا ڪنهن ترت سياسي قيمت جي سياسي خرچن کي آسان بڻائين ٿا.*

------جيمز بڪانن

جڏهن حڪومتي خرچ آمدن کان وڌي وڃي ٿو تڏهن مالي خسارا پيدا ٿين ٿا.سرڪار اُنهن خسارن جي پورائي لاءِ منافعي بخش بانڊ ڪپائي ٿي.اهي بانڊ قومي قرضن تي ٻڌل هوندا آهن بجيٽ خسارو قومي قرضن کي وڌائي ٿو جڏهن تہ بجيٽ واڌارو وفاقي سرڪار کي بانڊ رکندڙن جي ادائيگين ۾ مدد ڪري ٿو جنهن سان قومي قرضن ۾ پڻ گهٽتائي اچي ٿي.بنيادي طور تي قومي قرض ماضي ۾ ٿيندڙ خسارن ۽ واڌارن تي ٻڌل هوندو آهي.1960 کان اڳ جنگ جي دور کان علاوه هر سياسي جماعت اهو چاهيندي هئي تہ سرڪار پنهنجو بجيٽ خسارو گهٽ ڪري.ان حوالي سان آئين جي طرز تي هڪ تمام وڏو معاهدو ٿيو جنهن ۾ بجيٽ کي برابر رکڻ تي زور پريو ويو.ان قسم جي سياسي پسمنظر ۾ امن جي وقت وفاقي بجيٽ تقريبن برابري جي ويجهو پهچي چڪو هو جڏهن تہ جنگ جي دور ۾ خسارو ۽ واڌارو معيشيت جي تمام ننڍي حصي برابر هئا.

1960 کان اڳ جنگ جي دور کان علاوه هر سياسي جماعت اهو چاهيندي هئي تہ سرڪار پنهنجو بجيٽ خسارو گهٽ ڪري.ان حوالي سان آئين جي طرز تي هڪ تمام وڏو معاهدو ٿيو جنهن ۾ بجيٽ کي برابر رکڻ تي زور پريو ويو.ان قسم جي سياسي پسمنظر ۾ امن جي وقت وفاقي بجيٽ تقريبن برابري جي ويجهو پهچي چڪو هو جڏهن تہ جنگ جي دور ۾ خسارو ۽ واڌارو معيشيت جي تمام ننڍي حصي برابر هئا.

ڪينيزين انقلاب ان کي بالڪل تبديل ڪري ڇڏيو. ڪينيزين (انگلينڊ جي اقتصادي ماهر جان مينارڊ ڪينز جا پوئلڳ )جو مڃڻ هو تہ جيڪڏهن سرڪار وڏيڪ خرچ ڪري ٿي ۽ مالي خسارو پيدا ٿئي ٿو تہ ان سان وڏيڪ مستحڪم معيشيت وجود ۾ ايندي.اُنهن جو اهو چوڻ هو تہ ٻاڙائي جي دور ۾ سرڪار کي مالي خسارا هلائڻ گهرجن جڏهن تہ مهانگائي جي دور ۾ سرڪار پلي مالي خسارا گهٽائي ڇڏي. ڪينيزين انقلاب سياستدانن کي مالياتي نظم و ضبط کان پري ڪري ڇڏيو. بجيٽ کي برابر رکڻ لاءِ پابندي ختم ٿيڻ بعد سياستدان مسلسل گهٽ ٽيڪس جي پيٽ ۾ وڏيڪ خرچ ڪرڻ لڳا.1960 کانپوءِ بجيٽ واڌاري جا صرف ٻہ دور گذريا آهن.هڪ 1969 ۽ ٻيو 1999-2000 وارو دور.

ٽيڪسن جي پيٽ ۾ سياسي خرچ حيرت انگيز نہ آهن.قانونساز پنهنجي ووٽ ڏيندڙن کي خوش رکڻ لاءِ منصوبن تي پيسا خرچ ڪندا آهن.هلندڙ ٽيڪسز جو متبادل قرض آهي جيڪو سرڪار جي ظاهري قيمت کي مستقبل ڏانهن ڌڪي ٿو.بجيٽ خسارا (قرضن جي مد ۾) سياستدانن لاءِ ماڻهن کي ٽيڪسز جي پيٽ ۾ بنا ڪنهن برابر قيمت جي شين جي فراهمي ۾ آسانيون پيدا ڪن ٿا.خسارا هميشہ بي يقيني ۽ جمهوري سياست جي پيداوار هوندا آهن.جيڪڏهن سياستدان قانوني طور انهن خسارن جا ذميوار نہ ٿيندا تہ هو انهن منصوبن جي قيمت پنهنجي ووٽ ڏيندڙن مان ڪيندا رهندا.

غير محدود سياسي عمل اهڙن مفاد پرست ٽولن جي هٿن ۾ هوندو آهي جيڪي ٻين ڪيترن ئي ماڻهن جي قيمتن ۾ تمام گهڻا فائدا وٺي امير ٿي وڃن ٿا. هر نمائندي کي پنهنجي ووٽ ڏيندڙن لاءِ فائديمند خرچا حاصل ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي محنت ڪرڻي پوي ٿي.جڏهن تہ اُنهن خرچن تي نظر ثاني لاءِ گهٽ پيسو خرچ ٿئي ٿو. وڏيڪ اهم اهو آهي تہ خرچن تي نظر رکندڙ ماڻهو خسارو گهٽائڻ لاءِ جيڪا ڪوشش ڪري رهيو هوندو اها ڪوشش ان ڪري بہ ڪامياب نہ ٿيندي

چاڪاڻ جو اُن مان عوام کي وڏيڪ فائدا ملندا ۽ عوام لاءِ قانون ٺاهيندڙ اُن مان گهٽ فائدو حاصل ڪري سگهندا.

آمريڪي پارليامينٽ ۾ 435 نمائندا ۽ 100 سينيٽر هوندا آهن.جيڪڏهن اهي سڀ ماني کائڻ لاءِ وڃن ٿا تہ سيني کي اُن بل جو 535 هون حصو ڏيڻو پوندو.ڪو بہ شخص ڪاڏي جي گهٽ مقدارآرڊر نہ ڪندو چاڪاڻ تہ هڪ شخص جي وڏيڪ ماني کائڻ سان هوٽل جي بل ايڏو اثر نہ پوندو.اُتي چو نہ سُنا طعام آرڊر ڪيا وڃن؟آخرڪار واڌو خرچ مڪمل بل ۾ سيني جي حصي تي صرف ڪجهہ پيسن جو فرق وجهندو.ڪيڏي نہ زبردست ڳالهہ آهي جو ٻيا 534 ماڻهو هڪ ماڻهو جو واڌو خرچ برابري جي بنياد تي برداشت ڪندا.جنهن جي نتيجي ۾ هر شخص اُن شيءِ جي قيمت ادا ڪندو جيڪا ان لاءِ اهميت ئي نہ رکندي هجي.

چا ٽيڪس جي شرح وڌائڻ سان وڌندڙ خرچن تي ضابطو اچي سگهندو؟ائين ٿيندو،اهو مجڻ لاءِ هڪ سبب آهي .وڌندڙ حڪومتي آمدن خرچا گهٽائڻ بدران خرچا وڌائڻ جو سبب بڻبي.ان ڪان علاوه وڏيڪ ٽيڪسز لاءِ خرچا گهٽائڻ وارو واعدو ٽٽي ويندو.1982 ع ۾ آمريڪي صدر ريگن پارليامينٽيرينز جا خرچا گهٽائڻ جي بدلي ۾ ٽيڪس جي شرح وڌائي .ٽيڪس اوڳاڙيون تہ وڌي ويون پر خرچا گهٽائڻ واري ڳالهہ تي عمل نہ ٿي سگهيو.آمريڪي صدر جارج بش پڻ 1990 ع جي مشهور بجيٽ معاهدن باوجود ان ڪم ۾ ناڪام ويو.هڪ ڀيرو ٻيهر ٽيڪس وڌايا ويا ۽ خرچا بہ توقع ڪان وڏيڪ ٿيا جنهن جي نتيجي ۾ بجيٽ خسارو وڌي ويو.ان ڪان علاوه 2000-1999 ۾ معيشيت وفاقي آمدن کي تيزي سان وڌايو جنهن جي نتيجي ۾ پارليامينٽ جا خرچ ٻنهي سالن جي آخر تائين چوٽ چڙهيل رهيا.

خرچن ۾ اڃوڪي واڌ ڏسي ڪو ائين به چئي سگهيو پئي ته ٽيڪس ۾ گهٽتائي ۽ وڏيڪ خسارو وڌندڙ سرڪاري خرچن کي گهٽائي سگهي ٿو.ان ڳالهه کي بيان ڪرڻ لاءِ ته ٽيڪس گهٽائڻ جو بجيٽ خساري تي ڪهڙو اثر پوندو.ان حوالي سان نوبل انعام يافته ملٽن فريڊ مين جو چوڻ آهي ته "خسارا اثرائتا ٿي سگهن ٿا.ان ڪان وڏيڪ آئون اهو چوندس ته قانونسازن ۽ اعليٰ اختيارين جي خرچن تي اثرائتيون پابنديون ئي ضابطو آڻي سگهن ٿيون"(وال اسٽريٽ جرنل،15 جنوري 2003).

جيڪڏهن اسان غير پيداواري خرچن ۽ بجيٽ خسارن جي حوالي سان ڪجهه ڪرڻ چاهيون ٿا ته اسان لاءِ سياسي سُڌارا آڻڻ لازمي هوندا.قانون ۾ ان ريت تبديلي ٿيڻ گهرجي ته جيئن سياستدانن لاءِ خرچ ڪرڻ ايترو مشڪل ٿي وڃي جيترو ٽيڪس لڳائڻ مشڪل هوندو آهي.ائين ڪرڻ لاءِ ڪيترا ئي طريقا ڪتب آڻي سگهجن ٿا.

آئين ۾ تبديلي ڪري وفاقي سرڪار کي بين رياستي سرڪارن جيان بجيٽ جي برابري جو پابند بڻايو وڃي يا آئيني ترميمن ذريعي منصوبن تي خرچ ٿيندڙ رقم ۽ سرڪار جي قرض ڪڻڻ واري طاقت بابت ٻنهي ايوانن جي ٻه ٽهائي يا ٽي چوٿائي اڪثريت جي حمايت لازم بڻائي وڃي.يا هلندڙ سال جي خرچن کي گذريل سال جي آمدن سان محدود بڻايو وڃي.قانون ۾ ان قسم جون تجويز ڪيل ترميمون قانونسازن کي ايسيتائين خرچن ۾ مشڪلاتون پيدا ڪنديون جيسيتائين هو وڏيڪ ٽيڪس نه لڳائيندا.اهڙيون آئيني تبديليون سرڪار جي بجيٽ پابندين کي

> آئين ۾ تبديلي ڪري وفاقي سرڪار کي بين رياستي سرڪارن جيان بجيٽ جي برابري جو پابند بڻايو وڃي يا آئيني ترميمن ذريعي منصوبن تي خرچ ٿيندڙ رقم ۽ سرڪار جي قرض ڪڻڻ واري طاقت بابت ٻنهي ايوانن جي ٻه ٽهائي يا ٽي چوٿائي اڪثريت جي حمايت لازم بڻائي وڃي.

وائڪو ڪنديون ۽ قانونسازن کي ڪنهن به منصوبي تي خرچ ڪرڻ کان اڳ بالڪل ڌيان سان سوچڻ تي آماده ڪنديون جنهن جي نتيجي ۾ سرڪار قيمتن ۾ بهتري آڻي سگهندي.

**سرڪار اُن وقت معاشي ترقي کي سست ڪري ڇڏي ٿي جڏهن هو ٻين ماڻهن جي قيمت تي صرف ڪجهه ماڻهن جي مدد ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي.**

*سياست جي ان طريقي(جيڪو عام طور تي سياسي مقصد ٻڌجي وڃي ٿو) ذريعي وسيلن کي عام ٽيڪس ڏيندڙن کان کسي صرف اُنهن ماڻهن جي حوالي ڪيو ويندو آهي جيڪي سياستدانن کي چونڊن،سياست ۾ ٻين ڪيترين جاين تي فائدو پهچائين ٿا.*

----جيمز آر شيلسنجر

ماڻهو ٻن طريقن سان دولت حاصل ڪري سگهن ٿا.هڪ پيداوار ۽ ٻيو قرلٽ.ماڻهو شين ۽ خدمتن جي پيداوار ۽ اُنهن جي ڏيتي ليتي ذريعي آمدن ڪري سگهن ٿا.آمدن جو اهو طريقو پاڳيدارن ۽ معاشري جي دولت ۾ واڌارو ڪري ٿو.ڪڏهن ڪڏهن قانون ماڻهن کي ٻين جي پيداوار مان قرلٽ ذريعي اڳتي وڌڻ جي اجازت پڻ ڏئي ٿو.اهو ان طريقي سان نه صرف واڌو آمدن جوڙڻ ۾ ناڪامي ٿئي ٿي پر ان سان ذريعن جي استعمال سبب معاشري جي دولت ۾ گهٽتائي اچي ٿي.سرڪار اُن وقت معاشي ترقي کي هٿي وٺرائي ٿي جڏهن هو قرلٽ بدران پيداواري سرگرمين کي همٿائي ٿي.

اهو ان طريقي سان نه صرف واڌو آمدن جوڙڻ ۾ ناڪامي ٿئي ٿي پر ان سان ذريعن جي استعمال سبب معاشري جي دولت ۾ گهٽتائي اچي ٿي.سرڪار اُن وقت معاشي ترقي کي هٿي وٺرائي ٿي جڏهن هو قرلٽ بدران پيداواري سرگرمين کي همٿائي ٿي.

اها سرڪار جيڪا ملڪيت جي حقن جي حفاظت ۽ معاهدن جي تڪميل کي يقيني بڻائي ٿي .اُها هن مقصد کي آساني سان ماڻي سگهي ٿي.جڏهن ڏرتي جو اثرائتو قانون ٻين جي ترقي کسڻ کي مشڪل بڻائي ٿو تڏهن صرف ڪجهه وسيلا ۽ ڦرلٽ جي ور چڙهن ٿا.ان کان علاوه اهڙي خوشحال ۾ وسيلا ڦرلٽ کان حفاظت جي ڪم اچن ٿا.

جديد دنيا ۾ حڪومت پاڻ ئي ڦرلٽ جو هڪ ذريعو بڻيل آهي .هتي وسيلن کي ڳٽ جوڙ،چوندمهم ۽ فائدا حاصل ڪرڻ جي ٻين ڪيترين ئي سرگرمين تي ضايع ڪيو وڃي ٿو.ان صورتحال ۾ سرڪار پاڻ ئي سياسي سرگرمين ذريعي فائدا حاصل ڪرڻ سبب قانون ۾ ڦرلٽ لاءِ آسانيون پيدا ڪندي آهي.جڏهن سياستدانن جو مقصد صرف فائدا حاصل ڪرڻ رهجي وڃي ٿو تڏهن ذريعا پيداوار ۾ استعمال ٿيڻ بدران سياستدانن جي ڳٽ جوڙ تي خرچ ٿين ٿا.(عنصر نمبر7 ڏسو).

اڄڪلهه جي ڪمزور پابندين جي دور ۾ اتر آمريڪا ۽ مغربي يورپ جي ملڪن ۾ان قسم جون سياسي سرگرميون جن ۾ٽيڪس اوڳاڙين جي پيسي کي صرف ووٽ خريد ڪرڻ ۽ سياسي ڳٽ جوڙ جي ڪم ۾ آڻڻ هڪ ڪاروبار بڻجي ويو آهي.ان حوالي سان اُهي سياستدان فائدو حاصل ڪن ٿا جيڪي ٽيڪس اوڳاڙين جي پيسي کي ان ريت خرچ ڪرڻ جا ماهر هوندا آهن ته جيئن عوام کي بہ خبر نہ پوي ۽ عوامي پيسو پنهنجي سياسي مقصد ۽ ڪجهه مفادپرست ٽولن ۾ ونڊي سگهجي.غيرپيداواري طور تي فائدو حاصل ڪرڻ جون سرگرميون غير پابند جمهوريت جو نتيجوآهن.جيسيتائين جمهوري حڪومتن تي آئيني پابنديون مضبوط نہ هونديون تيسيتائين سياستدان وسيلن جي زيان وارا منصوبا جوڙيندا رهندا ۽ ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي تي پڻ اثرانداز ٿيندا رهندا.

## حڪومتي آمدن جي منتقلي جي قيمت اصل فائدو ڪمائيندڙن کان به وڌيڪ هوندي آهي.

1960 ع ۾ جڏهن آمريڪا ۾ غربت خلاف جنگ جو اعلان ٿيو تڏهن وڏي پيماني تي اهو سمجهيو ويو ته جيڪڏهن وڌيڪ آمدن ڪمائيندڙ پنهنجي آمدن جو ڪجهه حصو غريبن ڏانهن منتقل ڪندا ته غربت بالڪل ختم ٿي ويندا.هو ائين ڪرڻ لڳا (گهٽ ۾ گهٽ اُنهن جا سياسي نمائندا) ۽ آمدن جي منتقلي وارو منصوبو تيزي سان پڪڙجڻ لڳو.1965-1975 جي عرصي دوران اهي منتقليون (مثال طور اُنهن خاندانن جي امداد جيڪي محتاج هئا,ڪاڌوخوراڪ جون شيون ۽ طبي سهولتون)تقريبن ٻين تي پهچي ويون.1975 کان وٺي آمدن جون منتقليون آمدن جي حساب سان وڌنديون رهيون.

آمدن جي منتقلي جا اهي اثر ماڻهن جي توقع کان مختلف هئا.جيئن شڪل نمبر 2 ڏيکاري ٿي ته غربت خلاف جنگ کان اڳ غربت جي شرح تيزي سان ڪري رهي هئي.اها شرح 1947 ۾ 32 سيڪڙو جي پيٽ ۾ 1965 ڌاري 13.9سيڪڙو تي پهچي وئي.غربت ۾ گهٽتائي جو اهو عمل وڌيڪ سالن تائين جاري رهيو ۽ 1968 ع ۾ غربت جي شرح 10سيڪڙو تي وئي.1960 واري ڏهاڪيءَ جنگ جي ڪجهه سالن کانپوءِ غربت خلاف جنگ جو اعلان ڪيو ويو.جنهن بعد غربت ۾ گهٽتائي جي شرح سست ٿي وئي.غربت جي شرح گهٽ ٿيڻ بدران وڌڻ لڳي ۽ 1970 تائين اها شرح 10 سيڪڙو جي لڳ ڀڳ رهي.2002 ۾ غربت جي شرح 9.6 سيڪڙو تي رهي جيڪا پڻ 1960 جي ڏهاڪي جي پيٽ ۾ ايتري مختلف نه هئي.

جنهن بعد غربت ۾ گهٽتائي جي شرح سست ٿي وئي.غربت جي شرح گهٽ ٿيڻ بدران وڌڻ لڳي ۽ 1970 تائين اها شرح 10 سيڪڙو جي لڳ ڀڳ رهي.2002 ۾ غربت جي شرح 9.6 سيڪڙو تي رهي جيڪا پڻ 1960 جي ڏهاڪي جي پيٽ ۾ ايتري مختلف نه هئي.

آمدن جي منتقلي ايتري اثرائتي ڇو نہ ھئي؟.اقتصادي تجزيي مان اھو ظاھر ٿئي ٿو تہ اُنھن جو اثرائتو قدم ھڪ عام صورتحال جو عڪس ڏئي ٿو جنھن ۾ غريبن جي زندگي ۾ ڏگھي عرصي تائين بھتري آڻڻ يا اُن گروھہ ڏانھن آمدن منتقل ڪرڻ مشڪل ھوندو آھي .ھڪ پيرو پيھر اھا صورتحال ٿاني اثرن کي ظاھر ڪري ٿي.

بنا ڪنھن چاڻ جي آمدن جي اثرائتي منتقلي جا ٽي مُک سبب آھن.

## ادائيگين جي منتقلي جي اقتصادي قيمت

پاڪستان جي نظر ۾ ڪڏھن ڪڏھن دلچسپ تجربا ملندا آھن اتي اھو ڄاڻڻ ضروري آھي تہ جڏھن اسٽاڪ مارڪيٽ ۽ ريئل اسٽيٽ مارڪيٽ جي اڳھن ملڪ ۾ ناڻي جي ورڇ جي طريقن کي تبديل ڪيو تڏھن ڪيترا ئي اسٽاڪ بروڪر ۽ ريئل اسٽيٽ جا سيڙپڪار ارب پتي بڻجي ويا.ان صورتحال سبب ھڪ سُٺي ڳالھہ اھا ٿي تہ ڪراچي جھڙن شھري علائقن ۾ خيرات ڏيڻ جو لاڙو وڌي ويو.واپارين سيڙپڪارن ۽ دولتمند طبقي غريب ۽ ضرورتمند ماڻھن کي مفت ۾ کاڌوخوراڪ ۽ خدمتون فراھم ڪرڻ شروع ڪيون.حيرت ان ڳالھہ جي آھي تہ اھڙي صورتحال غريبن جي انگ ۾ واڌارو ڪيو ھو.اُھي ماڻھو جيڪي اڳ ۾ محنت ڪري ٻن وقتن جي ماني ڪمائي رھيا ھئا،اُنھن پنھنجيون نوڪريون ڇڏي ڏنيون،چاڪاڻ تہ انھن معيشيت ۾ حصو

ان صورتحال سبب ھڪ سُٺي ڳالھہ اھا ٿي تہ ڪراچي جھڙن شھري علائقن ۾ خيرات ڏيڻ جو لاڙو وڌي ويو.واپارين سيڙپڪارن ۽ دولتمند طبقي غريب ۽ ضرورتمند ماڻھن کي مفت ۾ کاڌوخوراڪ ۽ خدمتون فراھم ڪرڻ شروع ڪيون.حيرت ان ڳالھہ جي آھي تہ اھڙي صورتحال غريبن جي انگ ۾ واڌارو ڪيو ھو.

وجهڻ بدران امير ماڻهن جي ملڪيت ۾ حصيدار ٿي ڪي بهتر سمجهيو.فطري طور تي ان عمل سبب تمام گهٽي بيروزگاري وڌي ۽ ليبر مارڪيٽ ڪوٽ سبب ڪو بہ شخص ان ڪوٽ جي پورائي ڪرڻ لاءِ اڳتي نہ آيو.

پهريون،سرڪار پاران آمدن جون منتقليون ٽيڪس ڏيندڙ ڊونر ۽ اُها خيرات وٺندڙ جي فائدن ڪي گهٽائيندي.ان ڪري معاشي ترقي گهٽجي ويندي.آمدن "آسمان مان لهندڙ من و سلويٰ "نہ آهي.

***Please Insert Figure 2: Poverty Rates In USA, 1947-2002 from Page No.98 of the Original Book***

قومي آمدن ڪو معاشي ڪيڪ نہ آهي جنهن کي سرڪار مختلف حصن ۾ ملڪ اندر رهندڙ ماڻهن ۾ ورهائي سگهي،.ان جي ابتڙ آمدن اها شيءِ آهي جيڪا ماڻهو پيدا ڪن ۽ ڪمائين ٿا.ماڻهو اهڙيون شيون ۽ خدمتون ٺاهي آمدن ڪمائين ٿا جن جي بدلي ۾ ٻيا ماڻهو اُن جو اگهہ ادا ڪن ٿا.اسين قومي آمدن کي معاشي ڪيڪ تہ چئي سگهون ٿا پر هي اُهو ڪيڪ آهي جيڪو لکين ماڻهن جي انفرادي پيداوار ۽ واپار جي شڪل ۾ ٺهندو آهي.ان ڪيڪ جي اُنهن ماڻهن ۾ جيڪي اڻٿڪ محنت ڪري ان ڪيڪ ۾ پنهنجو حصو ملائين ٿا ،اُنهن ۾ ٻيهر ورڇ ناممڪن آهي.

جيئن جيئن وڏيڪ ناٽي جي نتقلي کي يقيني بڻائڻ لاءِ ٽيڪس جي شرح واڌارو ٿئي ٿو تيئن تيئن ٽيڪس ڏيندڙن کي پنهنجي پيداوار لاءِ قربانيون ڏيڻ جو لاڙو گهٽجي وڃي ٿو ۽ هو پنهنجي سيڙپ ٽيڪس کان بچاءُ تي ضايع ڪرڻ بدران پنهنجي ڪمايل آمدن ۾ خوش رهڻ چاهيندا آهن.ساڳي ريت منتقلي جا فائدا ماڻيندڙ ماڻهو جي آمدن گهٽجڻ جي صورت ۾ هو ٽيڪس

ڪان بچڻ لاءِ گهٽ ڪمائڻ لڳندا آهن.چاڪاڻ تہ آمدن ۾ واڌاري سان گڏوگڏ منتقلين ۾ گهٽتائي ٿئي ٿي ۽ واڌو ڪمائي نج آمدن ۾ صرف معمولي تبديلي آڻي ٿي.ان ڪري نہ ئي ٽيڪس ڏيندڙ ۽ نہ وري منتقليون حاصل ڪندڙ منتقلين جي منصوبي سبب پيداواري عمل گهٽتائي ڇڏيندا.منتقلين جي پاليسي جا پيداواري ڪوشش تي منفي اثر ڄاڻڻ لاءِ هڪ پروفيسر جي مثال ڪٿون ٿا جيڪا ڪلاس جي شروعات ۾ اهو اعلان ڪري ٿي تہ هو ڪلاس ۾ ڪنيل نمبرن ڪي ان ريت ورهائيندي جيئن امتحان ۾ ڪو بہ شاگرد سي گريڊ کان گهٽ مارڪون نہ ڪٽي.

ان منصوبي جي نظر ۾ اُهي شاگرد جيڪي عام طورتي امتحانن ۾ 90 سيڪڙو ڪٽندا هئا،اُنهن جون مارڪون D ۽ F گريڊ ڪٽندڙ شاگردن ۾ ورهايون وينديون،بي گريڊ جا شاگرد بہ ڪنهن حد تائين ان ۾ پنهنجو حصو گڏائي سگهن ٿا.ڇا ان ۾ ڪو شڪ آهي تہ اي گريڊ ۽ بي گريڊ ڪٽندڙ شاگردن جي محنت تي ٽيڪس لڳائي ٻين ڪي فائدو پهچايو ويندو؟ان صورتحال ۾ سي ۽ ڊي گريڊ ڪٽندڙ شاگردن ڪي فائدو ٿيندو ۽ اُهي شاگرد جيڪي ايف گريڊ حاصل ڪندا،اُهي بہ ڪامياب ٿي سگهندا.امڪاني طور تي ان جي اُپت گهٽ پڙهائي هوندي ۽ سڀئي ڪاميابيون پنتي رهجي وينديون.ٽيڪسز جي منتقلي جو اثر بہ ان طرح جو ئي هوندو جتي گهٽ ڪم ،گهٽ آمدن ڪمائيندو.

ٻيو،منتقلين ۾ مقابلو فائدو حاصل ڪندڙن کي ڊگهي مدي وارن فائدن کان پري ڪري ڇڏيندو.سرڪار ڪي آمدن جي منتقلين ۽ ٻين سياسي فائدن لاءِ طريقہ ڪار جوڙڻ گهرجي .جيڪڏهن ائين نہ ڪيو ويو تہ منتقليون بجيٽ کي برباد ڪري ڇڏينديون.عام طور تي سرڪار ڪي ڪنهن شيءِ جي ذميواري کڻڻ،ڪا شيءِ ڪرڻ يا ڪجهہ هجڻ لاءِ منتقلين جي رسيد جي ضرورت پوندي.جيڪڏهن هڪ پيرو طريقہ ڪار جڙي ويو تہ پوءِ ماڻهو حڪومتي فائدا حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجو ورتاءُ اُن طريقي ڪار مطابق ڪندا ۽ جڏهن ماڻهو ائين ڪندا تہ منتقلين جو خالص منافعو گهٽجي ويندو.

مثال طور جيڪڏهن سرڪار موڪل جي ڏينهن 9 وڳي کان 5 وڳي تائين 50 ارب روپيا ڏيڻ چاهي ٿي تڏهن ماڻهن جي هڪ وڏي قطار اسٽيٽ بينڪ جي مُک دروازي تي انتظار ڪندي.تمام وڏيون قطارون نهي وينديون.ڪيتريون وڏيون؟ماڻهو پنهنجي پيداواري سرگرمين ۾ آرام جي وقت مان ڪيترو وقت ڪڍڻ لاءِ راضي ٿيندا؟اهو ماڻهو جنهن جي قيمت 5 روپيا في ڪلاڪ هوندي اهو پنجاهه روپيا حاصل ڪرڻ لاءِ 10 ڪلاڪ به انتظار ڪندو پر جيڪڏهن اُتي ماڻهن جي تمام گهڻي رش هوندي ته اُن کي اهو 50 روپيا حاصل ڪرڻ لاءِ وڌيڪ وقت به لڳي سگهي ٿو جنهن سان هن جي في ڪلاڪ قيمت 3 يا 4 روپيا رهجي ويندي.۽ هر شخص کي اهو اندازو ٿي ويندو ته 50 روپين جي منتقلين جي پيٽ ۾ اُنهن جو وڌيڪ وقت ضايع ٿيو آهي.جيڪڏهن حڪومت جو مقصد ماڻهن جي بهتري لاءِ 50روپيا ڏيڻ هو ته پوءِ اهو مقصد ناڪام ٿي ويندو.

هي آسان مثال اهو ظاهرڪري ٿي ته آخر فائدي جا مستحق ڇو فائدو حاصل نه ڪري سگهندا آهن.جڏهن ماڻهو منتقلين جي حصول لاءِ انتظار ڪن ٿا(مثال طور قطار ۾ بيهڻ،فارم پرڻ،حڪومتي عملدارن سان ملي پڳت ڪرڻ،امتحان ڏيڻ،وقت کي ضايع ڪرڻ يا چوندڻ مهم ۾ حصو وٺڻ)تڏهن ان طريقہ ڪار تي پورو لهڻ لاءِ سندن صلاحيتون ضايع ٿين ٿيون.ساڳي ريت رعايتون حاصل ڪرڻ لاءِ جڏهن ماڻهن وٽ ڪنهن شيءِ جي مالڪي هوندي آهي (مثال طور ماضي ۾ زمين جي پيداواري صلاحيت تي حاصل ڪيل رعايتون يا ٽيڪسي هلائڻ جو لائسنس يا پرڏيهه ۾ شيون ڪپائڻ )ته پوءِ ماڻهو اُن جي قيمت ان ريت مقرر ڪن ٿا ته جيئن رعايت ملي سگهي.ان سان ملڪيت جي وڌيڪ قيمت جيئن ٽيڪسي جو لائسنس يا ڪٽڪ پيدا ڪندڙ زمين رعايت جي قدر حاصل ڪري وٺن ٿا.

جڏهن ماڻهو منتقلين جي حصول لاءِ انتظار ڪن ٿا(مثال طور قطار ۾ بيهڻ،فارم پرڻ،حڪومتي عملدارن سان ملي پڳت ڪرڻ،امتحان ڏيڻ،وقت کي ضايع ڪرڻ يا چوندڻ مهم ۾ حصو وٺڻ)تڏهن ان طريقہ ڪار تي پورو لهڻ لاءِ سندن صلاحيتون ضايع ٿين ٿيون.

منتقلين جي غير اثرائتي هجڻ جو ٽيون سبب منتقلين جا اُهي منصوبا آهن جيڪي مستحقين کي سندن غلط فيصلن سبب برين حالتن کان بچائين ٿا ۽ اُنهن کي پنهنجي چاهه مطابق چونڊ جو موقعو ڏين ٿا.منتقليون مستحق ماڻهن لاءِ ٻه شيون ڪن ٿيون.(1)هو برين حالتن جا اثر گهٽ ڇڏين ٿيون(2)مستحقين کي برين حالتن کان بچڻ لاءِ قدم کڻڻ کان روڪين ٿيون.

مثال طور سرڪاري رعايتون ٻوڏ سٽيل علائقن ۾ ماڻهن جي مدد ڪري ٻوڏ سبب ٿيندڙ تباهين کان بچاءُ جي ذاتي خرچن کي گهٽائين ٿيون.ان سان انهن ماڻهن جي دولت وڌي ٿي .رعايت سبب اُنهن جو خرچ گهٽجي وڃي ٿو. ۽ ماڻهن کي ٻوڏ سٽيل علائقن ۾تعمير جو جذبو پيدا ٿئي ٿو جنهن جي نتيجي ۾ ٻوڏ جو نقصان وڌيڪ هجڻ بدران گهٽجي وڃي ٿو.ان حوالي سان بيروزگاري تي ملندڙ منتقليون هڪ ٻي مثال بيان ڪن ٿيون ته سرڪار کان ملندڙ فائدا بيروزگار مزدورن کي اُنهن فائدن کان گهٽ وارين نوڪرين جي آڇ نه مڃڻ جو ماحول پيدا ڪن ٿيون.جنهن سبب بيروزگاري جي شرح ٻي ڪنهن صورتحال جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ٿي وڃي ٿي.

ان حوالي سان بيروزگاري تي ملندڙ منتقليون هڪ ٻي مثال بيان ڪن ٿيون ته سرڪار کان ملندڙ فائدا بيروزگار مزدورن کي اُنهن فائدن کان گهٽ وارين نوڪرين جي آڇ نه مڃڻ جو ماحول پيدا ڪن ٿيون.جنهن سبب بيروزگاري جي شرح ٻي ڪنهن صورتحال جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ٿي وڃي ٿي.

جيڪڏهن توهان ڪنهن شيءِ تي رعايت ڏيندئو ته توهان ان مان وڌيڪ اپت حاصل ڪندئو.غربت جي خاتمي لاءِ ٿيندڙ منتقلين جو هن عام قاعدي سان ڪو واسطو نه آهي.غريبن ڏانهن منتقل ٿيندڙ منتقليون وڏي رسڪ واري طرز زندگي (مثال طور نشي جو استعمال،اسڪول نه وڃڻ،يا وري ڪاروباري ماڻهن جي کوٽ پيدا ٿيڻ)کي همٿائين ٿيون.جيئن جيئن ماڻهو انهن موقعن مان چونڊ

ڪندا تيئن ئي غربت جي شرح وڌندي.نندي مدي لاءِ هي ثاني اثر پلي اهم نہ هجن پر وڏي مدي ۾ انهن جا منفي ۽ اُڳرا اثر ظاهر ٿيندا.

ان ڪان علاوه سرڪار جون غربت گهٽائڻ لاءِ منتقليون نجي شعبي جي خاندانن ،فردن،مدرسن،درگاهن ۽ معاشرتي ادارتن ڪي فلاح جي ڪم ڪان پري ڪري ڇڏينديون آهن.اهي نجي ماڻهو خيرات جي مستحق ماڻهن جي طرز زندگي ڪي نظر ۾ رکي اُنهن جي مدد لاءِ ڪاڏو خوراڪ فراهم ڪندا.ان ڪري نجي طور تي منتقلين جو سلسلو سرڪاري منتقلين ڪان وڌيڪ اثرائتو هوندو آهي.جڏهن سرڪار پاران وڌيڪ ٽيڪس لڳايا ويندا تہ سرڪار نجي شعبي جي پيٽ ۾ اهڙي قسم جون وڌيڪ منتقليون ڪري سگهندي.حڪومت جي غيراثرائتي منصوبن سبب نجي شعبي جا اثرائتا منصوبا ختم ٿي ويندا ۽ حالتون وڌيڪ خراب ٿي وينديون.

اقتصادي نقطہ نظر سان فارم جي اڳهن ۾ اضافي ڪان وٺي غربت جي خاتمي تائين جي سرڪاري منتقلين جي ناڪامي ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي.جڏهن ثاني اثرن ڪي غور هيٺ آندو ويندو آهي تہ پوءِ اقتصادي جائزوان ڳالهہ ڪي ظاهر ڪري ٿو تہ ڊگهي مدي ۾ صحيح مستحق ماڻهن جي مدد ڪرڻ مشڪل ٿي ويندو آهي.

## مرڪزي منصوبہ بندي مارڪيٽن ڪي سياست ۾ تبديل ڪري ٿي جنهن سبب وسيلن جو زيان ٿئي ٿو ۽ معاشي ترقي گهٽجي وڃي ٿي.

*ڪنهن بہ نظام ۾ رهندڙ انسان جو پنهنجي خيال ۾ عقلمند هجڻ مناسب آهي.هو سمجهي ٿو تہ هڪ وڏي معاشري مان ماڻهو گڏ ڪرڻ ايترو ئي آسان آهي جيترو شطرنج جي سارين ڪي گڏ ڪرڻ هوندو آهي.هو اهو نہ ٿو سوچي تہ شطرنج ۾ هر ساري جو هڪ پنهنجو اصول هوندو آهي،ساڳي ريت*

*معاشري ۾ هر انسان جو پنهنجو اصول هوندو آهي.جيتوڻيڪ ڪي انسان اهڙا به هوندا آهن جيڪي پنهنجي قانوندان جي ڏاهپ اصولن تي هلندا آهن.جيڪڏهن انساني معاشري جا اهي ٻه اصول رڪندڙ ماڻهو ساڳي رخ ۾ ڪم ڪندا ته پوءِ اهو ممڪن آهي ته معاشرو امن، خوشي ۽ ڪاميابي سان هلي سگهي پر جيڪڏهن اهي ٻئي مختلف رخن ۾ هلندا ته پوءِ تمام گهڻيون ڏکيائيون پيش اينديون ۽ معاشرو هر وقت بي يقيني واري ڪيفيت ۾ رهندو.*

-----ايڊم سمٿ(1759)

جيئن اسان اڳ ۾ ئي بيان ڪري چڪا آهيون ته سرڪارعوامي شين جي رسد مارڪيٽ کان بهتر نموني ڪري سگهي ٿي. ڪيترا ئي ماڻهو اهو پڻ مڃين ٿا ته حڪومت صنعتون لڳرائي سگهي ٿي، رعايتون ڏئي سگهي ٿي، سيڙپ ڪاري ڪرائي سگهي ٿي، ڪاروبار هلائي سگهي ٿي ۽ شين جي رسد جو اهڙو نظام قائم ڪري سگهي ٿي جنهن سان اقتصادي ترقي تيز ٿي سگهي ٿي.ان جو مطلب ته سرڪاري سيڙپڪاري ۽ صنعتي منصوبه بندي مارڪيٽ جي اپت کي وڌائي سگهي ٿي.يقينن منصوبه بندي کي ذهن قبول ڪري ٿو، ڇا عوامي ڀلائي جي ذميواري ڪاروباري حلقن کان وڌيڪ چونڊيل نمائندن جي نه آهي؟ڇا سرڪاري اختياريون واپاري برادري کان وڌيڪ لالچي نه هونديون؟اهي ماڻهو جيڪي ڳجهي هٿ واري اصول کي نه ٿا سمجهن اُهي مرڪزي منصوبه بندي بابت سوال اُٿارين ٿا،جيتوڻيڪ اقتصاديات ان کي غلط سمجهي ٿي.

مرڪزي منصوبه بندي جي فائدن بدران نقصان ٿيڻ جا چارمُک سبب آهن.

پهريون،مرڪزي منصوبه بندي مارڪيٽ جي فيصلن جو متبادل سياست کي بڻائي ٿي.ياد رکو ته سرڪار تصحيح ڪندڙ اوزار نه آهي.حقيقي دنيا جا مرڪزي منصوبه بند(۽ قانوندان جيڪي کين هدايتون ڏين ٿا)اُنهن صوفين مان نه آهن جن کي هر ڳالهه جي خبر هجي.بيشڪ سيڙپ ۽ رعايتن تي خرچ ايندڙ رقم

سياسي اثر رسوخ بنا مقرر نہ ٿا ٿين.جڏهن فيصلا جمهوري طور تي ٿين ٿا تہ سوچيو تہ اهو عمل ڪيئن ڪم ڪري ٿو.خرچن جي منظوري اُنهن قانونسازن،مختلف ڪاروبارن ۽ ليبر يونين جي رضا سان ڪئي ويندي جيڪي سيڙپ ۽ رعايتن لاءِ پيسو گڏ ڪن ٿا تہ جيئن هو فائدو حاصل ڪري سگهن.قانونساز ووٽن ۽ چونڊ مهم کي نظر ۾ رکي فيصلو ڪندا.

نئين ڪاروبار جي ڀيٽ ۾ پراڻا ڪاروبار ڪندڙ سياسي ڳٺ جوڙ ۽ سياستدانن سان رابطن جي حوالي سان ماهر هوندا.اڳوڻو سينيٽر وليم پراڪسمر چئي ٿو تہ“پيسو اُتي ويندو جتي سياسي طاقت هوندي ”.سياسي عمل معاشي طور ڪمزور هجڻ جي صورت ۾ نين ڪمپنين بدران پراڻن ڪمپنين کي مدد فراهم ڪندو.ان کان علاوه ڪميٽين جا چيئرمين ايسيتائين منصوبن جي منظوري نہ ڏيندا جيسيتائين سياستدان اُنهن منصوبن کي پنهنجي تڪ لاءِ فائديمند نہ سمجهندو.ان صورتحال ۾ هڪ نااُميد خواب ڏسندڙ ئي وقت جي ضايع نہ ٿيڻ،وڌيڪ دولت ٺاهڻ ۽ سيڙپ لاءِ مارڪيٽ ۾ ناڻي جي بهتر ورڇ جو سوچيندو.

اڳوڻو سينيٽر وليم پراڪسمر چئي ٿو تہ“پيسو اُتي ويندو جتي سياسي طاقت هوندي ”.سياسي عمل معاشي طور ڪمزور هجڻ جي صورت ۾ نين ڪمپنين بدران پراڻن ڪمپنين کي مدد فراهم ڪندو.ان کان علاوه ڪميٽين جا چيئرمين ايسيتائين منصوبن جي منظوري نہ ڏيندا جيسيتائين سياستدان اُنهن منصوبن کي پنهنجي تڪ لاءِ فائديمند نہ سمجهندو.

ٻيو،سرڪار جي ڇانو ۾ هلندڙ ڪمپنيون اڳهن جي گهٽتائي،جدت ۽ شين جي اثرائتي رسد ۾ ڪمزور هونديون.نجي مالڪن جي ڀيٽ ۾ سرڪاري ڪمپنين جي ڊائريڪٽرز ۽ مينيجرز کي ڪم ۾ بهتري آڻڻ جو گهٽ فائدو ملندو ،ان ڪري امڪاني طور تي هو وڌيڪ بجيٽ وٺڻ لاءِ سرگرم هوندا.وڌيڪ بجيٽ سان اداري جي ترقي ،پگهارن ۾ واڌارو،گراهڪن تي وڌيڪ خرچ ۽ ٻيا ڪيترا ئي طريقا مينيجر جي زندگي کي آسان بڻائيندا.سرڪاري ڪمپنين جا

مينيجر منصوبہ بندن کي ماڻهن لاءِ وڌيڪ شيون ۽ خدمتون پيدا ڪرڻ تي راضي ڪندا ۽ اهو ٻڌائيندا تہ جيڪڏهن اُنهن کي وڌيڪ رقم ڏني ويندي تہ هو اجان وڌيڪ بهتر نموني معاشري جي خدمت ڪري سگهندا.ان ڪان علاوه هو اهو پڻ چوندا تہ جيڪڏهن وڌيڪ رقم فراهم نہ ڪئي وئي تہ ماڻهن کي نقصان ٿيندو ۽ حالتون وڌيڪ تباهہ ڪن ثابت ٿينديون.

قانونسازن ۽ سرڪاري منصوبہ بندن لاءِ انهن دعوائن جي اهميت جو ڪاٿو لڳائڻ مشڪل ٿي ويندو.نجي شعبي جي مقابلي ۾ ہيو ڪو بہ اهڙو شعبو نہ آهي جتي منصوبہ بند پنهنجي مينيجرز جي ڪارڪردگي ماپي سگهن.نجي شعبي ۾ ديواليہ جي صورت ۾ خراب ڪارڪردگي سامهون اچي ويندي پر حڪومتي ادارن ۾اهڙو ڪو طريقہ ڪار جُڙيل نہ آهي جنهن مان غير پيداواري منصوبن جو اندازو لڳائي اُنهن کي بند ڪرائي سگهجي.عام طور تي خراب ڪارڪردگي ۽ مقصدن جي حصول ۾ ناڪامي کي سرڪار طرفان گهٽ رقم جي فراهمي جو عذر جاٽائي پردو رکيو ويندو آهي.پوليس جو ڪاتووڌيڪ ڏوهن کي هٽي وٺرائي حڪومت ڪان امن امان جي نالي تي وڌيڪ پيسا مقرر ڪرائيندو.

## سياست سان مارڪيٽ

پاڪستان ۾ اهو هڪ عام تجربو آهي تہ سرڪاري ادارن جي انتظاميہ جيئن پاڪستان اسٽيل ملز،پاڪستان براڊڪاسٽنگ ڪارپوريشن،پاڪستان انٽرنيشنل ايئرلائين ۽ پاڪستان ريلوي هميشہ گهٽ وسيلن هجڻ جون دانهون ڪندا آهن جڏهن تہ انهن ادارن وٽ فائدا ڪمائڻ جا لامحدود موقعا موجود آهن.خاص طور تي تڏهن جڏهن اُنهن کي "قانوني هڪ هٽي" جو درجو حاصل آهي ۽ هو نجي شعبي جيان ٽيڪس ادا ڪرڻ ڪان بہ محفوظ آهن.

ٽيون،حڪومتي منصوبہ بندي جي خرچن جي پيٽ ۾ اُهو سيڙپڪار وڏيڪ محنت ڪندو جيڪو پنهنجو ناڻو رسڪ تي لڳائي ٿو.ياد رکو تہ اُن سيڙپڪار لاءِ اهو ضروري آهي تہ هو منافعو ڪمائڻ لاءِ نہ صرف ڪوجنا تي ڪم ڪري پر پنهنجي سيڙپ اهڙن منصوبن ۾ لڳائي جيڪي وسيلن جي قدر کي وڌائين ٿا.اهو سيڙپڪار جيڪو غلطي ڪندو ،اُهو حالتن جو ذميوار پاڻ هوندو. ساڳي ريت سرڪاري منصوبن جي ڪاميابي يا ناڪامي جو اثر سرڪاري منصوبہ بندن جي دولت تي نہ پوندو آهي.جيڪڏهن منصوبو فائديمند هوندو تہ منصوبہ بند جو فائدو تمام گهٽ هوندو.ساڳي ريت جيڪڏهن منصوبو غير پيداواري هوندو تہ اُن جو اثر بہ منصوبہ بند جي دولت تي نہ پوندو.ٿي سگهي ٿو تہ اُهي منصوبہ بند غير پيداواري منصوبي ۾پنهنجو فائدو حاصل ڪن يا وري سياسي گروهن کي اُن جو فائدو ڏين تہ جيئن پيهر بجيٽ جي مقرري وقت اُهي سياستدان انهن منصوبہ بندن جي مدد ڪري سگهن.

چوٿون،اهڙو ڪو بہ رستو نہ آهي جنهن ذريعي مرڪزي منصوبہ بند ايتري ڄاڻ حاصل ڪري سگهن.جيڪا تخليق ،سنڀال ۽ ڪنهن اهڙي منصوبي جي ڪم اچي جنهن جو ڪو مطلب هجي. اسان هڪ تبديل ٿيندڙ دنيا ۾ رهون ٿا.هتي ٽيڪنالاجي ترقي ڪري ٿي،نيون شيون پيدا ٿين ٿيون،سياسي بي چيني رهي ٿي ،گهرج تبديل ٿيندي رهي ٿي ۽ موسمي حالتون مسلسل تبديل ٿيڻ سان شين ۽ خدمتن جي کوٽ بہ تبديل ٿئي ٿي.ڪا بہ مرڪزي اختياري انهن سڀني تبديلين کي ذهن ۾ رکي فيصلو ڪرڻ جي سگهہ نہ رکندي آهي.

مارڪيٽ مختلف هوندي آهي.مارڪيٽ جا اگهن جي ڄاڻ معيشيت ۾ موجود شين جي هاڻوڪي ۽ مستقبل جي قيمتن بابت ٻڌائي ٿي.اگهن جا اهي سگنل واپارين ۽ وسيلن جي مالڪن کي ان طرح ڄاڻ فراهم ڪن ٿا تہ جيئن هو ڪنهن بہ نئين صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار رهن.

ڪجهه سال اڳ وڏي پيماني تي اهو سوچيو ويندو هو ته سرڪاري منصوبه بندي ۽ صنعتي پاليسي،اقتصادي ترقي جي چابي آهن.اسان ڪي اهو ٻڌايو ويو ته مارڪيٽ واريون معيشيتون وڏي مشڪل ۾ آهن.ايندڙ وقت ۾ ٿي سگهي ٿو ته اهي سڀ سرڪار جي ماتحت ٿي وڃن يا وري سست اقتصادي ترقي ڪي منهن ڏينديون رهن.اقتصادي ماهر پال سيملسن ۽ ليسٽرٿرو جيڪي هن خيال جا مُک حامي هئا.سوويت نظام جي خاتمي ۽ جاپان جي ڪمزور معاشي ڪارڪردگي ان خيال جي مقبوليت اڳ ئي گهٽ ڪري ڇڏي هئي .اُن جي باوجود اڃا تائين ڪافي ماڻهن جو اهو خيال آهي ته سرڪار معيشيت جي ڪيترن ئي شعبن ڪي بهتر نموني هلائي سگهي ٿي جيئن تعليم ۽ صحت.

تقريبن اڍائي سو سال اڳ ايڊم سمٿ اهڙي مرڪزي منصوبه بندي جي ناڪامين جو ذڪر ڪيو هو جيڪا صرف ڪجهه شعبن تائين محدود هجي ٿي.بدقسمتي سان منصوبه بندن جي حوالي سان ماڻهن جي پنهنجي سوچ آهي جنهن ڪي سمٿ "حرڪت جو اصول" سڏيو آهي. ۽ جڏهن ڪنهن منصوبي جي فائدن جي حوالي سان مرڪزي منصوبو بهتر ترڪيب نه ڏئي سگهندو آهي ته پوءِ مسئلا پيدا ٿين ٿا.جيئن ته هيٺ ڏنل ٽيبل نمبر 4 اهو واضع ڪري ٿي ته شيون ۽ خدمتون يا ته نجي شعبي پاران يا وري سرڪار پاران فراهم ڪري سگهجن ٿيون.اُنهن جا اگهه يا ته سڌو سنئون خريدار ڪان وٺي سگهجن ٿا يا وري ٽيڪسز ذريعي ڪنهن ٽين قوت ڪي اُن جي قيمت ادا ڪري سگهجي ٿي.

جيئن ته هيٺ ڏنل ٽيبل نمبر 4 اهو واضع ڪري ٿي ته شيون ۽ خدمتون يا ته نجي شعبي پاران يا وري سرڪار پاران فراهم ڪري سگهجن ٿيون.اُنهن جا اگهه يا ته سڌو سنئون خريدار ڪان وٺي سگهجن ٿا يا ويا ٽيڪسز ذريعي ڪنهن ٽين قوت ڪي اُن جي قيمت ادا ڪري سگهجي ٿي.

ان جو مطلب ته هتي پيداوار ۽ کپت ڪي چار حصن ۾ جوڙي سگهجي ٿو.اچو ته انهن چئني جي فائدن جو تجزيو ڪريون ۽ انهن دوران مرڪزي منصوبه بندي ڪي پيش ايندڙ مسئلن تي غور ڪريون.

## حڪومتي ادارن ۾ غير اثرائتي ڪارڪردگي

اتي اسان پاڪستان ۾ اعليٰ تعليمي اداري جي ڳالهه ڪندا سين جنهن جي ماتحت سرڪاري يونيورسٽين وٽ سُٺا مالي ۽ تعميراتي وسيلا آهن جيڪي اُنهن کي نجي شعبي جي يونيورسٽيز جي ڀيٽ ۾ بهتر ثابت ڪن ٿا.ان جي باوجود به انهن ادارن جي انتظاميه وسيلن جي کوٽ جي واويلا ڪري ٿي.پاڪستان ۾ تقريبن سيئي سرڪاري ادارا پنهنجي خراب ڪارڪردگي کي لڪائڻ لاءِ وسيلن جي کوٽ جو بهانو بڻائين ٿا.

پهرئين مرحلي ۾ نجي شعبو پيداوار ڪري ٿو ۽ واهپيدار پنهنجي پيسن سان اُهي شيون خريد ڪن ٿا.امڪاني طور تي جيڪڏهن فيصلا ڪرڻ وقت واهپيدارن جو خيال نہ رکيو ويو تہ نجي شعبو نقصانن کي منهن ڏيندو.ساڳي ريت نجي شعبي وٽ واهپيدارن جي سوچ سمجهڻ سان اهو فائدو ٿئي ٿو تہ هو سستي اگهن تي واهپيدارن جي گهرج موجب شيون فراهم ڪن ٿا.جيڪڏهن هو ائين نہ ڪندا تہ اُنهن جي نہ صرف پيداواري لاڳت وڌندي پر منافعا بہ گهٽجي ويندا.ان صورتحال ۾ واهپيدار ۽ شيون ٺاهيندڙن ٻنهي کي اهو فائدو ٿيندو جو هو هڪٻئي سان لهہ وچڙ ۾ اچي عام ڀلائي کي هٿي وٺرائيندا.اهڙي صورتحال کي سامهون رکندي سمٿ چيو هو تہ "انساني معاشري جي راند آساني ۽ خوش اخلاقي سان هلنديَ رهندي ۽ ان ۾ ڪاميابيون ۽ خوشيون اينديون رهنديون".

ساڳي ريت نجي شعبي وٽ واهپيدارن جي سوچ سمجهڻ سان اهو فائدو ٿئي ٿو تہ هو سستي اگهن تي واهپيدارن جي گهرج موجب شيون فراهم ڪن ٿا.جيڪڏهن هو ائين نہ ڪندا تہ اُنهن جي نہ صرف پيداواري لاڳت وڌندي پر منافعا بہ گهٽجي ويندا.ان صورتحال ۾ واهپيدار ۽ شيون ٺاهيندڙن ٻنهي کي اهو فائدو ٿيندو جو هو هڪٻئي سان لهہ وچڙ ۾ اچي عام ڀلائي کي هٿي وٺرائيندا.

| ٽيبل نمبر 4<br>نجي ۽ سرڪاري شعبي جي پيداوار ۽ ادائيگين جو چارٽ | | |
|---|---|---|
| **Good is produced by:** | **Good is paid for by:** | |
| | **Consumer Purchaser** | **Taxpayer or other Third Party** |
| | (1) | (2) |
| **Private enterprises** | Examples: apples; Oranges; television Sets; food; housing Most other goods | Examples: healthcare; food purchased with food stamps. |
| | (3) | (4) |
| **Government Enterprise or Contracting** | Examples: Post office; water and electricity in many cities | Examples: public school; national defence |

ٻيو مرحلو نجي شعبي پاران ناهيل شين جي ٽيڪس ڏيندڙن جي پيسي يا ڪنهن ٽين ڌر پاران خريداري کي بيان ڪري ٿو.آمريڪا ۾ صحت ۽ انشورنس جون سهولتون بنيادي طور تي حڪومت پاران فراهم ڪيون وينديون آهن.جڏهن ڪو ٻيو ماڻهو اهي قيمتون ادا ڪري رهيو هوندو آهي تڏهن واهپيدار لاءِ قيمتن بابت خيال رکڻ ڪيترو ضروري هوندو آهي؟عام طور تي ان جو جواب آهي بالڪل نه.سستائي بدران ڪيترا ئي واهپيدار شين جي بهتر خاصيتن سبب سستي اگهن کي نظرانداز ڪري شيون ناهيندڙ ڪان سڌو سنئون شيون خريد ڪندا.ان سان شيون ناهيندڙ جو ورتاءُ پڻ نظرانداز ٿيندو ڇاڪاڻ ته واهپيدار اگهن جي حوالي سان ايڏا حساس نه هوندا آهن.

ٽيون مرحلو هڪ اهڙي صورتحال جي عڪاسي ڪري ٿو جتي واهپيدار سرڪار پاران ناهيل شين يا خدمتن جا اگهه پاڻ ڀرين ٿا.ڪنهن به ملڪ جو بجلي ۽ پاڻي جو سهولتون ان قسم جي مثال پيش ڪن ٿيون ڇاڪاڻ ته انهن جي مقابلي ۾ واهپيدار پنهنجي ڪيسي مان پيسا ڀرين ٿا ان ڪري هو جيترو چاهين ،ان مان فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا.ان ڪري واهپيدارن جي خرچ ڪرڻ جي سگهه اثرائتي هوندي.جيتوڻيڪ اسان اڳ ۾ بيان ڪري آيا آهيون ته حڪومت جي ماتحت ڪم ڪندڙ ڪمپنيون نجي شعبي ڪان گهٽ ڪارڪردگي ڏيکارينديون.خاص طور تي اُن وقت جڏهن حڪومتي ڪمپنيون پنهنجي گهٽي آمدن سياسي اختيارين مان ڪمائينديون.

چوٿون مرحلو ان ڳالهه کي بيان ڪري ٿو جڏهن حڪومت شيون ۽ خدمتون پاڻ فراهم ڪندي ته اُنهن جي قيمت ٽيڪس ذريعي وصول ڪندي.ان صورتحال ۾ ڇا پيدا ڪجي،ڇو پيدا ڪجي ۽ ڪنهن لاءِ پيدا ڪرڻ جو فيصلو حڪومت ڪندي آهي .ڇاڪاڻ ته انهن شين جا فراهم ڪندڙن لاءِ گهٽ فائدو هجڻ سبب واهپيداراهميت نه ٿا رکن ۽ ان صورتحال ۾ واهپيدارن جي شيون ناهيندڙن کي اثرائتيون شيون ناهڻ لاءِ بهتر فيصلا ڪرائڻ خاطر واهپيدار ڪمزور هوندا آهن.مثال طور پاڪستان ۾ پاڪستان ريلوي جي خراب حالت

هجڻ باوجود ماڻهو مجبور تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ريلوي اسٽيشن تي انتظار ڪندا آهن.ان جي هڪ ٻي مثال ملڪ ۾ پاڻي جي فراهمي جو نظام آهي.ڪراچي ۾ پاڻي جي فراهمي جو نظام ڪراچي واٽر بورڊ جي حوالي ڪيل آهي.هڪ عام ماڻهو لاءِ پاڻي تمام ضروري هجڻ باوجود واٽر بورڊ جي حالت تمام بدتر آهي ۽ ماڻهو ڪنهن ٻي متبادل نه هجڻ ڪري ان مسئلي سبب پريشان آهن.

چئني مرحلن ۾ بيان ڪيل فائدا اهو ظاهر ڪن ٿا ته ڪيئن ڪجهه اقتصادي ادارا بهتر ۽ ڪجهه وري خراب ڪارڪردگي ڏيکارين ٿا.پهرئين مرحلي ۾ مارڪيٽ جي شعبي ڪي بيان ڪيو ويو آهي .اُتي اهو ٻڌايو ويو آهي ته جڏهن واهپيدار ۽ شيون ٺاهيندڙ پنهنجي ذاتي ڀلائي لاءِ ڪم ڪن ٿا ته ان سان گڏوگڏ هو عوامي ڀلائي کي به هٿي وٺرائين ٿا.اڳين ٽن مرحلن ۾ اها ڳالهه بيان نه ڪئي وئي آهي .هر هڪ مرحلي ۾ عام ماڻهن لاءِ ۽ معيشيت لاءِ ڇا سُٺو ٿي سگهي ٿو،اُن تي ڌيان ڇڪرايو ويو آهي.اهي ٽئي مرحلا ان صورتحال کي بيان ڪن ٿا جنهن ۾ سرڪار پنهنجي حفاظتي ذريعن کي استعمال ڪندي معيشيت لاءِ مرڪزي منصوبه بندي ڪري ٿي.جنهن ۾ ڪٿي معيشيت لاءِ فائدا ۽ ڪٿي وري معيشيت کي نقصان پهچي ٿو.

## ڪارپوريٽ حڪمراني تي اقتصادي انتظاميه جا اثر

پاڪستان جي ڪپڙي واري صنعت لاءِ 2000 ۽ 2001 وارا سال تمام گهڻا اهم هئا.جڏهن پاڪستان مفت واپار واري تنظيم جو حصو بڻيو.تڏهن ڪپڙي جي صنعت پنهنجي شين جي خاصيت وڌائڻ لاءِ اهو محسوس ڪيو ته اُنهن کي وڏي پيماني تي جديد پلانٽ ،مشينون ۽ اوزار گهربل آهن ته جيئن هو عالمي منڊي ۾ مقابلو ڪري سگهن.ان وقت جي احتسابي عمل کي سامهون رکندي مشينن لاءِ قرض ڪڍڻ بهتر نه پئي سمجهيو ويو.اُن وقت ماڻهو اسٽاڪ

مارڪيٽ ۾ ٻاڙائي هجڻ سبب پنهنجو ناٽو سيڙائي فائدو حاصل نه پئي ڪري سگهيا.اُنهن لاءِ آخري رستو پنهنجي منافعن کي بچائي ٻيهر سيڙپڪاري جو هو.يقينن ان رستي ذريعي سيڙپڪارن کي يا ته گهٽ منافعو ملندو آهي يا بالڪل نه ملندو آهي.اسٽاڪ مارڪيٽ جي اختيارين اهو رستو اپنائڻ جي اجازت نه ڏني ۽ اُن وقت ڪيترن ئي منافعي بخش ڪمپنين مڪمل نجڪاري جو فيصلو ڪيو.اُنهن پنهنجين ڪمپنين کي پبلڪ لميٽيڊ مان تبديل ڪري نجي ڪمپنين طور ڪم ڪرڻ جي اجازت نامن لاءِ فارم ڀريا پر شفافيت مالياتي نظام ۽ انصاف جي فراهمي جي نقطہ نظر سان اهو رستو بهتر نه هو.پبلڪ لميٽيڊ وارو درجو معاشي ۽ مالياتي ترقي جي نقطہ نظر سان سُٺو سمجهيو وڃي ٿو.اُن ڪري اُن وقت جي حڪومتي پاليسين ڪارپوريٽ سيڪٽر تي منفي اثر ڇڏيا.آمريڪا ۾ حڪومتي منصوبه بندي ان نقطي کي وائڪو ڪري ٿي.وفاقي سرڪار هڪ پاسي تمباڪو ٺاهيندڙ ڪمپنين تي وڌيڪ ٽيڪس لڳائي ٿي ته ٻي پاسي سگريٽ نوشي کان پاسو ڪرائڻ جي پروپيگنڊه به ڪري ٿي.ڪنهن مهل اها آبادگارن کي کاڌوخوراڪ جي شين جي پيداوار گهٽائڻ بابت سوچڻ تي مجبور ڪري ٿي ته ٻي پاسي آبپاشي جي نظام تي رعايتون ڏئي ٿي وغيره وغيره.

آمريڪا ۾ حڪومتي منصوبه بندي ان نقطي کي وائڪو ڪري ٿي.وفاقي سرڪار هڪ پاسي تمباڪو ٺاهيندڙ ڪمپنين تي وڌيڪ ٽيڪس لڳائي ٿي ته ٻي پاسي سگريٽ نوشي کان پاسو ڪرائڻ جي پروپيگنڊه به ڪري ٿي.ڪنهن مهل اها آبادگارن کي کاڌوخوراڪ جي شين جي پيداوار گهٽائڻ بابت سوچڻ تي مجبور ڪري ٿي ته ٻي پاسي آبپاشي جي نظام تي رعايتون ڏئي ٿي وغيره وغيره.

اُهي ماڻهو جيڪو اهو سوچين ٿا ته مختلف شيعبن جي منصوبه بندي سميت مرڪزي منصوبه بندي معاشي ترقي کي هٿي وٺرائيندي ته اُهي بالڪل بي خبر آهن.جڏهن سرڪاري اختياريون اهو فيصلو ڪن ٿيون ته اُن وقت جي اگهن ۾ ڇا خريد ڪجي ۽ ڇا ڪپائجي ته اُنهن جو سڀ کان ڀهريون فيصلو

پنهنجي چونديل نمائندن جا ووٽ خريد ڪري ڪپائڻ جو هوندو آهي.جڏهن ادارن ڪي وڏيڪ فنڊ مهيا ڪيا وڃن ٿا ته هو أنهن جو وڏيڪ استعمال اگهه گهٽائڻ ۽ وسيلن ڪي پيداواري بڻائڻ بدران سياستدانن ڪي خوش ڪرڻ ۾ خرچ ڪن ٿا.امڪاني طور تي سياست جو مارڪيٽ جي متبادل هجڻ سان ملڪي معيشيت ترقي بدران تنزلي طرف ويندي.

## پاڪدستان ۾ توانائي جو بحران ۽ قاعدا

پاڪستان ۾ اگهن جي مقرري جو اختيار آئيني طور تي نيپرا (نيشنل اليڪٽرڪ پاور ريگيوليٽري اٿارٽي) کي حاصل آهي جيڪا وفاقي سرڪار جو حصو آهي.پاڪستاني قانون مطابق ڪو به ادارو بجلي ته پيدا ڪري سگهي ٿو پر أن جي وڪري لاءِ أن کي اها بجلي واپڊا يا ٻين بجلي سپلاءِ ڪندڙ ڪمپنين ذريعي قومي توانائي ۾ شامل ڪرڻي پوندي ۽ اگهن جي مقرري نيپرا پاران ڪئي ويندي.ساڳئي ئي وقت پاڪستان جو آئين قدرتي وسيلن جو حق صوبن کي ڏئي ٿو.سنڌ وٽ ڪوئلي جا وافر ذخيرا موجود آهن جن مان بجلي ٺاهي سگهجي ٿي. پر عوام کي اها بجلي فراهم ڪرڻ لاءِ اگهن جي مقرري نيپرا ڪندي.نيپرا آزاد بجلي ٺاهيندڙن کان 9سينٽ في يونٽ جي حساب سان خريد ڪندي آهي.اگهن جي مقرري کان اڳ نيپرا واهپيدارن ۽ بجلي ٺاهيندڙن جو موقف ڄاڻي ٿي. ۽ أنهن جي موقف آهر ان ڳالهه جو اندازو لڳائي ٿي ته بجلي اگهن ۾ تبديلي سان ڪهڙا اثر پئجي سگهن ٿا.تمام ڏکهي ٻڌڻين کانپوءِ نيپرا سنڌ جي ڪوئلي مان ٺهندڙ بجلي جو اگهه 6 سينٽ مقرر ڪيو پر پرڏيهي سيڙپڪار جن ڪوئلي ۾ سيڙپ جو ارادو ڏيکاريو ،أهي انهن اگهن تي راضي نه ٿي سگهيا ۽ ان فيصلي سبب پاڪستان ۾ بجلي جو بحران ويتر وڌي ويو.بجلي جو اهو مسئلو مارڪيٽ جي طريقه ڪار سان حل ٿي سگهي ٿو پر نيپرا جي مداخلت ان مسئلي ويتر پيچيده ڪري ڇڏيو آهي.

## حڪومتن ۾ مقابلو ايترو ئي اهم آهي جيترو مارڪيٽ ۾ اهم هوندو آهي

مقابلو هڪ نظم و ضبط واري طاقت آهي .مارڪيٽ ۾ واهپيدارن سان وفاداري جي طور تي مقابلو ضروري آهي.جڏهن ڪمپنيون واهپيدارن کي صحيح اهميت نہ ڏينديون آهن تہ اُن جي نتيجي ۾ مارڪيٽ ۾ ٻيا مخالف موجود هجڻ سبب اُهي ڪمپنيون پنهنجو ڪاروبار وڃائي ويهن ٿيون.مقابلو واهپيدارن کي وڌندڙ اگهن خلاف تحفظ فراهم ڪري ٿو ۽ نجي شعبي ۾ هر شخص ان نقطي کي سمجهي ٿو.بدقسمتي سان حڪومتي شعبي ۾ مقابلي کي ايتري اهميت نہ ڏني ويندي.آهي.حڪومتي ادارن کي ملندڙ فائدا ايترا موثر نہ هوندا آهن جيڪي اُنهن ادارن جي ڪارڪردگي بهتر بڻائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪن.نجي ڪمپنين جي ڀيٽ ۾ سرڪاري ڪمپنين جا مينيجر ۽ ڊائريڪٽر گهٽ قيمتن سبب فائدا ڪمائي پنهنجي ڪارڪردگي بهتر نہ ڪندا آهن.جيڪڏهن ڪو ادارو هن سال جو بجيٽ خرچ ڪرڻ ناڪام ٿي ويندو آهي تہ ٻئي سال اُن جي اداري لاءِ بجيٽ وڌائڻ جو ڪيس ڪمزور ٿي ويندو آهي ان ڪري سرڪاري ادارا بغير ڪنهن پيداواري سوچ جي پنهنجا پيسا غير پيداواري منصوبن ۾ خرچ ڪن ٿا.

نجي شعبي ۾ منافعي جي شرح ڪارڪردگي کي ظاهر ڪري ٿي.جڏهن تہ سرڪاري شعبي ۾ ڪارڪردگي ماپڻ جو آلو نہ هوندو آهي جنهن سبب اتان جا مينيجرز معاشي تنزلي باوجود ڪم ڪندا رهن ٿا.نجي شعبي ۾ ديواليو خراب ڪارڪردگي کي ظاهر ڪري ٿو جڏهن تہ سرڪاري شعبي ۾ اهڙو ڪو طريقہ ڪار نہ آهي جنهن تحت ناڪام منصوبا ختم ڪيا وڃن.ان ڪري سرڪاري عهديدار پنهنجي ناڪامي لڪائڻ لاءِ فنڊن جي گهٽ فراهمي جو عذر ڄاڻائين ٿا.

سرڪاري ادارن کي فراهم ٿيل فائدن کي ڏسندي اهو لازمي آهي ته هو به مقابلي کي منهن ڏين.نجي شعبي کي سرڪاري ادارن سان مقابلي جي اجازت ڏني وڃي.جيڪڏهن سرڪاري ادارا گاڏين جي مرمت،پرنٽنگ جون دڪانون،کاڌوخوراڪ جون خدمتون،گندڪچرو گڏ ڪرڻ جون خدمتون سرانجام ڏئي سگهن ٿا ته پوءِ نجي ڪمپنين کي به حڪومتي ڪمپنين سان مقابلي ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي.مقابلي سبب سرڪاري ڇپائي واري آفيس کي اهو احساس ٿيو ته اُنهن جا اگهه 23 سيڪڙو گهٽجڻ گهرجن ۽ اُنهن ائين ئي ڪيو.

حڪومت جي غير مرڪزي حصن يعني صوبائي ۽ بلدياتي حڪومت وچ ۾ مقابلو پڻ معاشي ترقي جو سبب بڻجي سگهي ٿو.جيڪڏهن شهرين کي شين جي خريداري جي حوالي سان مڪمل آزادي هوندي ته هو سرڪار بدران ڪنهن ٻي شيون ڏاهيندڙ کان خريداري ڪندا جيئن توهان هڪ دڪان تان خريداري نه ٿا ڪيو ته مارڪيٽ ۾ ٻيون به ڪيتريون ئي دڪانون موجود هونديون آهن.هڪ غير مرڪزي نظام ۾ شهري صرف پنهنجي ووٽ جو استعمال ڪري سگهن ٿا.

جيڪڏهن سرڪار ماڻهن جي جائيداد جي حفاظت ۽ اُن جهڙن ٻين ڪيترن ئي قانونن تي سختي سان عمل ڪرائيندي ته پوءِ وفاقي سرڪار ۽ بلدياتي سرڪار جي ٽيڪس لڳائڻ واري انگن اکرن ۾ تمام گهٽو فرق هوندو.جيئن ماڻهو گهر يا گاڏي خريد ڪرڻ بابت سوچين ٿا ،ڇا هو سرڪاري خدمتن تي خرچ ڪرڻ بابت مختلف راءِ رکي سگهن ٿا؟ڪي ماڻهو تمام بهتر خدمتون حاصل ڪرڻ لاءِ تمام گهڻو ٽيڪس لڳائي رهيا هوندا جڏهن ته ڪجهه وري گهٽ ٽيڪس ڏئي رهيا هوندا.ڪي ماڻهو حڪومتي خدمتن کي ٽيڪس ذريعي فنڊنگ ڪندا ۽ ڪي وري صرف استعمال وارين اگهن تي ڀاڙيندا.هڪ غير مرڪزي نظام اهڙو نظام هوندو آهي جيڪو هر قسم جي مختلف نقطن کي مطمئن ڪندو آهي.

مقامي حڪومتن وچ۾ مقابلو پڻ سرڪاري ادارن جي ڪارڪردگي بهتر بڻائي سگهي ٿو جيڪڏهن حڪومت بهتر خدمتون ڏيڻ بدران ٽيڪس لڳائيندي ته ماڻهو ۽ ڪاروبار اُن تي پنهنجو ردعمل ڏيکاريندا ۽ ٿي سگهي ٿو ته هو اهو علائقو ڇڏي وڃن.ان ڪري مارڪيٽ ۾ ڪاروباري حلقن جيان اها علائقائي حڪومت جيڪا ماڻهن جي خدمت ۾ ناڪام ويندي اها پنهنجا واهپيدار(ماڻهو) ۽ ناڻو وڃائي ويهندي.ان صورتحال ۾ ڪجهه ڪمپنين پاران علائقو ڇڏڻ جي صورت ۾ ٽيڪس اوڳاڙيون گهٽجي وينديون ۽ اُتي ماڻهن جي آمدورفت به گهٽجي ويندي ۽ ان جو نوٽيس اُهي ماڻهو وٺندا جيڪي اُنهن ٽيڪسن جي مد ۾ پگهارون کڻن ٿا يا وري مختلف منصوبن تي ڪم ڪري رهيا هوندا آهن.

> مقامي حڪومتن وچ۾ مقابلو پڻ سرڪاري ادارن جي ڪارڪردگي بهتر بڻائي سگهي ٿو جيڪڏهن حڪومت بهتر خدمتون ڏيڻ بدران ٽيڪس لڳائيندي ته ماڻهو ۽ ڪاروبار اُن تي پنهنجو ردعمل ڏيکاريندا ۽ ٿي سگهي ٿو ته هو اهو علائقو ڇڏي وڃن.ان ڪري مارڪيٽ ۾ ڪاروباري حلقن جيان اها علائقائي حڪومت جيڪا ماڻهن جي خدمت ۾ ناڪام ويندي اها پنهنجا واهپيدار (ماڻهو) ۽ ناڻو وڃائي ويهندي.

جيڪڏهن غيرمرڪزي حڪومتن جي وچ۾ مقابلي سان ماڻهن کي سهولتون ملي رهيون آهن ته ان صورت ۾ وفاقي سرڪار کي گهرجي ته هو ان مقابلي کي روڪڻ لاءِ پاليسين ۾ تبديلي نه ڪري.جڏهن وفاقي سرڪار مقامي سرڪار پاران فراهم ڪيل خدمتن تي رعايتون ڏئي ٿي تڏهن هو اُن مقامي سرڪار کي ٻي مقامي سرڪار جي مقابلي ۾ ڪمزور بڻائي ٿي.ان صورتحال ۾ وفاقي سرڪار هڪ بهتر ڪم اهو به ڪري سگهي ٿي ته هو مقامي علائقائي ۽ رياستي حڪومتن جي معاملن ۾ پنهنجي مداخلت کي محفوظ بڻائي ۽ غير جانبدار ڪردار ادا ڪري.

نجي ڪاروبار جيان حڪومتي يونٽ ٻه مخالفن کان تحفظ چاهين ٿا.سرڪار وٽ هڪ هٽي حاصل ڪرڻ جو رجحان هوندو آهي ان ڪري حڪومتن وچ ۾ مقابلو پاڻمرادو نه ٿي ويندو.مقابلي کي سياسي ڍانچي تحت متعارف ڪرائڻو پوندو.اهو بالڪل ائين آهي جيئن آمريڪا جي وفاقي نظام لاءِ آئين سازي دوران ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا.

## اُهي آئيني قاعدا جيڪي سياسي عمل ۽ بهتر اقتصاديات ۾ شانتي آڻي معاشي ترقي هٽي ونرائين ٿا

*اڳوڻيون تعليمات اهو ٻڌائين ٿيون ته جيڪڏهن ڪنهن شخص جي حڪمراني ڪرڻ جي صلاحيت جون ڪي حدون مقرر نه آهن ته پوءِ حڪومتن کي ٻه حدن جو پابند نه ٿو ٻڌائي سگهجي.ماڻهن جو ماڻهن مٿان صدين تائين ٿيندڙ ظلم،زيادتي ۽ بيپناهه طاقت هجڻ سبب ماڻهن جي غلامي انسان کي هڪ ڏکهي ۽ ڏکئي پيچري تان گذاريو آهي ۽ هاڻي انسان هڪ ڀيرو ٻيهر ان حقيقت کي جيڪا هو وساري وينو آهي،ڳولڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.پر هو پنهنجي پاڻ کي ائين ئي بار بار ساڳئي حالت ۾ محسوس ڪندا جيئن هو پاڻ کي ردعمل واري دور ۾ محسوس ڪندا هئا.جيڪڏهن صرف ڪجهه خيالن ئي اُنهن کي گمراهه ڪيو آهي ته اُهي نه صرف اُنهن کي للڪاريو ويو آهي پر اُنهن جي رستا روڪ ٻه ڪئي وئي آهي.*

----------والٽر ليپمين

ماضي ۾ اسان جي احمقاڻي سوچ اسان کي اهو ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته جمهوري چونڊون ئي معاشي ترقي لاءِ بهتر ماحول پيدا ڪري سگهن ٿيون.پر تاريخ ۽ سياسي نظريو ان کي غلط ثابت ڪري ٿو.جيڪڏهن سرڪار اقتصادي ترقي لاءِ هڪ مثبت طاقت طور ڪم ڪرڻ چاهي ٿي ته اُن کي

سياسي راند ۾ ان ريت رچائڻ گهرجي جنهن ۾ ووٽ ڏيندڙ سياستدان ۽ بيورو ڪريٽ اقتصادي ترقي ذريعي شانتي سان رهي سگهن.ان لاءِ سرڪار جي دائري کي شهرين جي مختلف گروهن لاءِ محدود ۽ غير جانبدار ڪرڻو پوندو.

آمريڪي آئين ناهيندڙ حڪومت جي دائري کي محدود ڪرڻ واري نقطي مان واقف هئا ان ڪري اُنهن آئين جي تشڪيل ۾ اقتصاديات تي سرڪاري ڪردار جو دائرو محدود رکيو.اُنهن ڪجهه مالي فيصلن جي سگهه وفاقي سرڪار کي ڏني جڏهن ته ٻيا سيئي اختيار رياستن ۽ ماڻهن ڏانهن منتقل ڪيا.اُنهن رياستن کي“معاهدن تي اثرانداز ٿيڻ واري” وڏيڪ قانونسازي ڪان پڻ منع ڪئي.ان ڪان علاوه آمريڪي قانون ۾ پنجين ترميم ۾ اها ڳالهه واضع ڪئي وئي ته “مقابلي بغيرڪا به نجي ملڪيت عام ماڻهو جي استعمال لاءِ حاصل نه ڪئي وجي.”آمريڪي آئين واضع طور تي سرڪار جي خاص طور تي وفاق جي معيشيت ۾ مداخلت ۽ معيشيت جي سياسي استعمال کي بالڪل روڪڻ سان گڏوگڏ محدود ڪري ڇڏيو.

اُنهن رياستن کي“معاهدن تي اثرانداز ٿيڻ واري” وڏيڪ قانونسازي ڪان پڻ منع ڪئي.ان ڪان علاوه آمريڪي قانون ۾ پنجين ترميم ۾ اها ڳالهه واضع ڪئي وئي ته “مقابلي بغيرڪا به نجي ملڪيت عام ماڻهو جي استعمال لاءِ حاصل نه ڪئي وجي.”آمريڪي آئين واضع طور تي سرڪار جي خاص طور تي وفاق جي معيشيت ۾ مداخلت ۽ معيشيت جي سياسي استعمال کي بالڪل روڪڻ سان گڏوگڏ محدود ڪري ڇڏيو.

جيتونيڪ وقت گذرڻ سان گڏوگڏ معاشي حدبنديون ختم ٿيڻ لڳيون ۽ اڄ ڪلهه آمريڪي ۽ وفاقي سرڪار گهڻو ڪري هر شيءِ ۾ ملوث رهي ٿي.اڄڪلهه اهو بالڪل ناممڪن آهي ته وفاقي سرڪار پاران شروع ڪيل ڪنهن معاشي سرگرمي کي ڪورٽ غير قانوني قرار ڏئي.ان قسم جي سياسي ڍانچي جي ثاني اٿرن جيئن وڏيڪ ٽيڪس ،تمام گهڻا قاعدا،خاص خرچ ۽ منتقليون ۽ وڏن ٻجيٽ خسارن کان بچي نه ٿو سگهجي.اسان لاءِ هن وقت سڀ کان اهم مدو

اهو آهي تہ اسان پنهنجي آئيني قاعدن ۽ طريقن جي سمجهہ ذريعي پنيرائي ڪري اُنهن کي واپس هڪ شانتي واري دور ۾آڻي اقتصادي ترقي ماڻي سگهون.

## خوشحالي لاءِ هڪ مثبت منصوبو

ان تي ڪيئن عملدرآمد ڪرائي سگهجي ٿو؟آئين پاران اقتصادي خوشحالي ۽ استحڪام لاءِ ڪيتري چوٽ ڏني وئي آهي؟ڪيتريون ئي تجويزون بنا تجزيي جي ضايع ٿي وڃن ٿيون.آمريڪي نقطہ نظر سان ست قسم جون تجويزون اقتصادي بل ۾ شامل ڪري اقتصادي ترقي کي هٿي وٺرائي سگهجي ٿي.

*1.ڪا بہ حڪومت پنهنجا اختيار استعمال ڪندي ڪنهن نجي ملڪيت،مڪمل طور يا اُن جو ڪو حصو ،اُن جي مالڪ کي مارڪيٽ جي حساب سان مڪمل قيمت جي ادائيگين بغير عام استعمال ۾ نہ ٿي آڻي سگهي.*

تازو ئي صوبائي ۽ مقامي حڪومتن قيمتن جي ادائيگي بنا ئي نجي ملڪيتون ڦٻائڻ لاءِ قانونسازي ڪئي آهي پوءِ پلي ان مالڪ ڪنهن بہ قانون جي خلاف ورزي نہ ڪئي هجي ۽ ڪورٽ سرڪار جي ان قدم کي صحيح قرار ڏيندي چيو آهي تہ هو ايسيتائين اهو ڪري سگهن ٿا جيسيتائين اهو عمل"عوام جي ڀلائي" لاءِ آهي.هي ڪنهن بہ نجي مالڪ جي تذليل جو کُليل دروازو آهي جنهن کي بند ٿيڻ گهرجي.

*ب. ڪانگريس ۽ ڪنهن بہ صوبائي حڪومت کي ڪنهن بہ فرد جا ڪاروبار ڪرڻ يا واپار ذريعي خريد وفروخت ڪرڻ جا حق غضب ڪرڻ جي اجازت نہ هجي.*

معيشيت ۾ ڪنهن به ماڻهو کي آزاد ڏيتي ليتي جو حق ڏيڻ سان اقتصادي آزادي ۽ ترقي کي هٿي ملي ٿي.اڳهن تي ضاطبي ،ڪاروبار ڪرڻ يا مارڪيٽ ۾ ڪنهن به قسم جي ڏيتي ليتي ڪرڻ کان روڪڻ واري قانوني پابندي ختم ٿيڻ گهرجي.

*ت.ڪانگريس کي امپورٽ يا ايڪسپورٽ تي ڪنهن به قسم جا ٽيڪس يا ڪوٽا مقرر نه ڪرڻ گهرجي.*

آمريڪي آئين اڳ ۾ ئي درآمد تي انهن واپاري پابندين کان منع ڪري ٿو پر اهي پابنديون برآمد تي به نه لڳڻ گهرجن .واپار ڪرڻ جي آزادي اظهار جي آزادي ۽ مذهب جي آزادي بنيادي انساني حق آهي.ان جو ڪو به سبب نه آهي ته جيڪڏهن آمريڪا جي شهري جو واپاري حصيدار ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ رهي ٿو ته هو اُتان ڪا شيءِ خريد يا وڪرو نه ٿو ڪري سگهي.

*ث.وفاقي سرڪار جي خرچ وارن سمورن منصوبن جي منظوري لاءِ ٻنهي ايوانن جي ٽي چوٿائي اڪثريت گهربل هجي ۽ رياستي حڪومتن جي خرچن جي منظوري به ٽهائي اڪثريت ذريعي حاصل ڪئي وڃي.*

ياد رکو ته جيڪڏهن منصوبو پيداواري هوندو ته ان تي سيڙپڪاري هميشه فائدو ڏيندي.(ڏسو حصو ٽيون،عنصر پهريون)ان ڪري وڏيڪ اڪثريت کي اُهي منصوبا ختم ڪرڻ جي ضرورت نه پوندي جيڪي حقيقي طور دولت ۾ واڌارو ڪري رهيا هوندا.ان طريقي سان ئي مفاد پرست ٽولن کي حڪومتي سرگرمين ذريعي ڦرلٽ ڪرڻ مشڪل ٿي ويندي.ساڳي ريت مقامي حڪومتن کي به مقابلن ذريعي خرچ ڪرڻ سان نه صرف فائدا ٿيندا پر هو شهرين جي گهرج مطابق سندن خدمت ڪري سگهندا.

*ج.بجيٽ خساري جي پورائي لاءِ قرضن جي حصول کي به ڪانگريس جي ٽي چوٿائي اڪثريت سان مشروط ڪيو وڃي.*

ان طريقي سان ڪانگريس جا ضرورت ڪان وڌيڪ ٽيندڙ خرچ گھٽائي سگھبا.

*ه.سرڪار کي رياستي حڪومتن ۽ نجي ڪمپنين ذريعي خرچ ڪرڻ جي منظوري پڻ ڪانگريس جي ٻنهي ايوانن جي ٻي چوٿائي اڪثريت سان مشروخ ڪئي وڃي.*

جيڪڏهن اها شق شامل نہ هوندي تہ ڪانگريس پنهنجي مينڊيٽ مطابق پراڻي خرچن ۽ قرض ڪڻڻ جي حدن جو خيال نہ ڪندي.

*خ.وفاقي حڪومت جي ريزور سسٽم جو ڪم ڪرنسي جي قدر کي برقرار رکڻ ۽ اگھن ۾ استحڪام رکڻ آهي.جيڪڏهن ٻن سالنا ندر اگھن ۾ 4 سيڪڙو گھنتائي يا واڌارو ٿئي ٿو تہ فيڊرل ريزرو سسٽم جي سيني گورنرن لاءِ پنهنجا استيعفيٰ جمع ڪرائڻ لازمي هجن.*

ان شق سان اهو واضع ٿي ويندو تہ فيڊرل ريزرو ڪاتي کي چا ڪرڻو آهي.جيڪڏهن فيڊرل ريزرو مالي استحڪام برقرار رکي ٿو تہ ان سان هو اقتصادي استحڪام ۽ ترقي کي هٿي وٺرائيندو.اقتصادي تجزيو اهو ٻڌائي ٿو تہ اهي سپ تجويزون نہ صرف اقتصادي ترقي کي هٿي وٺرائينديون پر سياستدانن جو مفاد پرست ٽولن کي فائدا پهچائڻ وارو رجحان بہ گھٽجي ويندو.اهو برابري جي بنياد تي سياسي ماحول کي خوشگوار بڻائڻ ۽ ملڪ کي لٽيرن کان بچائڻ لاءِ هڪ مثبت قدم هوندو.

اقتصادي تجزيو اهو ٻڌائي ٿو تہ اهي سپ تجويزون نہ صرف اقتصادي ترقيٰ کي هٿي وٺرائينديون پر سياستدانن جو مفاد پرست ٽولن کي فائدا پهچائڻ وارو رجحان بہ گھٽجي ويندو.اهو برابري جي بنياد تي سياسي ماحول کي خوشگوار بڻائڻ ۽ ملڪ کي لٽيرن کان بچائڻ لاءِ هڪ مثبت قدم هوندو.

## اقتصادي آزادي ۽ پاڪستان ۾ حڪمراني

پاڪستان جو آئين انفرادي حقن ۽ نجي مالڪي کي تحفظ فراَهم ڪري ٿو پر اسٽيٽ بينڪ آف پاڪستان،سيڪيورٽيز ۽ ايڪسچينج ڪميشن ۽ ڪامپيٽيشن ڪميشن ۽ نيشنل اليڪٽرڪ پاور ريگيوليٽري اٿارٽي،پيمرا،اوگرا ۽ ٻيا سرڪاري ادارا مڪمل طور وفاقي حڪومت جي ضابطي هيٺ آهن.انهن جي حڪمراني جو ڍانچو ڪين آزاد ماحول جي فراهمي جي اجازت نہ ٿو ڏي.ان ڪري پاڪستان جو اقتصادي آزادي حساب سان 141 ملڪن مان هڪ سو سٺون نمبر آهي.بهتر ناٽي ۾ پاڪستان جو درجو 116 هون آهي جيڪو حڪومت پاران اسٽيٽ بينڪ جي سخت ضابطي جي عڪاسي ڪري ٿو.اها هڪ حقيقت آهي تہ اقتصادي آزادي جو محدود هجڻ ڪنهن بہ ملڪ جي مقابلي ڪرڻ جي سگهہ ۽ اقتصادي ترقي ۾ منفي ڪردار ادا ڪري ٿو.

## اختتامي خيال

بنيادي اقتصادي ۽ آمريڪي تجربو قومن جي دولت ۽ اقتصادي ترقي جي گهرائي بيان ڪن ٿا.عام فهم اقتصاديات اهو ظاهر ڪري ٿي تہ نجي مالڪي ڏيتي ليتي جي آزادي ،مقابلي واريون مارڪيٽون،قانون جي حڪمراني ۽ مالياتي استحڪام خوشحالي جا ضامن آهن.جيڪڏهن اهي سڀ ڪنهن معيشيت ۾ موجود هوندا تہ اُتي جا ماڻهو “جيڪو پوکيندا اُهو ئي لُڻندا”.اُنهن جي پيداواري توانائي بهترين هوندي ۽ وڌيڪ دولت پيدا ٿيندي.جيڪڏهن آمريڪا انهن سيني اهم عنصرن کي ڇڏي ڏيندو تہ آمريڪا کي ترقي ۽ خوشحالي ۾ گهٽتائي کي منهن ڏيڻو پوندو.حصو ٻيون ۽ ٽيون قومي خوشحالي جو ذڪر ڪن ٿا.هن ڪتاب جو آخري حصو اُنهن ذاتي چوندن تي ٻڌل هوندو جيڪي توهان کي هڪ خوشحال زندگي گذارڻ ۾ مدد ڪندا.

# حصو چوٿون
# عملي ذاتي فنانس جا ٻارهن مُک عنصر

1. پنهنجي تشبيهي قابليت جي کوج ڪيو
2. مارڪيٽ ايڪنامي ۾ اُهي ماڻهو اڳتي نڪرن ٿا.جيڪي ٻين جي مدد ۽ شين کي بهتر نموني ڪرڻ جا طريقا ڳولين ٿا
3. پنهنجي آمدن کان گهٽ خرچ ڪيو ۽ اڄ کان ئي بچت جو منصوبو شروع ڪيو
4. ڪنهن به شيءِ کي اُن جي استعمال واري عمر کان وڌيڪ فنانس نہ ڪرايو
5. پنهنجي پيسي مان وڌيڪ فائدا حاصل ڪرڻ جا ٻہ طريقا آهن: ڪريڊٽ ڪارڊ ذريعي قرض نہ کڻڻ ۽ استعمال ٿيل شيون خريد ڪرڻ

6. هر مهيني حقيقي بچت اڪائونٽ ۾ پيسا جمع ڪرائڻ شروع ڪيو
7. ڪمپائونڊ انٽريسٽ جي طاقت کي پنهنجي ڪم آڻيو.
8. تبديلي پسند ٿيو---سيئي بيضا هڪ ئي ڇٻي ۾ نہ رکو.
9. انڊيڪسڊ ايڪيوئٽي فنڊ توهان کي بنا ڪنهن رسڪ جي ڪنهن ماهر کي مات ڏيڻ ۾ مدد ڪندا.
10. اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ ڊگهي مدي جي مقصدن سان سيڙپڪاري ڪيو، جيئن ناٽي جي گهرج ۾ واڌارو ٿئي تيئن ئي توهان باندز ۾ واڌارو آڻيو
11. اُنهن منافعي بخش اسيڪمن کان بچو جيڪي وڏيڪ منافعي ۽ گهٽ رسڪ واريون آهن.
12. پنهنجي ٻارن کي پيسو ڪمائڻ ۽ عقلمندي سان خرچ ڪرڻ سيکاريو

## تعارف

آمريڪا جي ڪيترن ئي نسلن جي پيٽ ۾ اڄ امريڪي ماڻهن جي آمدن جو درجو تمام اونچو آهي.ان جي باوجود بہ تقريبن سيئي ماڻهو مالي پريشانين کي منهن ڏئي رهيا هوندا آهن.اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ان جو جواب آهي تہ مالياتي عدم تحفظ اسان جي ان چونڊ جو نتيجو آهي جيڪا ڪرڻ کان اڳ اسان اهو نہ ٿا سوچيون تہ اسان جي آمدن ڇا آهي.

جيڪڏهن توهان پيسي تي قابو نہ ڪندئو تہ پيسو توهان کي قابو ڪري وٺندو.جيئن آمريڪا جو عظيم فلسفي چوي ٿو تہ اسان سڀني کي هڪ منصوبي جي ضرورت آهي جيڪو اسان وٽ نہ آهي،ان ڪري اسان اُتي ختم ٿي

سگهون ٿا جتي اسان ختم ٿيڻ نہ ٿا چاهيون.هيٺ ڏنل 12 ئي عنصر عملي منصوبي کي بيان کن ٿا،جيئن هن ڪتاب جا ٻيا حصا ڪنهن ماهر بدران هڪ عام ماڻهو سان مخاطب ٿين ٿا.اهي حصا اُنهن عملي تجويزن تي ٻڌل آهن جن ۾ اُهي شيون جيڪي توهان جلد ازجلد شروع ڪري سگهو ٿا،اُنهن جي مالي فيصلن ،آمدن جي سطح ۽ صحت جي حوالي سان توهان جي مدد ڪندا.

جيتوڻيڪ سيڙپڪاري جي مشورن واري دنيا اقتصادي دنيا کان بالڪل مختلف آهي.ان مان اهو اندازو ٿئي ٿو تہ انهن پنهي شين جو هڪٻئي سان ڪو بہ واسطو نہ آهي.انهن ۾ مالي تحفظ وارا اصول تقريبن اُهي ئي آهن جيڪي خوشحال معيشيت جي اصولن سان ملندڙ جلندڙ آهن.

جيئن تہ اسان ڏسندا سين تہ ڪمپيٽيٽو ايڊوانٽيج جا اصول جن ۾ ملڪن پاران پنهنجي سرگرمين کي پنهنجي ڪم ڪرڻ جي سگهہ جي حساب سان بهتر بڻائي سگهجي ٿو.اهي اصول اهو پڻ ٻڌائين ٿا تہ پنهنجي طاقت ۾ مهارت سان ڪيئن ماڻهو انفرادي طور مالي فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا.ساڳي ريت ڪاروبار،مالياتي احتساب ۽ سرمايي ۾ سيڙپ (خاص طور تي انساني سرمايو)ماڻهن لاءِ ان ريت اهم آهن جيئن هو پاڻ ملڪن لاءِ اهم آهن.اسان توهان کي وال اسٽريٽ جو چاڻو يا ڪروڙ پتي بنائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون.هتي ڏنل مشورا بنيادي ماليات سان تعلق رکن ٿا.ڪي نقطا تمام عام هوندا ۽ ڪي وري توهان کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيندا پر سيني کي لاجڪ ۽ تجربي جي مدد حاصل آهي ۽ ڪجهہ ڪيسن ۾ ارٿميٽڪ مثالون ڏنل آهن.هي منصوبا ايڏي گهرائي سان موجود

اهي اصول اهو پڻ ٻڌائين ٿا تہ پنهنجي طاقت ۾ مهارت سان ڪيئن ماڻهو انفرادي طور مالي فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا. ساڳي ريت ڪاروبار، مالياتي احتساب ۽ سرمايي ۾ سيڙپ (خاص طور تي انساني سرمايو) ماڻهن لاءِ ان ريت اهم آهن جيئن هو پاڻ ملڪن لاءِ اهم آهن. اسان توهان کي وال اسٽريٽ جو چاڻو يا ڪروڙ پتي بنائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون.

نہ آهن ۽ ٿي سگهي ٿو تہ هي توهان لاءِ بهترين مالياتي منصوبو بہ نہ هجي.جڏهن تہ ڪامليت جي ڳولا سُٺن عملن جي دشمن آهي.ان جي نتيجي ۾ هو انهن ڪي عملي طور استعمال بہ نہ ٿا ڪن جيڪي انهن ڪي هڪ وڏي مالياتي تباهي ڪان بچڻ ۾ مدد ڪري سگهن ٿا.هي حصو توهان ڪي اهڙيون ئي ڪجهہ هدايتون ڏيندو جيڪي توهان اپنائجو.ان ڪان اڳ ۾ جو اسان توهان ڪي بهتر مالي فيصلا ڪرڻ جا طريقا ٻڌايون تہ جيئن توهان وسيلن جو بهتر استعمال ڪري سگهو.اسان چاهيندا سين تہ توهان سان پيسي ۽ دولت جي اهميت جي حوالي سان ڪجهہ خيال ونڊيون،سڀ ڪان پهرين سُٺي زندگي پيسي ڪمائڻ ڪان وڌيڪ اهم هوندي آهي.جڏهن ڳالهہ خوشي جي هوندي آهي تڏهن سُٺي شادي ،خاندان،دوست،پاڻ ڪي وڌندڙ ڪم،مذهبي سرگرميون ۽ مزيدار عادتون پيسي ڪان وڌيڪ اهم ٿينديون آهن.ان ڪري صرف پيسي ۽ دولت جي پنيان ڀڄڻ عقلمندي نہ آهي.

ساڳي وقت اهو بہ ضروري نہ آهي تہ وڌيڪ پيسي جي چاهہ هجي.اها خواهش انهن لاءِ اهميت نہ ٿي رکي.جيڪي ذاتي ڀلائي بابت سوچيندا هجن.مثال طور مدر ٽيريسا ان ڪري وڌيڪ دولت جو هجڻ پسند ڪندي هجي تہ جيئن هو ڪجهہ وڌيڪ غريبن جي مدد ڪري سگهي.ڪي ماڻهو ان ڪري بہ وڌيڪ دولت جا خواهشمند هوند اٿہ جيئن هو مذهبي،ثقافتي ۽ فلاحي ادارن ڪي خيرات طور ڏئي سگهن.ان ڪان هٽي ڪري تہ اسان جي زندگي جا ڪهڙا مقصد آهن پر جيڪڏهن اسان وٽ پيسو آهي تہ أهي سڀ حاصل ٿي سگهن ٿا.ان ڪري اسان ڪي اهو فائدو حاصل آهي تہ اسان پنهنجي مالي فيصلن ڪي بهتر بڻايون.هي حصو ان سلسلي ۾ اسان جي مدد ڪرڻ لاءِ 12 هدايتون ڏئي ٿو.

ان ڪان هٽي ڪري تہ اسان جي زندگي جا ڪهڙا مقصد آهن پر جيڪڏهن اسان وٽ پيسو آهي تہ أهي سڀ حاصل ٿي سگهن ٿا.ان ڪري اسان ڪي اهو فائدو حاصل آهي تہ اسان پنهنجي مالي فيصلن ڪي بهتر بڻايون.هي حصو ان سلسلي ۾ اسان جي مدد ڪرڻ لاءِ 12 هدايتون ڏئي ٿو.

جيڪڏهن توهان کي اها خبر نہ آهي تہ توهان ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو تہ توهان کي احتياط ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ ٿي سگهي ٿو توهان اُتي نہ پهچي سگهو.

---يوگي بيرا

## پنهنجي تشبيهي قابليت جي کوج ڪيو

تشبيهي قابليت جو اصول عام طور تي اهو ٻڌائي ٿو تہ واپار ڪهڙي ريت مختلف ملڪن جي ماڻهن کي وڌيڪ اُپت ڏيڻ ۽ پنهنجي رهڻي ڪهڻي کي بهتر بڻائڻ کي ممڪن ڪري ٿو. جيئن تہ اسان پهرئين حصي جي چوٿين عنصر ۾ ڏٺو آهي تہ واپار ذريعي ڪيئن بہ ملڪ هڪ ٻئي کان فائدو حاصل ڪن ٿا،تشبيهي قابليت جو اُصول بہ فردن جي دولت لاءِ ائين ئي اهم آهي .روزگار يا ڪاروباري سرگرمي ڳولهڻ وقت تشبيهي قابليت ۽ اُن ۾ مهارت توهان کي ان ڳالهہ کان هٿي ڪري تہ توهان ڪيترا پيلا آهيو، پيسو ڪمائڻ ۾ مدد ڪري ٿي.

جيئن تہ اسان پهرئين حصي جي چوٿين عنصر ۾ ڏٺو آهي تہ واپار ذريعي ڪيئن بہ ملڪ هڪ ٻئي کان فائدو حاصل ڪن ٿا،تشبيهي قابليت جو اُصول بہ فردن جي دولت لاءِ ائين ئي اهم آهي .روزگار يا ڪاروباري سرگرمي ڳولهڻ وقت تشبيهي قابليت ۽ اُن ۾ مهارت توهان کي ان ڳالهہ کان هٿي ڪري تہ توهان ڪيترا پيلا آهيو، پيسو ڪمائڻ ۾ مدد ڪري ٿي.

جيڪڏهن ماڻهو اُنهن شين ۾ مهارت حاصل ڪن ٿا جيڪي هو بهتر نموني ڪري سگهن ٿا تہ هو بہ ٻين قومن جيان پيسو ڪمائي سگهن ٿا.ان جو مطلب اهو ٿيندو تہ توهان پنهنجو ڪجهہ وقت هر سرگرمي لاءِ خرچ ڪيو؟يا

وري ڪنهن بي انتها تائين پهچي وڃو ته اهو  به توهان لاءِ غلط هوندو.ڇا اهو ماڻهو ان ڪري مهارت مان فائدو حاصل نه ڪري سگهندو ڇاڪاڻ ته هو هر شيءِ کي مڪمل ڪرڻ جو اهل نه هو؟انهن پنهي سوالن جواب آهي ته ان ڪان هٽي ڪري ته توهان ڪيترا قابل آهيو،توهان ضرور ڪجهه شعبن ۾ بين ڪان وڌيڪ ماهر هوندئو.ساڳي ريت ان ڪان هٽي ڪري ته توهان ڪو به ڪم ڪرڻ ۾ ڪيترا ڪمزور آهيو پر توهان وٽ ڪنهن نه ڪنهن شيءِ ۾ تشبيهي قابليت ضرور هوندي،توهان ڪجهه شين ۾ فائدو حاصل ڪري پنهنجي تشبيهي قابليت ۾ مهارت حاصل ڪري سگهو ٿا.(ڏسو حصو پهريون عنصر 4.)

بين لفظن ۾ توهان جي تشبيهي قابليت جو اندازو توهان جي مڪمل صلاحيتن بدران تشبيهي صلاحيتن سان لڳائي سگهجي ٿو.يقينن فرد هميشه اُتي فائدي ۾ هوندا جتي هو تمام اهميت وُاريون شيون يا ڪم ڪري سگهندا.هي اهو پڻ بڌائي ٿو ته ٽائيگر ووڊز جهڙا ماڻهو تمام گهڻو پيسوڇو ٽا ڪمائين.پر جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن شيءِ ۾ بهترين نه آهي ته هو اُنهن شين ۾ جيڪي هو آساني سان ڪري سگهي ٿو ،مهارت حاصل ڪري فائدا ڪمائي سگهي ٿو.

ڪي ماڻهو اهو سمجهن ٿا ته هو واپار ۾ بين ماڻهن ڪان گهڻ پيسا ڪمائڻ سبب گهڻ قابليت وارا آهن پر اسان پهرئين حصي جي چوٿين عنصر ۾ واپار ڪندڙ پنهي ڌرين جي فائدي بابت بڌائي آيا آهيون ۽ عام طور تي جڏهن توهان پاڻ ڪان وڌيڪ دولتمند ماڻهن سان واپار ڪيو ٿا تڏهن توهان ڪي ان ڪري به وڌيڪ فائدو پهچي ٿو ڇاڪاڻ ته بين امير واپارين جي پيٽ ۾ توهان جون خدمتون توهان جي امير خريدارن لاءِ وڌيڪ اهم آهن .هتي خراب ڳالهه اها آهي ته يا ته توهان پنهنجي پاڻ کي سمجهائي وٺو يا وري توهان بين جي ان ڳالهه کي سمجهي وٺو ته توهان ڪنهن به طريقي سان پنهنجي محنت ذريعي امير نه ٿا ٿي سگهو.ڪي ماڻهو بين جي پيٽ ۾  تمام گهڻ قابليت ۾ ڪم شروع ڪن ٿا .اسان ڏسندا آهيون ته اُهي ماڻهو پنهنجي ڪوشش ۽ تجربي سان اڳتي هلي

بهتر مالي فيصلا ڪري ڪامياب ٿين ٿا.توهان ڪي پنهنجي ڪيريئر جي ترقي لاءِ سرگرم ٿيڻو پوندو ۽ اُهي شيون ڏسڻيون پونديون جيڪي توهان بهتر نموني ڪري سگهو ٿا.پنهنجي صلاحيتن ڪي نکاريو ۽ مارڪيٽ جي سهڪار ذريعي پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب ٿيو.توهان کان وڌيڪ توهان جي صلاحيتن جي باري ۾ ڪير به نہ ٿو ڄاڻي سگهي.

تشبيهي قابليت سبب روزگار جي موقعن جي کوجنا توهان کي اهو ڪم ڪرڻ جي سوچ ڏي ٿي جيڪا توهان بهتر نموني ڪري سگهو ٿا.ان ۾ پيداواري شين جي کوجنا ۽ اُهي سرگرميون شامل آهن جن سان توهان کي وڌ ۾ وڌ اطمينان ٿئي.جيڪڏهن توهان پنهنجي ڪم ڪي مزي سان ڪيو ٿا ۽ ان ڪي اهم سهمجهو ٿا تہ توهان خوشي سان اُن ڪم ڪي بهتر نموني ڪرڻ جي ڪوشش ڪندئو.حقيقي دولت ذاتي اطمينان جي شڪل ۾ ماپي سگهجي ٿي.

## مارڪيٽ ايڪنامي ۾ اُهي ماڻهو اڳتي نڪرن ٿا جيڪي ٻين جي مدد ۽ شين ڪي بهتر نموني ڪرڻ جا طريقا ڳولين ٿا

ڪاروبار وسيلن جي استعمال بابت پسنديدگي ٻڌائي ٿو.جڏهن تہ ان اصطلاح ڪي عام طور تي واپار ۾ فيصلا ڪرڻ جي حوالي سان استعمال ٿيندو آهي.حقيقت ۾ اسان سڀ انٽرپرينيوئر آهيون.اسان مسلسل پنهنجي ڄاڻ هنر ۽ وسيلن ڪي استعمال ڪري ترقي بابت فيصلا ڪري رهيا آهيون.اسان جي مالي ڪاميابي انهن چونڊن جو عڪس ڏيندي .

جيڪڏهن توهان مالي طور ڪامياب ٿيڻ چاهيو ٿا تہ توهان ڪي ڪاروباري طريقي سان سوچڻ جي ضرورت آهي.ٻي ريت توهان کي اڳتي وڌڻ لاءِ پنهنجو فن ۽ موجود وسيلا استعمال ڪري ٻين ڪي اُهي شيون فراهم ڪرڻيون پونديون جن جي هو گهڻي قدر ڪندا هجن.

ٻين کي اُهي شيون ۽ خدمتون جيڪي اُنهن لاءِ اهم هجن،سستي اگهن ۾ فراهم ڪرڻ ۾ ئي مالياتي ڪاميابي آهي .نيشنل هاءِ وي اٿارٽي جي مثال وٺون ٿا جتي نيشنل هاءِ وي اختياريون بلڊوزر،ڪوٽائي جون مشيون،لينڊ رولر،ٻجري،ڏامر ۽ ٻيون ڪيتريون ئي شيون خريد ڪري ماڻهن جي سهولت لاءِ هاءِ وي تعمير ڪن ٿا.نيشنل هاءِ وي اٿارٽي تڏهن منافعو ڪمائي سگهندي جڏهن هو هاءِ وي جي تعمير لاءِ ڪم اينڊڙ رقم کي ٽول ٽيڪس ذريعي وصول ڪرڻ ڪامياب ٿيندي.هتي ٻي مثال هڪ بلڊر جي وٺون ٿا جيڪو زمين خريد ڪري اُن مٿان هڪ وڏي رهائشي عمارت تعمير ڪري ٿو.جيڪڏهن اُهو بلڊر پنهنجا تعمير ڪيل فليٽ پنهنجي لاڳت کان وڌيڪ قيمت ۾ وڪرو ڪرڻ جي قابل هوندو تڏهن ئي هو منافعو ڪمائي سگهندو.بلڊر جي مالي ڪاميابي يا ناڪامي جو دارومدار اُن پاران وسيلن جي قدر وڌائڻ تي آهي.

هتي ٻي مثال هڪ بلڊر جي وٺون ٿا جيڪو زمين خريد ڪري اُن مٿان هڪ وڏي رهائشي عمارت تعمير ڪري ٿو.جيڪڏهن اُهو بلڊر پنهنجا تعمير ڪيل فليٽ پنهنجي لاڳت کان وڌيڪ قيمت ۾ وڪرو ڪرڻ جي قابل هوندو تڏهن ئي هو منافعو ڪمائي سگهندو.بلڊر جي مالي ڪاميابي يا ناڪامي جو دارومدار اُن پاران وسيلن جي قدر وڌائڻ تي آهي.

اُهي فرد جيڪي پنهنجو ذهن استعمال ڪري ماڻهن کي اُهي شيون ۽ خدمتون فراهم ڪندا جيڪي اُنهن لاءِ وڌيڪ اهميت رکن ٿيون تہ اُهي فرد مارڪيٽ ۾ وڌيڪ فائدو حاصل ڪندا.ڪيترا ئي ملازم پنهنجو وقت اهو سوچڻ ۾ خرچ ڪن ٿا تہ اُنهن کي ڪيتري پگهار ملي رهي آهي ۽ هو پنهنجي خدمتن کي ڪهڙي ريت بهتر بڻائي هاڻوڪي ۽ مستقبل جي مالڪن آڏو قدر وڌائي سگهن ٿا.ساڳي ريت ڪيترن ئي ڪاروبارن جا مالڪ پنهنجي شين يا خدمتن جي قيمت وڌائڻ بدران انتظامي شين تي ڌيان رکن ٿا.اُهي ماڻهو جيڪي ٻين لاءِ وڌيڪ قدر واريون شيون ناهڻ ڄاڻين ٿا تہ اُهي پنهنجيون شيون ۽ خدمتون مهانگي اگهن تي وڪرو ڪرڻ جي قابل هوندا.

جيڪڏهن توهان سنجيدگي سان ان بابت سوچيو ته توهان کيئن پنهنجين شين ۽ خدمتن جي قدر وڌائي سگهو ٿا ته ڪاميابي لاءِ پنهنجي صلاحيتن کي گهٽ نہ سمجهو. ڪڏهن ڪاروباري فن غير متوقع جڳهن تي بہ هوندو آهي.ڪنهن سوچيو هو تہ ملڪ شيڪ واري مشين ڪپائيندڙ نوجوان ري ڪراڪ اڳتي هلي فرينچائيزنگ جي ڪاروبار ۾ انقلاب آڻيندو ۽ ميڪ ڊونلڊز جهڙي ننڍي ريسٽورنٽ کي دنيا جي وڏي ۾ وڏي فاسٽ فوڊ چين ۾ تبديل ڪندو؟چا ڪنهن اهو سوچيو هو تہ 1970 ڌاري ملڪ جي غريب ترين رياست ۾ ننڍڙي دڪان هلائيندڙ سيم والٽن 1990 ڌاري آمريڪا جو وڏي ۾ وڏو ريٽيلر ٿي ويندو؟ڪنهن کي اها خبر بہ ڪٿي هئي تہ ايٽلانٽا ۾ آئوٽ ڊور سائن ڪاروبار ڪندڙ ٽيڊ ٽرنر جنهن جي خراب رويي سبب ڪاليج مان نيڪالي بہ ملي،اُهو دنيا جو هڪ تمام وڏو ڪيبل نيوز نيٽورڪ هلائيندو؟.

> چا ڪنهن اهو سوچيو هو تہ 1970 ڌاري ملڪ جي غريب ترين رياست ۾ ننڍڙي دڪان هلائيندڙ سيم والٽن 1990 ڌاري آمريڪا جو وڏي ۾ وڏو ريٽيلر ٿي ويندو؟ڪنهن کي اها خبر بہ ڪٿي هئي تہ ايٽلانٽا ۾ آئوٽ ڊور سائن ڪاروبار ڪندڙ ٽيڊ ٽرنر جنهن جي خراب رويي سبب ڪاليج مان نيڪالي بہ ملي،اُهو دنيا جو هڪ تمام وڏو ڪيبل نيوز نيٽورڪ هلائيندو؟.

اهي ڪجهہ وڏي درجي وارا ڪيس هئا پر ساڳي ڳالهہ بار بار ٿيندي رهي ٿي .ڪي ڪامياب واپاري ڪڏهن اهڙي پسمنظر مان اُبريا هوندا آهن جيڪي اُنهن جي ڪاميابي ڪان بالڪل غيرواقف آهن.پر اُنهن ۾ هڪ ڳالهہ عام هجي ٿي تہ اُهي ڪم ڪرڻ جا مختلف طريقہ ڳولين ٿا ۽ وسيلن جي قدر بہ وڌي ٿي.

خودساختہ ڪاروبار واري ڪاروباري ماڻهن جي مالي ڪاميابي ڇئن ذريعن مان معلوم ٿئي ٿي.

سڀ کان پهرين اُنهن جي ڪاميابي ڪاروباري فن جي عڪاسي ڪري ٿي:هڪ صلاحيت جنهن ۾ نين شين جي ايجاد ،پيداواري لاڳت گهٽائڻ وارا طريقا ۽ منافعي جا اُهي موقعا جيڪي ٻين پاران نظر انداز ڪيا وڃن ٿا.ٻيو پاڻمرادي روزگار ۾ نوڪري ڪرڻ کان وڌيڪ رسڪي ۽ بهتر اُپت وجهڻ جا خطرا هوندا آهن. پاڻمرادي روزگار ۾ هڪ ٻڌايل آمدن جي پڪ نہ هوند ي آهي پر پاڻمرادي روزگار سان لاڳاپيل رسڪ ذريعي سوچ مطابق بهتر آمدن ٿئي ٿي (۽ دولت وڌي ٿي.)جيڪڏهن پاڻمرادي روزگار جي ڀيٽ ۾ نوڪري ڪرڻ گهٽ رسڪي هوندو تہ ماڻهو پاڻمرادو روزگار بند ڪري گهٽ رسڪ وارن موقعن مان فائدو وٺندا.ان سان وڌيڪ رسڪ واري نوڪري ۾ اپت وڌندي ۽ گهٽ رسڪ واري نوڪري ۾گهٽ اُپت ملندي.

ٽيون،بچتن ۾ واڌ جي شرح ڪاروباري فردن جي دولت ۾ واڌارو ڪري ٿي.ڪاروبار ڪندڙ شروعاتي طور تي پنهنجي آمدن جو گهٽ حصو پاڻ وٽ رکندا آهن تہ جيئن ڪاروبار کي بهتر بڻائڻ لاءِ هو ان آمدن کي ٻيهر سيڙائي سگهن.ڪاروبار جي ڪامياب ٿيڻ باوجود بہ ڪيترا ئي مالڪ پنهنجي منافعي کي بهتري ۽ ڪاروباري واڌ ۾ خرچ ڪن ٿا.

چوٿون،ڪاروبار جا مالڪ ڪيترن ئي ڪلاڪن تائين ڪم ڪن ٿا.ڪيترن ئي ڪاروباري مالڪن لاءِ هفتي ۾ 40 ڪلاڪ ڪم ڪرڻ ،ٻهار جي موڪلن جيان هوندو آهي.ڪم جا وڌيڪ ڪلاڪ اُنهن جي آمدن ۽ دولت وڌائين ٿا.

ملازم بہ اهي طريقا اپنائي پاڻمرادي روزگار وارين مالڪن جي آمدن ۽ دولت ۾ واڌارو ڪري سگهن ٿا.اُهي پنهنجون بچتون اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ لڳائي رسڪي ڪاروباري مالڪي جي ڀيٽ ۾ بهتر منافعا حاصل ڪري سگهن ٿا.جيڪڏهن هو چاهين ٿا تہ اُنهن وٽ وڌيڪ دولت ۽ وڌيڪ آمدن هجي تہ هو اهو سڀ ڪجهہ وڌيڪ ڪم ۽ بچتن جي بهتر شرح ذريعي ڪري سگهن ٿا.ان کان

علاوه وڏيڪ اهم اهو آهي تہ ملازم "ڪاروباري ماڻهن جيان سوچي" بہ فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا.جيئن واپاري ماڻهن جي آمدن واهپيدارن جي اطمينان تي ٻاڙي تي تيئن ئي ملازمن جي آمدن سندن مالڪ آڏو ڪم جي قدر سان لاڳاپيل هوندي آهي.جيڪڏهن ملازم وڌيڪ آمدن ڪمائڻ چاهين ٿا تہ ان لاءِ اُنهن ڪي پاڻ اندر اهڙيون خصوصيتون ۽ ڪم ڪرڻ جون عادتون وجهڻيون پونديون جيڪي ٻين لاءِ اهم هجن.

ڪاروباري طريقي سان سوچڻ ان وقت وڌيڪ اهم تي وڃي ٿو جنهن وقت تعليم ۽ سکيا جي حوالي سان فيصلا ڪرڻا هجن.تعليم ايسيتائين توهان جي آمدن نہ وڌائي سگهندي جيسيتائين توهان پاڻ حاصل نہ ڪيو ۽ پنهنجي خدمتن کي ٻين لاءِ اهم بڻائڻ خاطر پنهنجي اندر صلاحيتون پيدا نہ ڪيو.اُهي صلاحيتون بهتر لکڻ ،بهتر نموني سان ڳالهائڻ ۽ رياضي جي بنيادي اصولن جو استعمال ۽ اُهي صلاحيتون جيڪي توهان جي پيداواري صلاحيتن کي ماڻهن جي وڏي ميڙ آڏو ظاهر ڪن.اُهي صلاحيتون جيڪي توهان جي پيداواري صلاحيتن کي ٻين لاءِ اهم بڻائين ٿيون،اُهي صرف تعليم ذريعي ملن ٿيون.ڪاليج جا شاگرد جيڪي سوچين ٿا تہ ڊگري کين بهتر نوڪري جي ٽڪيٽ آهي ،سي جڏهن نوڪرين واري مارڪيٽ ۾ گهڙن ٿا تڏهن کين ان ڳالهہ جو بہ تجربو ٿي وڃي ٿو.مارڪيٽ واري معيشيت ۾ ڪم ڪرڻ جا بهتر طريقا ۽ ٻين کي ڏيتي ليتي ۾ مدد ڪرڻ ٻنهي واپارين ۽ ملازمن جي آمدن وڌائين ٿا.جيڪڏهن توهان وڌيڪ آمدن ڪمائڻ چاهيو ٿا تہ توهان کي اها ڳالهہ سمجهڻي پوندي تہ توهان کيئن پنهنجي فن کي استعمال ڪري ٻين لاءِ وڌيڪ حصو گڏائي سگهو ٿا.

اُهي صلاحيتون بهتر لکڻ ،بهتر نموني سان ڳالهائڻ ۽ رياضي جي بنيادي اصولن جو استعمال ۽ اُهي صلاحيتون جيڪي توهان جي پيداواري صلاحيتن کي ماڻهن جي وڏي ميڙ آڏو ظاهر ڪن.اُهي صلاحيتون جيڪي توهان جي پيداواري صلاحيتن کي ٻين لاءِ اهم بڻائين ٿيون،اُهي صرف تعليم ذريعي ملن ٿيون.

## پنهنجي آمدن کا گهٽ خرچ ڪيو ۽ هيئنر ڪان ئي بچت جو ريگيولر منصوبو شروع ڪريو.

*"ڪاپر فيلڊ، ميڪابر ڪي چيوته منهنجو پيو مشورو اهو آهي ته 20 پائونڊ جي ساليانِي آمدن ۽ 19 پائونڊ جو ساليانو خرچ خوشي آڻي ٿو. ان ڪان علاوه هُن چيو ته 20 پائونڊ جي ساليانِي آمدن ۽ 21 پائونڊ جو خرچ تباهي آڻي ٿو."*

چارلس ڊڪنز،ڊيوڊ ڪاپر فيلڊ

امير ٿيڻ لاءِ بچت ڪرڻ تمام ضروري آهي.اُهي قومون دولتمند ٿين ٿيون جيڪي پنهنجي پيداوار کان گهٽ شيون استعمال ڪري بچت ڪن ٿيون.بچت ذريعي ئي ڪو ملڪ دولت جي پيداوار لاءِ ضروري سرمايو حاصل ڪري سگهي ٿو.بچتن لاءِ ضروري آهي ته اُنهن کي پيداواريت ۾ سيڙايو وڃي ته جيئن واهپيدارن لاءِ وڌيڪ قدر پيدا ڪري سگهجي.(ڏسو عنصر 4 حصو بيون).اها ساڳي ڳالهہ اُنهن فردن لاءِ به نيڪ رهندي جيڪي بچت ڪري سيڙپ ڪن ٿا.جو خوش قسمت ئي هوندو جيڪو بچت جي بغير امير ٿي ويندو.

سيڙپ پلي ڪيتري به بهتر چو نه هجي پر ان جي اهميت جيان اڄ کان بچت لاءِ قدم کڻڻ به اهم آهي.ان مشوري جو عام جواب اهو ملي ٿو ته :"مون کي خبر آهي ته مون کي بچت ڪرڻ گهرجي پر آئون پنهنجا ضروري خرچ به مشڪل سان پورا ڪندو آهيان ان ڪري مون وٽ بچت لاءِ بجيٽ ئي نه آهي.پر آئون ايمانداري سان اهو چوان ٿو ته آئون مستقبل ۾ ضرور بچت ڪندس".جيڪڏهن توهان جو جواب اهو آهي ته ان بابت وڌيڪ سوچيو.هڪ ماڻهو جيڪڏهن اڄ شروع ڪندو ته هو يقينن وڌيڪ پيسا بچائيندو.

اسان هميشه پنهنجيون ضرورتون خريد ڪرڻ لاءِ سوچيندا رهيون ٿا ۽ اسان ايتري خريداري ڪريون ٿا جيتري جي شايد اُسان ڪي ضرورت به نه هجي.اقتصادي ماهر سدائين بورڊ تي ڳهرج بابت لائينون ڇڪيندا رهن ٿا پر ڪڏهن به ضرورت لاءِ اُنهن لائينون نه ڇڪيون آهن ڇاڪاڻ ته اسان جا خرچ ڪرڻ وارا ڪيترا ئي فيصلا اجايا هجن ٿا.جڏهن ڪنهن شي ۽ جو اگهه وڌي ٿو ته اسان اُن جي گهٽ مقدار ۾ ڳهرج ڪيون ٿا پر جيڪڏهن شين جا اگهه هيٺ وڃن ٿا ته اسان کي اهو لڳي ٿو ته ان شيءِ بابت اسان جو ضرورتون وڌي ويون آهن.

ان ڪري هر شخص بالڪل گهٽ آمدن ڪمائيندڙ به ذاتي قربانين بنا ئي پنهنجا خرچ گهٽائي سگهن ٿا.اهو سوچڻ تمام آسان آهي ته توهان جي آمدن وڌڻ کانپوءِ ئي توهان بچت شروع ڪندئو پر ان خيال ۾ به مسئلا آهن .

پهريون مسئلو اهو آهي ته اڄ جيڪڏهن توهان ۾ بچت ڪرڻ جي سگهه نه آهي ته توهان ڪڏهن به ائين نه ڪري سگهندئو.پنهنجي پاڻ اهو سوچي بيوقوف بڻائڻ ته توهان جي ضرورتن جي حساب سان توهان جي آمدن وڌندي رهندي،بهتر آهي ته توهان مستقبل ۾ پنهنجي پيسي کي بچايو.اها حقيقت آهي ته اُهي ماڻهو جيڪي بچت ڪن ٿا اُنهن اُن وقت بچت ڪرڻ شروع ڪئي جڏهن اُنهن جي آمدن بالڪل گهٽ هئي ۽ اُنهن جي آمدن وڌڻ جو سبب به اهو ئي آهي ته اُنهن پنهنجي شروعاتي زندگي کان ئي بچت شروع ڪئي.

بچت نه ڪرڻ سان ٻيو مسئلو اهو ٿيندو ته ريٽائرمينٽ وقت توهان وٽ ڪجهه به نه هوندو.اها هڪ عام ڳالهه آهي ته توهان جيترو جلدي بچت شروع ڪندئو،اوترو ئي هلي توهان جي ريٽائر ٿيڻ تائين توهان وٽ وڏيک دولت هوندي.

هتي اهم ڳالهه اها آهي ته جيڪڏهن توهان شروعاتي طور تي تمام گهٽ بچت ڪندئو ته ريٽائر ٿيڻ تائين توهان ڪيتري دولت ٺاهي سگهندئو.توهان پاران ڪيل اڄ جي تمام گهٽ بچت مستقبل ۾ توهان جي دولت تي وڏو اثر وجهندي .اسين ننڍي عمر ۾ بچت جي فائدن کي ستين عنصر

۾ بيان ڪندا سين پر هن وقت تائين توهان صرف هينئين مثال تي غور ڪريو ته خيالي دنيا ۾ رهڻ توهان لاءِ ڪيترو مهانگو ثابت ٿي سگهي ٿو.ٿوري دير لاءِ اهو سوچيو ته توهان پنهنجي 22 هين سالگرهه ملهائي رهيا آهيو ۽ ڪاليج مان ڊگري حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ توهان پنهنجي پهرين نوڪري شروع ڪرڻ وارا آهيو.جيئن ته توهان شروعاتي طور تي تمام گهٽو پيسو نه ٿا ڪمائي سگهو ۽ توهان جي ريٽائرمينٽ ۾ به ڪيترا ئي سال آهن.توهان پنهنجي پاڻ سان اهو واعدو ڪيو ته توهان پنهنجي 30 هين سالگرهه کان بچت ڪرڻ شروع ڪندئو.بهتر ٿيندو ته توهان هيئنر کان ئي بچت تي ڌيان ڏيو.اهو ڪو وڏو مسئلو ڪونهي .توهان پنهنجي 24 هين سالگرهه تائين روز ٻه ڊالر بچايو.

اهو يقينن روزانو ڪافي ۽ بوتلن تي ٿيندڙ خرچ برابر آهي،پوءِ توهان پنهنجي 24 هين سالگرهه کان 26 هين سالگرهه تائين روزانو 3 ڊالرز بچايو.اهو توهان جي عام بچتن ۾ هڪ تمام معمولي واڌ آڻيندو ۽ توهان جي آمدن وڌي ويندي.26 سالن جي عمر ۾ روزانو 4 ڊالرز بچايو ۽ جڏهن توهان 30 سال جا ٿيو ته توهان پاڻ سان ڪيل واعدي مطابق پنهنجي بچتن جو منصوبو شروع ڪري ڇڏيو.توهان جي روز جي بچت توهان جي روزمرهه جي زندگي تي ڪو خاص اثر نه وجهندي پر جڏهن توهان 30 سالن جاتي ويندئو تڏهن توهان روزانو ٻه ڊالرز،3 يا 4 ڊالرز جي قرباني جي بدلي 9 هزار 490 ڊالرز بچائي چڪا هوندئو.

26 سالن جي عمر ۾ روزانو 4 ڊالرز بچايو ۽ جڏهن توهان 30 سال جا ٿيو ته توهان پاڻ سان ڪيل واعدي مطابق پنهنجي بچتن جو منصوبو شروع ڪري ڇڏيو.توهان جي روز جي بچت توهان جي روزمرهه جي زندگي تي ڪو خاص اثر نه وجهندي پر جڏهن توهان 30 سالن جاتي ويندئو تڏهن توهان روزانو ٻه ڊالرز،3 يا 4 ڊالرز جي قرباني جي بدلي 9 هزار 490 ڊالرز بچائي چڪا هوندئو.

دلچسپ ڳالهه اها آهي ته توهان جي 67 سالن جي عمر ۾ ريٽائر ٿيڻ وقت، توهان جي بچتن ذريعي دولت ۾هڪ لک 53 هزار 3 سو پنج ڊالرز جو

واڌارو تي چڪو هوندو.بچتن تي فائدي کي ذهن ۾ رکندي توهان اهو سمجهي سگهندئو تہ توهان جي 30 سالن جي عمر ۾ شروع ڪيل بچت پروگرام اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ ٽيندڙ سيڙپڪاري کان بہ وڌيڪ اُپت ڏني هوندي.اسان توهان کي اهو مشورو نہ پيا ڏيون تہ توهان مستقبل ۾ امير ٿيڻ لاءِ حاليہ زندگي کي وساري ڇڏيو پر ٻن شين جو خيال ضرور رکو.

1980 ڌاري آمريڪي ڪانگريس پنهنجي شهرين لاءِ اهو ممڪن بڻايو تہ توهان ٽيڪس ادا ڪرڻ کان اڳ بچت ڪري سگهو ٿا.هي اها رقم آهي جيڪا توهان جي ٽيڪس واري آمدن ذريعي ڪٽجي وڃي ٿي ها ان ڪري بچتن ذريعي توهان پنهنجي ٽيڪس واري آمدن گهٽائي سگهو ٿا.ان کان علاوه توهان جي بچتن تي ايسيتائين ٽيڪس نہ لڳندو جيسيتائين ريٽائرمينٽ ڪانپوءِ توهان اُن آمدن کي استعمال نہ ڪيو.بچتن تي ان قسم جي مستقبل جي ٽيڪس سازي هاڻوڪي بچتن لاءِ قرباني کي گهٽ ڪري ٿي.

ان کان علاوه توهان جي بچتن تي ايسيتائين ٽيڪس نہ لڳندو جيسيتائين ريٽائرمينٽ ڪانپوءِ توهان اُن آمدن کي استعمال نہ ڪيو.بچتن تي ان قسم جي مستقبل جي ٽيڪس سازي هاڻوڪي بچتن لاءِ قرباني کي گهٽ ڪري ٿي.

ٻيو تہ بچتن جو منصوبو هاڻوڪي خرچن کي گهٽ ڪري ٿو.۽ گهٽ خرچ ڪرڻ جا ٻيا ڪيترا ئي طريقا ٿي سگهن ٿا.توهان پنهنجي مالي مستقبل جي تيارين دوران يقينن مطمئن هوندئو ۽ پنهنجي پاڻ کي محفوظ سمجهندئو.اڄ کان بچت کاتي جي کُلڻ سان توهان جي مستقبل جي مالي مشڪلاتن ۾ گهٽتائي ايندي ۽ توهان جو طرز زندگي بهتر ٿيندو.ان کان علاوه زندگي غيرمتوقع خرچن جي سيريز آهي.خرچن کي منهن ڏيڻ لاءِ توهان وٽ بچت اڪائونٽ جو هجڻ ضروري آهي.توهان کي پنهنجي ريٽائرمينٽ لاءِ پڻ بچتن جي ضرورت آهي.روزانو جي بنياد تي بچت ڪرڻ توهان جي زندگي جو حصو بڻجي وڃي ٿي.۽ ان کي کاڌوخوراڪ ،ٽرانسپورٽيشن ۽ ٻين خرچن جيان

سمجهڻ جي ضرورت آهي.توهان جا سيٺ پاٽمرادو ٿي توهان جي مرضي سان بچت واري رقم توهان جي بچت اڪائونٽ ۾ منتقل ڪري ڇڏيندو.ان موقعن کي نہ وڃايو.“جڏهن بچتن جي ڳالهہ اچي ٿي تہ سڀ کان بهتر اهو هوندو تہ بچت ڪرڻ شروع ڪيو.”

## ڪنهن بہ شيءِ کي اُن جي استعمال جوڳي عمر کان وڌيڪ فنانس نہ ڪيو.

اُن وقت ڇا ٿيندو آهي جڏهن توهان ڪپڙن،موڪلن،يا پنهنجي واهپي جي شين خريد ڪرڻ لاءِ قرض ڪٽندا آهيو؟ڇا ٿيندو آهي جڏهن توهان اُها گاڏي خريد ڪرڻ لاءِ جيڪا ٻن سالن ۾ خراب ٿي ويندي،48 مهين جو قرض ڪٽو ٿا.انهن ٻنهي سوالن جو جواب ساڳيو ٿي آهي تہ توهان تمام جلد اُنهن شين جو ادائگيون ڪري رهيا هوندئو جيڪي توهان لاءِ يا ڪنهن بہ شخص لاءِ گهٽ قدر واريون هونديون آهن.اهي ادائگيون بوڪلاهٽ ۽ مالي عدم تحفظ کي وڌائين ٿيون.

ڪنهن اهڙي شيءِ لاءِ قرض ڪٽڻ جنهن جي عمر اُن قرض کان بہ ننڍي هجي،توهان کي ماضي جي خوشين لاءِ مستقبل ۾ ادائگيون ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿو ۽ توهان جون هاڻوڪيون خواهشون ماري ڇڏي ٿو.ان سان توهان جا خرچ توهان جي آمدن کان وڌي ويندا .ان جو مطلب تہ توهان جا وڌنڌڙ قرضا،توهان کي مستقبل ۾ غريب کان غريب تر ڪري ڇڏيندا.اها مالياتي تباهي جي راهہ آهي.

ڇا ڪنهن فرد يا خاندان لاءِ قرض تي ڪا شيءِ خريد ڪرڻ عقلمندي هوندي؟انهن جو جواب آهي ها ،پر صرف اُن صورت ۾ جڏهن اُن شيءِ جي عمر تمام گهڻي هجي ۽ ڪنيل قرض ان شيءِ جي عمر پوري ٿيڻ کان اڳ ئي ادا ٿي

وجي.ان طريقي سان توهان اُن شيءِ جي ادائيگي اُن جي استعمال سان گڏ گڏ ڪيوٿا.تمام گهڻ خريداريون انهن قاعدن تي پوريون لهن ٿيون جيئن گهريلو خرچا مطلب هائوسنگ ،گاڏيون ۽ تعليم. جيڪڏهن ڪنهن گهر جي صحيح سار سنڀال لڌي وڃي تہ اُهو گهر 40 کان 50 سالن تائين استعمال ڪري سگهبو.ان صورتحال ۾ گهر تعمير ڪرائڻ لاءِ 30 سالن جي مدي وارو ڪنيل قرض عقلمندي هوندو.ساڳي ريت جيڪڏهن ڪا گاڏي 4 کان پنج سال استعمال ڪري سگهجي ٿي تہ اُن لاءِ 48 مهينن جو قرض ڪٽڻ ۾ ڪا برائي نہ آهي.

جيڪڏهن ڊگهي مدي واريون شيون آمدن ۾ واڌارو ڪن ٿيون يا ڪا اهميت واري خدمت قرض لهڻ بعد بہ فائدو پهچائي رهي آهي تہ ان صورت ۾ قرضن جون ادائيگيون بچت ۽ سيڙپ جو ڪردار ادا ڪن ٿيون.

## پنهنجي پيسي مان وڌيڪ فائدو حاصل ڪرڻ جا بہ طريقا:ڪريڊٽ ڪارڊ ذريعي قرص کان پري رهو ۽ استعمال ٿيل شيون خريد ڪرڻ بابت سوچيو.

اسان مان ڪيترا ئي ماڻهو اڄ گهڻ خرچ ڪري مستقبل ۾ تمام گهڻي دولت حاصل ڪرڻ چاهيندا،اهي ماڻهو جن جي آمدن جي سطح بهتر آهي ،اُهي بہ طريقن سان هن مقصد کي هيناهون بڻائين ٿا.پهريون تہ هو ڪا شيءِ خريدڪرڻ کان اڳ ئي ان بابت گهرائي سان سوچين ٿا.ٻيو اُهي ماڻهو استعمال ٿيل شين جي خريداري بدران نين شين جي خريداري تي زور ڏين ٿا.

ڪريڊٽ ڪارڊ جا نقصان مالي ڪاميابي جي رستي ۾ تمام وڏي رڪاوٽ آهن.جيتوڻيڪ ڪيترا ئي ماڻهو ڪريڊٽ ڪارڊ جو محتاط استعمال ڪن ٿا جڏهن تہ ٻيا وري ڪريڊٽ ڪارڊ کي ان ريت استعمال ڪن ٿا تہ جيئن اهو پيسو اُنهن جو پنهنجو ئي هجي. ڪريڊٽ ڪارڊ ۾ پيسي جي موجودگي

توهان جي قرض کڻڻ جي اهليت ظاهر ڪري ٿي،نه ڪي توهان جي دولت وڌائي ٿي.اهو بهتر رهندو ته ڪريڊٽ ڪارڊ کي پنهنجي ذاتي اڪائونٽ جو واڌو حصو سمجهيو وڃي.توهان صرف اُنهن پيسن لاءِ ڪريڊٽ ڪارڊ جو استعمال ڪري سگهو ٿا جيڪي توهان هر مهيني بل جي صورت ۾ ادا ڪرڻ جي سگهه رکندا آهيو. جيڪڏهن توهان وٽ پنهنجي اڪائونٽ ۾ ايترا پيسا نه آهن ته پوءِ خريداري به نه ڪيو.

ڪريڊٽ ڪارڊ استعمال جي حساب سان جيترا آسان آهن ،اوترا ئي قرضن جي حساب سان مهانگا به آهن چاڪاڻ ته ڪريڊٽ ڪارڊ قرضن ۾ واڌاري کي آسان بڻائين ٿا ۽ اُهي اثرائتي طور تي خطرناڪ هوندا آهن.ڪي ماڻهو ڪارڊ ۾ بيلينس هجڻ ڪري خرچن جي حساب سان بي قابو ٿي وڃن ٿا .جيڪڏهن توهان سان به اهو مسئلو آهي ته توهان کي ترت ڪو قدم کڻڻ جي ضرورت پوندي.توهان کي پنهنجي هٿن ۾ قينچي کڻي انهن سيني ڪارڊن کي ٽڪرن ۾ ورهائڻ جي ضرورت آهي.جيڪڏهن توهان ائين نه ڪندئو ته اُهي توهان کي مالي بدقسمتي طرف ڏڪي ڇڏيندا.

جيڪڏهن توهان سان به اهو مسئلو آهي ته توهان کي ترت ڪو قدم کڻڻ جي ضرورت پوندي.توهان کي پنهنجي هٿن ۾ قينچي کڻي انهن سيني ڪارڊن کي ٽڪرن ۾ ورهائڻ جي ضرورت آهي.جيڪڏهن توهان ائين نه ڪندئو ته اُهي توهان کي مالي بدقسمتي طرف ڏڪي ڇڏيندا.

ماڻهن لاءِ ڪريڊٽ ڪارڊ جي قرضن تي 15 کان 18 سيڪڙو وياج پرڻو پوي ٿو.اهو ڪيترن ئي ماڻهن ۽ ڪامياب سيڙپڪارن جي بچت ۽ سيڙپ جي منافعن کان به وڌيڪ آهي.جيئن ته اسان ايندڙ عنصرن ۾ ڏسي سگهندا سين ته بچت تي هر سال 7 سيڪڙو جي شرح ذريعي توهان آساني سان دولتمند ٿي سگهو ٿا.جڏهن ته بدقسمتي سان وياج جي تمام گهٽي شرح جو اثر اُن جي ابتڙ هوندو.ڪريڊٽ ڪارڊ تي 15 کان 18 سيڪڙو وياج جي شرح هڪ سُٺي آمدن ڪمائيندڙ کي غريب بڻائي ڇڏي ٿي.

يقينن توهان وٽ ڪريڊٽ ڪارڊ جو ججهو بل موجود هوندو.توهان لاءِ اهو بهتر هجي ها جيڪڏهن توهان ،ان ڪان بچي سگهو ها.پر جيڪڏهن توهان اڄ ڪان ئي بچت شروع ڪندئو تہ اجا بہ توهان وٽ موقعو آهي .توهان پاران ڪريڊٽ ڪارڊ جو قرض لاهڻ لاءِ بچايل هر ڊالر 18 سيڪڙو منافعو ڪمائي ٿو يا وري جيڪو ڪجهہ توهان قرضن جي مد ۾ ادا ڪري رهيا آهيو.

جيڪڏهن توهان جي ڪريڊٽ ڪارڊ تي وياج جي شرح 18 سيڪڙو ڪان گهٽ بہ آهي تہ پوءِ بہ اها توهان جي بچت پروگرام ڪان وڌيڪ هوندي سواءِ ان جي جو توهان خوشقسمت هجو ۽ سيڙپڪاري ۾ سُنا هجو.جيتوڻيڪ توهان ان ڳالهہ کي برو نہ سمجهندئو تہ توهان جي بچت 18 سيڪڙو ڪمائي رهي آهي ۽ اهو پيسو توهان جي سيڙپڪاري کاتي ۾ بہ نہ وڃي رهيو آهي.پر ان سان توهان جو قرض لهي رهيو آهي.جيڪڏهن ڪنهن شخص وٽ ڪريڊٽ ڪارڊ جو قرض آهي ۽ هو ڪامياب مالي زندگي گذارڻ چاهي ٿو تہ اُن لاءِ ضروري آهي تہ هو اُهو سڄو قرض ادا ڪري ڇڏي.

جيڪڏهن توهان وٽ قرض لاهڻ جا پيسا نہ هجن تہ ؟تہ پوءِ بينڪ ڪان قرض ڪڍو۽ جيترو جلد ٿي سگهي ايندڙ 6 مهينن ۾ اُن قرض جي ادائيگي لاءِ منصوبو جوڙيو .

پيسو بچائڻ جو هڪ بيو طريقو اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ توهان پنهنجي ضرورت لاءِ نين شين بدران پراڻيون شيون خريد ڪريو.نيون شيون خريد ڪرڻ سان هڪ وڏو مسئلو اهو بہ پيدا ٿئي ٿو تہ وقت گذرڻ سان اُنهن شين جي قدر بہ تيزي سان گهٽجندي رهي ٿي.ان ڪري جڏهن بہ نئين شيءِ خريد ڪئي ويندي آهي تہ اُها شيءِ گهٽي عرصي تائين نئين نہ رهي سگهندي آهي.مارڪيٽ جي نظر ۾ اها شيءِ استعمال ٿيل ٻڌجي ويندي آهي.

## هر مهيني حقيقي بچت کاتي ۾ ادائيگيون ڪرڻ شروع ڪريو.

اسين مستقبل ۾ بچتن جي قدر جي حوالي سان ٻڌائي چڪا آهيون پر توهان وٽ حقيقي بچت اڪائونٽ جو هجڻ ضروري آهي.اهو ڇا آهي؟حقيقي دنيا ۾ ڪيتريون ئي شيون اوچتيون ٿين ٿيون.جيئن گاڏي جو حادثو ٿيڻ،ڇت مان پاڻي ٽپڪڻ،گهر ۾ نلڪن جو خراب ٿيڻ،يا وري توهان جي ٻار جي ٻانهن ڀڄڻ وغيره.اهي اوچتا وقعا فطرت ۽ وقت سان لاڳاپيل هوندا آهن.ڊگهي عرصي تائين اهو اندازو لڳائڻ مشڪل هوندو آهي ته ته سيني ماڻهن کي ان قسم جي ڪيترن خرچن کي منهن ڏيڻو پوندو.ان ڪري انهن خرچن لاءِ منصوبہ بندي جوڙڻ ضروري آهي.ان لاءِ ئي ته توهان جو حقيقي بچت کاتو هوندو آهي جيڪو توهان کي غير متوقع بلن جي ادائيگي ۽ توهان جي جذباتي پريشاني دوران مدد ڪري ٿو.

ان جو متبادل اهو ٿي سگهي ٿو ته پهريان اهڙن واقعن جي ٿيڻ جو انتظار ڪجي ۽ پوءِ اُنهن کي منهن ڏيڻ لاءِ حڪمت عملي جوڙي وڃي.ان جو مطلب اهو آهي ته يا اسان کي ڪريڊٽ ڪارڊ ذريعي انهن واقعن کي منهن ڏيڻو پوندو يا وري ڪنهن ٻئي طريقي سان بدتر شرطن تي قرض ڪڻڻو پوندو.پوءِ توهان کي اهو ڏسڻو پوندو ته توهان ان قرض جي مد ۾ لڳندڙ وياج يا اُن قرض جي واپسي جون ادائيگيون ڪيئن ڪندئو.اهو سڀ ڪجهہ مالي ڏکيائين ۽ بي عقل مالي فيصلن ڏانهن ڇڪيندو.توهان کي اهڙن واقعن کي منهن ڏيڻ لاءِڪيتري بچت ڪرڻ گهرجي؟.هڪ طريقو اهو ٿي سگهي ٿو ته توهان گذريل سال اهڙن واقعن جي خرچ کي ذهن ۾ رکو ۽ اُن انگ کي 12 ۾ ونڊيو.اُن جي نتيجي ۾ ظاهر ٿيندڙ انگ کي پنهنجي ماهوار حقيقي بچت کاتي ۾ محفوظ ڪريو.توهان مستقبل ۾ ان مد ۾ وڏيڪ خرچن جي سوچ رکي پنهنجي ان کاتي ۾ وڏيڪ پيسا بہ بچائي سگهو ٿا.ان قسم جي خرچن بابت ڪو بہ صحيح اندازو نہ ٿو لڳائي سگهجي.جيڪڏهن ان کاتي ۾ پيسا رقم مسلسل وڌندي رهي ٿي تہ توهان ان پيسي کي ٻين ڪمن يا پنهنجي ريٽائرمينٽ ڪانپوءِ واري بچت

منصوبي تحت ڪتب آڻي سگهو ٿا.هتي ڪم جي ڳالهه اها آهي ته توهان پنهنجي حقيقي بچت ڪاتي ۾ لازمي طور تي هر مهيني ۾ ڪجهه نه ڪجهه ضرور رکو.ان ڪري اهي ادائگيون به توهان جي قرضن جي ادائيگي ،بجلي جي بلن يا ٻين عام خرچن جيان هجڻ گهرجن.

حقيقي بچت ڪاتو توهان کي گهٽ خرچن ۽ مستقبل ۾ مالياتي لاهن چاڙهن کي منهن ڏيڻ جي ڪم اچي ٿو.ان ڪاتي جي مدد سان توهان مستقبل جي غير متوقع خرچن ڪان پريشان ٿيڻ ڪان بچي ويندئو.جيڪڏهن توهان جي زندگي ۾ اهڙا غير متوقع واقعا گهٽ ٿيندا ته ان ڪاتي ۾ پيل رقم وڌندي رهندي.۽ جڏهن اهي واقعا وڌي وڃن ٿا ته پوءِ توهان جو اهو ڪاتو خالي به ٿي سگهي ٿو. پر توهان مطمئن هوندئو چاڪاڻ ته توهان انهن خرچن جي حوالي سان اڳ ۾ ئي تياري ڪري چڪا آهيو.ان طرح سان بجاءِ ان جي جو توهان جو پيسو توهان تي ضابطو رکي،توهان پنهنجي پيسي تي ضابطو رکي سگهندئو.

ان ڪاتي جي مدد سان توهان مستقبل جي غير متوقع خرچن ڪان پريشان ٿيڻ ڪان بچي ويندئو.جيڪڏهن توهان جي زندگي ۾ اهڙا غير متوقع واقعا گهٽ ٿيندا ته ان ڪاتي ۾ پيل رقم وڌندي رهندي.۽ جڏهن اهي واقعا وڌي وڃن ٿا ته پوءِ توهان جو اهو ڪاتو خالي به ٿي سگهي ٿو.

## مرحليوار وياج جي شرح جي طاقت کي پنهنجي ڪتب آڻيو.

تيئن عنصر ۾ اسان مسلسل بچت جي اهميت تي زور ڏنو آهي،هينئر کان ئي بچت ڪرڻ جا به اهم سبب آهن. هڪ ته اسان اڳ ۾ ٻڌائي آيا آهيون ته اُهي ماڻهو جيڪي اڄ کان ئي بچت ڪرڻ کان قاصر آهن ،اُهي مستقبل ۾ تمام ڏکئي وقت کي منهن ڏيندا پر هن عنصر ۾ اسان هيئنر کان ئي بچت شروع ڪرڻ واري ٻئي سبب بابت ڳالهائڻ چاهيندا سين.

ننڍي پيماني تي بچت جي شروعات اڳتي هلي ادائيگين ۾ تمام گهڻو واڌارو ڪري ٿي.ان حوالي سان ٽئين عنصر ۾ واضع مثال بيان ڪيل آهي.مرحليوار وياج جي شرح ڪو معجزو نہ آهي پر ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿي لڳي ٿو.ان ڪان هٽي ڪري تہ مرحليوار وياج جي شرح ڪيئن ڪم ڪري ٿي پر ان جا نتيجا حقيقت ۾ حيرت انگيز هوندا آهن.مرحليوار وياج جي شرح جو مطلب آهي تہ وياج مٿان وياج ڪمائڻ. جيڪڏهن توهان هن سال ڪمايل وياج جي شرح خرچ نہ ٿا ڪيو تہ ايندڙ سال توهان جي بچت ۽ ڪمايل وياج ۾ واڌارو ڪندي.

ائين ڪرڻ سان هن سال ڪمايل وياج جي شرح تي ٻئي سال توهان وياج ڪمائي سگهندئو.ٿي سگهي ٿو اها ڪمايل رقم پهري ايتري وڏيڪ نہ هجي ۽ شروعاتي ڪجهہ سالن ۾ اها رقم توهان جي دولت ۾ ايڏو واڌارو نہ ڪري.پر ڪافي عرصي ڪان اڳ ئي دولت ۾ واڌارو ظاهر ٿيڻ لڳندو ۽ جيتري دولت وڌندي اوترو ئي مرحليوار وياج جي ذريعي اهو هڪ برفاني جبل تان ڪرندڙ برف جي ننڍي ٽڪري جيان آهي جيڪو شروع ۾ اندر ئي اندر آهستگي سان وڌندو آهي پر جيئن جيئن برف جي ننڍي مقدار ان سان گڏجندي آهي ،تيئن تيئن اُن جي مقدار وڌندي رهي ٿي.

پر ڪافي عرصي ڪان اڳ ئي دولت ۾ واڌارو ظاهر ٿيڻ لڳندو ۽ جيتري دولت وڌندي اوترو ئي مرحليوار وياج جي ذريعي اهو هڪ برفاني جبل تان ڪرندڙ برف جي ننڍي ٽڪري جيان آهي جيڪو شروع ۾ اندر ئي اندر آهستگي سان وڌندو آهي پر جيئن جيئن برف جي ننڍي مقدار ان سان گڏجندي آهي ، تيئن تيئن اُن جي مقدار وڌندي رهي ٿي.

مثال طور جيڪڏهن توهان 18 سالن جي عمر ۾ سگريٽ پيئڻ شروع ڪريو ٿا ۽ توهان 30 سالن جي عمر تائين سگريٽ پيئو ٿا تہ توهان پاران بينسن جي هڪ دٻي تي روزاني جي حساب سان خرچ ڪيل 70 روپيا ضايع ٿين ٿا.ان ريت توهان ٻارهن سالن ۾ تقريبن 3 لک 2 هزار 4 سو روپيا سگريٽ نوشي تي

خرچ ڪري چڪا هوندا. پر جيڪڏهن توهان اهي 12 سال سگريٽ نہ پيئو ها ۽ بچت ڪيو ها تہ 60 سالن جي عمر ۾ 10 لک 58 هزار 400 روپين جي بچت ٿئي ها.ان ريت جيڪڏهن توهان ان بچايل رقم کي مرحليوار وياج ذريعي سيڙايو ها تہ اُن جي مد ۾ بہ توهان کي ڪافي بچت ٿي سگهي ها.

يقينن اُهي ماڻهو جيڪي بچت ۽ سيڙپڪاري ڪن ٿا ،اُهي ٻين جي ڀيٽ ۾ مستقبل ۾ وڌيڪ خرچ ڪري سگهندا.ان لاءِ اهم ڳالهہ شروعاتي طور بچت منصوبي ذريعيمرحليوار وياج جي شرح ڪان فائدو وٺڻ واري آهي.

## تبديلي پسند ٿيو---سيئي بيضا هڪ ئي ڇٻي ۾ نہ رکو.

سيڙپڪاري ۾ رسڪ هوندو آهي .ريئل اسٽيٽ يا ڪارپوريٽ اسٽاڪ ۾ سيڙپڪاري جي قدر ڪجهہ وقت ۾ ئي ڊرامائي انداز ۾ تبديل ٿي ويندي آهي پوءِ ڀلي اُن تي گهٽ ۾ گهٽ فائدي جي ضمانت چو نہ هجي،جيڪڏهن توهان پنهنجي دولت جو گهڻو حصو زمين جي ڪنهن ٽڪڙي ٓجي مالڪي يا اسٽاڪ مارڪيٽ جي ڪجهہ شيئرز ۾ سيڙايو ٿا تہ توهان تمام وڏي رسڪ ۾آ هيو.ان جي مثال اينران،ورلڊڪام،يونائيٽيڊ ايئرلائين ۽ ٽائيم وارنر جي تازي تجربي مان ظاهر ٿئي ٿي.

جيڪڏهن فرد پنهنجي مالي صلاحيتن ۾ عبور حاصل ڪرڻ چاهين ٿا تہ اُنهن لاءِ پنهنجون بچتون بهتر منافعن ۾ سيڙائڻ ضروري آهن.اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ ماضي جي سيڙت تمام گهڻو منافعو ڏنو آهي.اسٽاڪ جا ميچوئل فنڊ ننڍي سيڙپڪارن لاءِ هڪ متبادل جڳهہ ڳاهڻ کي ممڪن بڻائين ٿا.جڏهن تہ سيئي سيڙپون غيريقيني کي پڻ منهن ڏين ٿيون.

**انڊيڪسڊ ايڪيوئٽي فنڊ توهان کي بنا ڪنهن رسڪ جي ڪنهن ماهر کي مات ڏيڻ ۾ مدد ڪندا.**

ڪيترا ئي آمريڪي شهري اسٽاڪ ۾ سيڙپڪاري ڪرڻ کان پاسو ڪندا آهن ڇاڪاڻ تہ هو سمجهن ٿا تہ يا اُنهن وٽ وقت نہ آهي يا وري هو ان ڳالهہ جو اندازو نہ لڳائي سگهن تہ مستقبل ۾ ڪهڙو ڪاروبار ڪامياب ٿيندو.مستقبل جي اڳڪٽي ۾ پيش ايندڙ ڏکيائين جي حوالي سان هو بالڪل صحيح آهن.

ڪيترا ئي اقتصادي ماهر مختلف بي ترتيبي چال واري نظريي کي مڃين ٿا.ان نظريي مطابق اسٽاڪ جا اڃوڪا اڳهہ مستقبل جي ڪارپوريٽ منافعن ،معيشيت جي صحت ۽ اسٽاڪ اگهن تي اثر وجهندڙ عنصرن بابت ڄاڻ فراهم ڪن ٿا.ان لاءِ اسٽاڪ اگهن جي مستقبل بابت صرف اوچتي حالتن يا اُنهن شين ذريعي اندازو لڳائي سگهجي ٿو جيڪي اڄ ماڻهن جون اڳڪٽيون هونديون آهن.اُنهن جي فطرت موجب انهن عنصرن بابت ڪجهہ چئي نہ ٿو سگهجي ڇاڪاڻ تہ اُهي اڃوڪي اسٽاڪ اگهن ۾ ظاهر هوندا آهن.

> معيشيت جي صحت ۽ اسٽاڪ اگهن تي اثر وجهندڙ عنصرن بابت ڄاڻ فراهم ڪن ٿا.ان لاءِ اسٽاڪ اگهن جي مستقبل بابت صرف اوچتي حالتن يا اُنهن شين ذريعي اندازو لڳائي سگهجي ٿو جيڪي اڄ ماڻهن جون اڳڪٽيون هونديون آهن.

ڇو نہ مائيڪرو سافٽ ۽ ڊيل جي اسٽاڪس ۾ ئي خريداري ڪجي؟ هي هڪ سُٺو فيصلو ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ تہ مٿي ڄاڻايل ٿئي شيون مخصوص اسٽاڪ اگهن تي لاڳو ٿين ٿيون.مستقبل جي اسٽاڪ اگهن جو اندازو اڻ ڏٺل تبديلين ۽ اُنهن سان لاڳاپيل ڄاڻ ذريعي وقت سان گڏ ئي اسٽاڪ اگهن تي ڪيترين ئي شيون اثر انداز ٿين ٿيون جيڪي انهن کي مسلسل غير امڪاني طور تي تبديل ڪنديون رهن ٿيون. مائيڪرو سافٽ جا اڳهہ مستقبل ۾ ڪري

سگهن ٿا ، مثال طور جيئن ڪنهن سوچ سبب هاڻ اسڪول جو ٻار پنهنجي تهه خاني ۾ ڪم ڪري رهيو آهي،تيئن ئي انگالهه جو اندازو نه ٿو لڳائي سگهجي ته ڪهڙين ڪمپنين جا شيئر اگهن ۾ واڌ ڏيکاريندا ۽ ڪهڙين ڪمپنين جا شيئر پنهنجي شروعات ۾ ئي دم ٽوڙي ويهندا.

توهان اسٽاڪ مارڪيٽ بابت پڙهائي ڪري ڪجهه مخصوص طريقيڪارن جي ڄاڻ حاصل ڪري ۽ معاشي لاهن چاڙهن کي سامهون رکي اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ پنهجا موقعا وڌائي سگهو ٿا.پر جيسيتائين توهان اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ شيئر خريد ڪرڻ جا ماهر نه ٿيندئو تيسيتائين توهان ان حوالي سان بهتر نه ٿا ٿي سگهو.

اسان جو مڃڻ آهي ته ڪنهن به ماڻهو لاءِ پنهنجي ڊگهي مدي جي سيڙپ لاءِ اسٽاڪ کان بهتر ٻيو ڪو به رستو نه ٿو ٿي سگهي.هڪ انڊيڪسڊ فنڊ به ساڳي ريت اسٽاڪ ۾ ٻين نمائنده بورڊن جيان نمائندگي ڪري ٿو جيئن ايس اين پي 500 يا ڊائو جونز انڊسٽريلز .اسٽاڪس ۾ واپار لاءِ تمام گهٽ سيڙپ هجڻ ضروري آهي ته جيڪا ان اسٽاڪ جو عڪس ڏيکاري ٿي .انڊيڪسڊ فنڊ لاءِ اهو ضروري نه آهي ته هو مستقبل جي حوالي سان انهن ٻنهي سبب ڪري ڪا وڌي تحقيق ڪرائي. ڇاڪاڻ ته ان انڊيڪس کي هلائڻ جي قيمت جي ڀيٽ ۾ ان فنڊ جي قيمت وڌيڪ هوندي آهي.جنهن سبب انڊيڪس فنڊ تمام گهٽ في وصول ڪري ٿو ۽ توهان جي سيڙپ جو وڏو حصو اسٽاڪ جي خريداري جي ڪم اچي ٿو.

اسٽاڪس ۾ واپار لاءِ تمام گهٽ سيڙپ هجڻ ضروري آهي ته جيڪا ان اسٽاڪ جو عڪس ڏيکاري ٿي .انڊيڪسڊ فنڊ لاءِ اهو ضروري نه آهي ته هو مستقبل جي حوالي سان انهن ٻنهي سبب ڪري ڪا وڌي تحقيق ڪرائي. ڇاڪاڻ ته ان انڊيڪس کي هلائڻ جي قيمت جي ڀيٽ ۾ ان فنڊ جي قيمت وڌيڪ هوندي آهي.

ايس اينڊ پي جهڙا بين الاقوامي انڊيڪسڊ فنڊ پنهنجي شيئر هولڊرز لاءِ هڪ جيترو منافعو ڪمائيندو آهي.هڪ متواتر فائدي ڪان وڌيڪ چا هوندو.جيئن تہ اسان اڳ ۾ ئي ٻڌائي چڪا آهيون تہ ماضي ۾ اسٽاڪ مارڪيٽ تقريبن ست سيڪڙي جو سرسري فائدو ڏيڪاريو آهي جنهن جو مطلب اسٽاڪ هولڊنگ جي حقيقي قيمت گذريل 10 سالن دوران ٻيڻ تي پهچي وئي آهي.اها ڪا خراب ڳالهہ نہ آهي پر وڌيڪ اهم ڳالهہ اها آهي تہ براڊ انڊيڪسڊ فنڊ مان حاصل ڪيل منافعي کي جيڪڏهن وقت سان گڏوگڏ ڏهاڪن ۾ پيئنجي تہ اهي فنڊ انتظامي ميچوئل فنڊ کان وڌيڪ منافعو ڏيندو.

انهن عنصرن مان سکڻ واري تمام اهم شيءِ اها آهي تہ وقت ۾ تجربي کي پنهنجي سيڙپ کان پري رکڻ جي اجازت نہ ڏني وڃي.توهان کي هڪ ڪامياب سيڙپڪار ٿيڻ لاءِ تمام گهٽي تحقيق يا تمام گهٽي شيئرز ۾ سيڙپڪاري ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي.ماضي ۾ بين شعبن جي پيٽ ۾ اسٽاڪ مارڪيٽ بهتر منافعا ڏيکاريا آهن ۽ انڊيڪسڊ فنڊ هڪ عام سيڙپڪار لاءِ بنا ڪنهن خطري جي فائدو ڪمائڻ کي ممڪن بڻايو آهي.يقينن اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ وقت سان گڏوگڏ لاها چاڙها اچن ٿا ان ڪري ڪيترا ئي سيڙپڪار ٻاڙائي جي ڊگهي عرصي دوران پنهنجي سيڙپ انهن مارڪيٽن مان گهٽائي ڇڏين ٿا پر اسٽاڪ مارڪيٽ جي ڊگهي تاريخ ۾ ڪارڪردگي کي ڏسندي اهو چئي سگهجي ٿو تہ اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ ڊگهي عرصي واري سيڙپ هميشہ فائدو ڏنو آهي.

يقينن اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ وقت سان گڏوگڏ لاها چاڙها اچن ٿا ان ڪري ڪيترا ئي سيڙپڪار ٻاڙائي جي ڊگهي عرصي دوران پنهنجي سيڙپ انهن مارڪيٽن مان گهٽائي ڇڏين ٿا پر اسٽاڪ مارڪيٽ جي ڊگهي تاريخ ۾ ڪارڪردگي کي ڏسندي اهو چئي سگهجي ٿو تہ اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ ڊگهي عرصي واري سيڙپ هميشہ فائدو ڏنو آهي.

## اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ ڊگهي مدي جي مقصدن سان سيڙپڪاري ڪيو،جيئن ناٽي جي گهرج ۾ واڌارو ٿئي تيئن ئي توهان باندز ۾ واڌارو آڻيو

اُهي ماڻهو جيڪي پنهنجي مالي مستقبل بابت سنجيده هوندا آهن اُهي يقينن پنهنجي ڪجهہ مقصد خاطر سيڙپڪاري ڪندا آهن جيئن گهر لاءِ ڊائون پيمينٽ ٻارن جي پڙهائي جي قيمت ۽ ريٽائرمينٽ.انهن سيني مقصدن لاءِ مختلف وقتن ۾ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ خرچن جي ضرورت پوندي آهي ۽ هر خرچ لاءِ وقت سان گڏوگڏ الڳ الڳ فنڊ رکڻ ۾ ئي عقلمندي آهي.

جيئن تہ اسان 8 ۽ نائين عنصر ۾ بيان ڪري آيا آهيون تہ ان قسم جون اڪوئٽيز بچت ڪندڙن لاءِ تمام گهڻو فائديمند ثابت ٿين ٿيون.گذريل ٻن صدين دوران آمريڪي ماڻهن لاءِ اهو بهتري سيڙپڪاري جو منصوبو رهيو آهي،ان قسم جي سيڙپڪاري منصوبي جو فائدو اهو آهي تہ انهن ۾ سيڙپ ڪندڙ مارڪيٽ جي لاهن چاڙهن کي سمجهڻ جي قابل ٿي ويندو آهي.

اسٽاڪ مارڪيٽ تمام گهڻي تبديلي واري مارڪيٽ هوندي آهي.هتي ڊگهي مدي لاءِ هميشہ چاڙها نظر اچن ٿا.پر هڪ غير امڪاني صورتحال ۾ اها مارڪيٽ تيزي سان هيٺ مٿي ٿيندي آهي ۽ اها مهينن ۽ سالن تائين بہ هيٺ رهي سگهي ٿي.جيڪڏهن مارڪيٽ ۾ صرف پنهنجي سوچ خرچ ڪئي ويندي تہ مارڪيٽ ۾ لاهن ڪانپوءِ چاڙهن ۽ ريڪوري جي صلاحيت گهٽجي ويندي آهي.اسٽاڪ مارڪيٽ ڪان هٽي ڪري باندز مارڪيٽون جيڪي سستي سان لاها چاڙها ڏيکارين ٿيون ۽ گهٽ ۾ گهٽ 10 سالن اندر منافعا ڏين ٿيون.اهڙيون مارڪيٽون ٿي سگهي ٿو تہ جڏهن توهان کي ناٽي جي ضرورت پوي تہ اهي مارڪيٽون گهٽجي وڃن.ٻاڙائي جي صورت ۾ توهان پنهنجي اسٽاڪ جو تمام وڏو حصو مارڪيٽ ۾ وڪرو ڪري ڇڏيندئو.

اسٽاڪ بدران بانڊز ڏانهن لاڙو رسڪ کي ختم نہ تہ گهٽ ڪري ٿو.بانڊ رکڻ ۾ وڏي ۾ وڏو رسڪ مهانگائي آهي جيڪا بانڊز جي اصل قدر ۽ فڪس وياج جي ادائيگين کي گهٽائي ٿي.جيتوڻيڪ ان رسڪ کي حفاظتي سيڪيورٽي ذريعي گهٽائي سگهجي ٿو.ٽريزري انفليشن پروٽيڪٽيڊ سيڪيورٽيز ٽريزي بانڊ جي اها قسم آهي جيڪا پهريون ڀيرو 1997 ع ۾ وڪرو ڪئي وئي.ٽريزي بانڊ اصل قيمت،وياج جي مقرر ڪيل شرح کي مارڪيٽ ريٽ جي حساب سان واپس ڪرائي ٿو.۽ مهانگائي کي گهٽائڻ لاءِ هڪ واڌو قيمت هوندو آهي.ڇاڪاڻ تہ مهانگائي اها شيءِ آهي جيڪا بانڊ جي متوقع فائدن کي گهٽائي ٿي، ان ڪري ئي سيڙپڪار جي رسڪ کي گهٽائڻ لاءِ خريداري ۽ هولڊنگ دوران حفاظتي ساک ڏني ويندي آهي.اها حفاظتي سيڪيورٽي ريٽائر ماڻهن کي پنهنجي ملڪيت ذريعي قوت خريد وڌائڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

سيڙپڪاري کي ڪيتري عرصي تائين اسٽاڪس ۾ هجڻ گهرجي ۽ اُن کي بانڊز ۾ ڪڏهن منتقل ڪجي؟ان جو دارومدار سيڙپڪاري جي مدي تي هوندو آهي،خاص طور تي بانڊز ۾ گهٽ مدي واري سيڙپڪاري وڌيڪ فائدو ڏئي سگهي ٿي.مثال طور جيڪڏهن ڪو نوجوان جوڙو گهر خريد ڪرڻ لاءِ بچت ڪري رهيو آهي تہ هو مڪمل طور تي اسٽاڪس ۾ سيڙپڪاري ڪان فائدو ڪندو ۽ بانڊز ۾ سيڙپڪاري ڪندو.ڇاڪاڻ تہ گهر خريد ڪرڻ لاءِ سيڙپڪاري صرف ڪجهہ سالن لاءِ ٿيندي آهي.

جيئن تہ ماڻهو وڌيڪ ڪمائين ٿا ۽ گهڻو عرصو زنده رهن ٿا تہ اُنهن جا ريٽائرمينٽ وارا خرچ وڌيڪ اهم تي وجن ٿا،اسين پنهنجي ريٽائرمينٽ واري رهڻي ڪهڻي بابت ڪا منفي ڳالهہ نہ ٿا ڪرڻ چاهيون ۽ نہ ئي اسان پنهنجي ريٽائرمينٽ لاءِ بچايل بيضن کي خراب ڪرڻ چاهيون ٿا.اهو شخص جيڪو 10 سالن کانپوءِ ريٽائر ٿيڻ وارو هوندو ان لاءِ بهتر هوندو تہ هو ايس اينڊ پي انڊيڪس ۾ سيڙپڪاري.

## اُنهن منافعي بخش اسيڪمن کان بچو جيڪي وڏيڪ منافعي ۽ گهٽ رسڪ واريون آهن.

جڏهن توهان کي ڪنهن اهڙي ڪاروبار ۾ سيٽ اپ لاءِ مشورو ڏنو وڃي جيڪو بظاهر تمام گهڻو منافعي بخش نظر اچي ته اُهو يقينن ڪو نہ ڪو شڪ پيدا ڪندو.توهان پنهنجي پاڻ کي اُن شخص جي جاءِ تي رکو جيڪو اها آڇ ڪري رهيو آهي.ڪو بہ شخص جيڪو ڪنهن منصوبي کي فنانس ڪرائڻ لاءِ پيسي جي ڳولا ۾ هوندو آهي اُهو سڀ کان پهرين ناڻي جي ننڍن ذريعن ۽ طريقن ڏانهن رُخ ڪري ٿو.گهٽ رسڪ ۽ وڏيڪ منافعي واري منصوبن کي بينڪاري يا سيٽ اپ جي بين ذريعن کان عام وياج جي شرح تي فنانس ڪرائي سگهجي ٿو.جيڪڏهن انهن منصوبن کي عام ماڻهن کان وياج جي گهٽ شرح تي فنانس ڪرائي ٿو تہ گهٽ قيمت واري فنانسنگ جي موجودگي ۾ اها ڪوشش غير موثر هوندي.

> توهان پنهنجي پاڻ کي اُن شخص جي جاءِ تي رکو جيڪو اها آڇ ڪري رهيو آهي.ڪو بہ شخص جيڪو ڪنهن منصوبي کي فنانس ڪرائڻ لاءِ پيسي جي ڳولا ۾ هوندو آهي اُهو سڀ کان پهرين ناڻي جي ننڍن ذريعن ۽ طريقن ڏانهن رُخ ڪري ٿو.گهٽ رسڪ ۽ وڏيڪ منافعي واري منصوبن کي بينڪاري يا سيٽ اپ جي بين ذريعن کان عام وياج جي شرح تي فنانس ڪرائي سگهجي ٿو.

اتي اهو ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي تہ ريٽيل جي ذريعي وڪري جي ڪوشش هڪ تمام مهانگو طريقہ ڪار آهي .ريٽيل تي ماڻهن کي ملازمت ڏئي بين ماڻهن کي خريداري تي آماده ڪرائڻ هڪ ڪاروباري ماڻهو جي لاءِ فائديمند نہ هوندو.جيڪڏهن ان قسم جي ڪاروبار جي سهڪار لاءِ بينڪون يا وڏا سيٽ اپڪار فنانس مهيا نہ تا ڪن تہ پوءِ توهان کي پاڻ کان اهو سوال ڪرڻ گهرجي تہ "آئون ان تي سيٽ اپ چو ڪيان؟"

آخرڪار هتي سيڙپڪار جي صلاحيتن جو مسئلو اچي ٿو. اقتصادي ماهر هميشه سيڙپڪار ۽ ايجنٽ وچ۾ مسئلن جي ڳالهه ڪندا آهن.اهي مسئلا سيڙپڪار ۽ ايجنٽ وچ۾ اختلافن جي صورت ۾ پيدا ٿيندا آهن.ساڳي ريت جڏهن سيڙپڪاري جي ڳالهه اچي ٿي ته توهان هڪ سيڙپڪار وانگي حساس هوندا آهيو.۽اُهي ماڻهو جيڪي توهان جي سيڙپ حاصل ڪرڻ چاهيندا،اُنهن جي سوچ توهان جي سوچ کان بالڪل مختلف هوندي،ان صورتحال ۾ توهان منافعو ڪمائڻ جو سوچيندا ۽ هو صرف انتظاميه کان پنهنجي پگهار ۽ ڪميشن جي سوچ رکندا هوندا ۽ اُنهن جو بنيادي مقصد توهان جي پيسي تي هٿ صاف ڪرڻ هوندو.ساڳي ريت هن معاشري ۾ ڪيترا ئي ماڻهو اهڙا به هوندا آهن جيڪي توهان کي توهان جي سيڙپ جي پيٽ ۾ شروعاتي طور تمام گهٽو منافعو ڏيندا ۽ جڏهن هو توهان جو اعتماد حاصل ڪري وٺندا ته پوءِ هو توهان کان ان ڪاروبار ۾ وڌيڪ سيڙپ ڪرائي غائب ٿي ويندا.پاڪستان ۾ تازو ئي ڊبل شاهه جو واقعو مشهور آهي.ڊبل شاهه جو طريقه ڪار اهڙو هوندو هو جو مختلف ماڻهن کان سيڙپڪاري لاءِ پيسا وٺي کين بهتر منافعو ڏيندو هو.ڪجهه عرصي ڪانپوءِ هڪ ڏينهن ڊبل شاهه اچانڪ غائب ٿي ويو ۽ ماڻهو پنهنجين ڪروڙين روپين جي اوڳاڙي لاءِ پريشان هئا.

ساڳي ريت جڏهن سيڙپڪاري جي ڳالهه اچي ٿي ته توهان هڪ سيڙپڪار وانگي حساس هوندا آهيو.۽اُهي ماڻهو جيڪي توهان جي سيڙپ حاصل ڪرڻ چاهيندا،اُنهن جي سوچ توهان جي سوچ کان بالڪل مختلف هوندي،ان صورتحال ۾ توهان منافعو ڪمائڻ جو سوچيندا ۽ هو صرف انتظاميه کان پنهنجي پگهار ۽ ڪميشن جي سوچ رکندا هوندا ۽ اُنهن جو بنيادي مقصد توهان جي پيسي تي هٿ صاف ڪرڻ هوندو.

جيڪڏهن اهو صحيح لڳي ٿو ته اهو بمشڪل صحيح هوندو.اها هڪ تمام پراڻي سوچ آهي پر ان ۾ ڪا به حقيقت نه آهي.ياد رکو ته ان ۾ ڪا به حيرت جي ڳالهه نه آهي ته سرمايي جي مارڪيٽنگ ڪندڙ ڪجهه ڪرڻ لاءِ توهان

جي پيسي کي حاصل ڪرڻ چاهيندا،چاڪاڻ تہ جيڪڏهن هڪ ڀيرو توهان جو پيسو اُنهن جي هٿ لڳي ويجي تہ هو بادشاهہ هوندا ۽ توهان حساس رهجي ويندئو.

هميشہ اُنهن ڌرين سان سودو ڪريو جيڪي تحفظ جي حوالي سان مشهور هجن.سُٺو نالو رکندڙ مستحڪم ڪمپنيون پنهنجي گراهڪن کي رسڪي سيڙپ ڪرڻ کان منع ڪنديون آهن چاڪاڻ تہ توهان جو اُنهن تي اعتماد هجڻ ڪري هو ڪڏهن تہ ٻہ نہ چاهيندا تہ سيڙپڪاري جو غلط مشورو ڏئي هو توهان آڏو شرمنده ٿين.

فون يا اي ميل ذريعي ڪنهن بہ سيڙپڪاري ۾ هٿ نہ وجهو.مارڪيٽنگ جا اهڙا طريقہ ڪار بيوقوفن جي ڳولا لاءِ استعمال ٿيندا آهن،توهان انهن مان هڪ نہ ٿيو.

پنهنجي پاڻ کي ترت فيصلن لاءِ آماده نہ ڪيو. سيڙپڪاري بابت منصوبہ بندي لاءِ وقت وٺو ۽ ڪنهن دٻاءُ هيٺ تڪڙو فيصلو نہ ڪريو.

دوستي کي ڪاروباري فيصلن تي اثر انداز نہ ٿيو.ڪيترا ئي ماڻهو پنهنجي دوستن جي چوڻ تي سيڙپڪاري ڪري نقصان ڪائيندا آهن.جيڪڏهن توهان ڪنهن ماڻهو کي دوست رکڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ پنهنجو پيسو اُن جي چوڻ بدران ڪنهن ٻي پاسي سيڙايو.

*جيڪڏهن ڪٿي دٻاءُ وجهندڙ مارڪيٽنگ ملوث آهي تہ پنهنجي چيڪ بُڪ کٽي اُن جي مخالف رُخ ۾ ڀڄي وڃو.*سُٺيون سيڙپڪاريون مارڪيٽنگ جي دٻاءُ وارن طريقن کان بغير ئي وڪرو ٿي سگهن ٿيون.جيڪڏهن توهان وٽ تمام گهڻو سرمايو آهي تہ اُن کي وڏي رسڪ واري ڪاروبار ۾ سيڙائي سگهجي ٿو جيئن جنڪ باندز ۽ قيمتي پٿر وغيره پر اها سيڙپڪاري اُنهن فنڊز مان ڪئي وڃي جن کي توهان وڃائڻ جي سگهہ رکو ٿا.پر جيڪڏهن توهان وڏيڪ دولت

ڪمائڻ جو سوچي رهيا آهيو ته پوءِ توهان جي رقم گهٽ رسڪ واري سيڙپڪاري لاءِ بهتر هوندي.

## پنهنجي ٻارن کي پيسو ڪمائڻ ۽ عقلمندي سان خرچ ڪرڻ سيکاريو

جيئن ته اسان اهو بيان ڪري چڪا آهيون ته ريٽائرمينٽ طرف وڌندي توهان ڪيئن دولت وڌائي سگهو ٿا.هن عنصر ۾ اسان پنهنجو ڌيان توهان کان هٽائي توهان جي ٻارن ۽ توهان جي مستقبل جي ٻارن ڏانهن مرڪوز ڪيو آهي.

والدين پنهنجي ٻارن کي نه صرف مالي طور تي پر زندگي جي هر شعبي ۾ ڪامياب ڏسڻ چاهين ٿا.مالي ڪاميابي ۽ عام ڪاميابي ٻئي گڏ گڏ هلن ٿا ۽ ٻنهي جو رشتو اتفاقي نه آهي.اُهي ماڻهو جيڪي محنت ڪري بنا ڪنهن فريب جي منصوبا جوڙين ٿا ۽ اُنهن کي حاصل ڪن ٿا.اُهي گهڻو ڪري زندگي جي هر شعبي ۾ ڪاميابي ماڻين ٿا.اهڙا ڪيترا ئي طريقا آهن جن سان توهان جي ٻار جي تربيت ڪري سگهجي ٿي. جن مان ننڍي عمر ۾ ئي آمدن ۽ بچت جي منصوبن جي شروعات هڪ آهي.

نوجوانن کي ذميوارين بابت سمجهائڻ لاءِ اهو تمام ضروري آهي ته بجاءِ ان جي جو ٻارن کي الائونس ڏنا وڃن يا تعليمي مقصد حاصل ڪرڻ جي صورت ۾ خرچي ڏني وڃي،اهو ٻڌائڻ گهرجي ته پيسو ڪمائڻ سان ئي ملندو آهي .

يقينن توهان پنهنجي ٻارن کي اهڙيون ڪئي شيون خريد ڪري ڏيندئو جن لاءِ اُنهن پيسو نه ڪمايو هوندو پر جڏهن توهان ٻارن جي خريداري تي خرچ ڪندا آهيو تڏهن اُنهن کي اُنهن خرچن بابت سمجهائڻ لاءِ اُنهن جي قيمتن ۽ واپار بابت ٻڌائڻ ممڪن آهي.مثال طور جيڪڏهن توهان پنهنجي ٻار کي موڪل جي ڏينهن ڪنهن سُٺي باغ ۾ گهمائڻ لاءِ وٺي وڃو ٿا ته اُتي ٽڪيٽ وٺڻ وقت اُن کي اهو سمجهائي سگهجي ٿو ته هو ان باغ ۾ مفت ۾ نه پيو گهُمي پر هن

کي گهمائڻ لاءِ هُن جي پيءُ کيترا ڪلاڪ محنت ڪري هي پيسا ڪمايا آهن جنهن ذريعي هو ٽڪيٽ خريد ڪري باغ ۾ داخل ٿيا آهن.

پنهنجي زندگي ۾ اسان جي ٻارن کي اهي فيصلا ڪرڻا پوندا ته هو پنهنجي محدود آمدن ڪيئن خرچ ڪري سگهن ٿا.جيڪڏهن هو ڪنهن هڪ شيءِ جي خريد تي وڌيڪ خرچ ڪندا ته اُنهه کي ٻي شيءِ خريد ڪرڻ لاءِ گهٽ خرچ ڪرڻو پوندو.اسان سيني کي ڪتي نه ڪتي واپاري صورتحال برابري ڪرڻي پوندي آهي .ننڍي عمر ۾ ئي اسان کي پنهنجن ٻارن کي ان حقيقت بابت آگاهه ڪرڻ گهرجي ۽ اُنهن کي اُهي تجربا فراهم ڪرڻ گهرجن جيڪي اڳتي هلي اُنهن کي عقلمندي سان مالي فيصلا ڪرڻ جي سگهه ڏين.

ماڻهو پنهنجو پيسو ٻين جي پيٽ ۾ وڌيڪ عقلمندي سان خرچ ڪن ٿا.ان ۾ ڪاليج جا شاگرد شامل نه آهن چاڪاڻ ته اسان اهو سمجهون ٿا ته ڪاليج جا شاگرد پنهنجي تعليمي تجربي مان ان وقت فائدو حاصل ڪندا جڏهن هو قيمتن بابت ذميواري کڻندا.ٻارن کي آمدن جي موقعن بابت ننڍي عمر ۾ ئي تربيت ڏئي سگهجي ٿي پر ساڳئي وقت اونهن کي ڪاليج لاءِ رکيل پيسن سان گڏوگڏ اسڪالرشپ بابت به ٻڌائي سگهجي ٿو.ٻين لفظن ۾ توهان کي اُن جو سمورو خرچ پرڻو پوندو.ڀلي اُهو گهٽ هجي يا وڌيڪ.ان طريقي سان توهان جو ٻار آمدن ڪمائڻ بچائڻ ۽ ايليمنٽري ۽ سيڪنڊري اسڪول ۾ ڪاميابي ماڻڻ جي صورت ۾ فائدو حاصل ڪري سگهندو.ان سان گڏوگڏ هو اسڪول جي في کي سستو ڪرڻ ۽ پنهنجي ڪاليج مان وڌيڪ فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ محنت ڪندو. هڪ ليکڪ ٻاران ساڳيو رستو اپنايو ويو ۽ هُن ڪاميابي ماڻي.

> ان طريقي سان توهان جو ٻار آمدن ڪمائڻ بچائڻ ۽ ايليمنٽري ۽ سيڪنڊري اسڪول ۾ ڪاميابي ماڻڻ جي صورت ۾ فائدو حاصل ڪري سگهندو.ان سان گڏوگڏ هو اسڪول جي في کي سستو ڪرڻ ۽ پنهنجي ڪاليج مان وڌيڪ فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ محنت ڪندو.

زندگي ۾ وڏي ڪاميابي مقصد مقرر ڪرڻ،اڻٿڪ محنت ڪري اُنهن مقصدن کي حاصل ڪرڻ ۾ آهي ته جيئن اڳتي هلي پنهنجين خدمتن کي بهتر بڻائي ڪنهن بي خاص مقصد لاءِ پيسو بچائي عقلمندي سان خرچ ڪري سگهجي.سُٺا والدين اُهي آهن جيڪي پنهنجي ٻار ۾ ننڍي عمر کان ئي ان قسم جي سوچ پيدا ڪن ٿا.اهو ڪرڻ هڪ چيلينج هجڻ سان گڏوگڏ مزيدار به هوندو.ڪير چوي ٿو ته اقتصاديات "هڪ پريشان ڪندڙ سائنس" آهي؟

عام فہم اقتصادیات ڈاکٹر ایوب مہر

2006 میں قائم ہونے والا اکنامک فریڈم نیٹ ورک پاکستان (ای ایف این) ماہرین تعلیم، کاروباری حضرات اور سیاست دانوں اور ہم مزاج تنظیموں اور افراد کا غیر رسمی نیٹ ورک ہے۔ یہ سب آزاد اور کھلی منڈیوں پر یقین رکھتے ہیں جن سے معاشرے کے ہر رکن کو فائدہ حاصل ہو۔ ہم ذاتی انتخاب، منڈیوں کے ذریعے ہونے والے رضا کارانہ تبادلے، منڈیوں میں داخل ہونے اور مقابلہ کرنے کی آزادی، اور حکومت کے سمیت دوسرے اداروں کی جارحیت سے لوگوں اور ان کی ملکیت کے تحفظ پر یقین ہے۔ بامعنی اصلاحات کے ذریعے معاشی بڑھوتری اور انسانی ترقی میں سہولت پیدا کرنے کے لیے ہم عوامی پالیسی کے مشیروں، سیاسی فیصلہ سازوں، سپیشلسٹس اور ماہرین، کاروباری افراد اور اداروں کے منتظمین کو خوش آمدید کہتے ہیں کہ وہ آزاد منڈیوں اور محدود حکومت کے فوائد پر کھلی بحث کریں۔




Economic Freedom Network Pakistan

info@efn.net.pk

www.efn.net.pk

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُسـت ۽ پڙهنـدڙ يـا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سـگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَــنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَــنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مـدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِتـائِيز digitize ڪـرڻ جي عَمـلَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نـہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪـرڻ ڪان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهـائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪـم ڪـرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمـائي سگهي ٿو تـہ ڀلي ڪمـائي، رُڳـو پَـنَـن سان اُن جـو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ ڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)